# راحت الرّوح

(تذڪره مخدوم نوح سرورؒ)

موٌلف
مولانا دين محمد وفائي



سنڌي ادبي بورڊ

# راحت الرّوح

[تذڪره مخدوم نوح سرور رحہ]

مؤلف

**مولانا دين محمد وفائي**

(تاليف: سال 1345ھ/1926ع)



**سنڌي ادبي بورڊ**

ڄامشورو، سنڌ

2019ع

چاپو پهريون آڪٽوبر 2006ع تعداد 1000

چاپو ٻيو جولاءِ 2019ع تعداد 1000



**قيمت: ٻه سؤ رپيا**

**(Price: 200-00)**

**خريداري لاءِ رابطو:**

**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**

**تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ**

**(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)**

**Email: sindhiab@yahoo.com**

**www. Sindhiadabiboard.org**

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو ۾ انچارج مئنيجر خضر خان وگهيو ڇپيو ۽ سيد سڪندر علي شاهه انچارج سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي پڌرو ڪيو.

# ڇپائيندڙ پاران

سنڌ جي مشهور صوفي بزرگن ۽ ولين جي زندگي ۽ ڪرامات تي جيڪي تذڪره ملن ٿا، انهن ۾ ”راحت الروح“ پنهنجي اهميت ۽ افاديت جي حوالي سان هڪ جداگانه اهميت رکي ٿو. سنڌ جي مايه ناز عالم ۽ برک اديب مولانا دين محمد وفائيءَ جو تصنيف ڪيل هيءُ تذڪرو سلطان العارفين، حضرت غوث الحق مخدوم نوح سرور رحه جن جي زندگيءَ جي مفصل احوال، خانداني پسمنظر، ڪرامات ۽ تعليم و ارشادات تي نهايت عالمانه انداز ۾ روشني وجهي ٿو. مولانا دين محمد وفائي صاحب هي تذڪرو سنه 1926ع ۾ لکي تيار ڪري مخدوم غلام حيدر صديقي صاحب جن جي حوالي ڪيو. فيض مآب مخدوم غلام حيدر صديقي صاحب جن انهيءَ مواد جي نظرثاني ڪئي ۽ قيمتي حواشيه پڻ لکيا. انهيءَ قلمي نسخي جي عڪسي ڪاپي مخدوم خاندان جي توسط سان بورڊ کي موصول ٿي هئي.

هن تذڪري جي اهميت ۽ افاديت کي مدِنظر رکندي، بورڊ طرفان ان کي ڇپرائڻ جو فيصلو ڪيو ويو ۽ سال 2006ع ۾ هيءُ تذڪرو ڇپجي منظرعام تي آيو جنهن ادبي حلقي ۾ وڏي مڃتا ماڻي. هاڻي ان تذڪري ”راحت الروح“ جو ٻيو ڇاپو آءُ بورڊ جي مانواري چيئرمين جناب مخدوم سعيدالزمان ’عاطف‘ صاحب جي رهنمائيءَ ۽ ايامڪاريءَ ۾ شايع ڪري خوشي محسوس ڪري رهيو آهيان.

توقع آهي ته تذڪره نويسيءَ جي فن ۾ هيءُ تذڪرو صفِ اول ۾ شمار ڪيو ويندو ۽ پڻ ادب ۽ تاريخ جا محقق هِن تذڪري مان مستفيد ٿيندا رهندا.

18- ذوالقعد 1440هه

22- جولاءِ 2019ع

**سيد سڪندر علي شاهه**

سيڪريٽري

# فهرست

## عنوان

هيءَ ڪتاب حضرت مولانا دين محمد وفائي صاحب جو ترتيب ڏنل هيءُ ڪتاب حضرت غوث الحق مخدوم نوح رحمة الله عليه جن جي سوانح ۽ ديني خدمات متعلق نهايت عمده ۽ مستند دستاويز آهي. مولانا صاحب هيءُ ڪتاب حضرت مولوي غلام حيدر صديقي قريشي جن جي چوڻ تي لکيو، جيڪو مولانا صاحب سال 1926ع ۾ لکي پورو ڪيو. يعني ان وقت حضرت مخدوم محمد ظهيرالدين عرف محمد پرو (پريل) چام سائين درگاهه جا گادي نشين هئا. حضرت مخدوم ظهير الدين ۽ سندن والد بزرگوار حضرت مخدوم امين محمد سائين پڪن ڏاڍيءَ جن جي سجاده نشينيءَ واري دور ۾ حضرت غوث الحق مخدوم نوح رح ۽ سندن خاندان بابت تمام گهڻي تحقيقي تحريري ڪم عمل ۾ آيو. جن مان ڪافي ڪتابن جو ذڪر مولانا دين محمد صاحب پڻ ڪيو آهي. تاهم ڪئين اهڙا ڪتاب "طالب المولى لائبريري" ۾ موجود آهن. جيڪي مولانا صاحب جن جي مطالعي هيٺ نه اچي سگهيا هئا.

"راحت الروح في تذڪرة مخدوم نوح" جي باب: "نسب ۽ قوميت" ۾ مولانا صاحب، حضرت غوث الحق مخدوم نوح رحمة الله عليه جن جي خاندان بابت لکيو آهي، اهو پڻ هلندڙ تحقيق جو حصو سمجهڻ کپي. راقم الحروف گذريل ڪافي سالن کان حضرت غوث الحق مخدوم نوح رح جن جي شجره مبارڪ متعلق تحقيق ڪري رهيو آهي، جنهن ۾ الله پاڪ وڏي ڪاميابي عطا فرمائي آهي. ارادو هو ته اها سڀ معلومات هن نوٽ ۾ شامل ڪجي پر جيئن ته هيءُ ڪتاب الڳ ۾ ارادتاً لڪرايل آهي ۽ منهنجي تحقيق جامع آهي. تنهنڪري ان کي جدا ڪتابي صورت ۾ آڻڻ جو ارادو آهي.

اسان مولانا دين محمد صاحب کي خراج تحسين پيش ٿا ڪريان، جن حضرت غوث الحق جن جي سوانح تي قلم کنيو ۽ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ کي مبارڪباد ٿا ڏيان جنهن هن ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ ذاتي دلچسپي ورتي اسان جي پراڻي خادم ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي جنرل سپروائيزر مسٽر گل حسن درس

سروري جون خدمتون بہ ساراهہ جوڳيون آهن، جنهن مسودو لائبريريءَ مان ڳو
هٿ ڪيو ۽ ڇپائيءَ تائين پنهنجون ڪوششون دل سان جاري رکيون. اهڙا ڪتـ
اسان جي سنڌ جي تاريخ جو وجايل ورق آهن، جن کي نمودار ڪرڻ گهرجي.

7- اپريل 2006ع
هالا شريف

مخدوم جميل الزمان
وائيس چيئرمين بزمِ طالب المولي سن
چيئرمين
طالب المولي اڪيڊمي
۽
ميمبر صوبائي اسيمبلي سنڌ

# مهاڳ

محترم مولانا دين محمد وفائي (27 - رمضان 1311ھ/ 1893ع - 22 جمادي الاخر 1369ھ/1950ع) سنڌي ادب، ثقافت ۽ تحقيق وتدوين جي سلسلي ۾ عالمانہ انداز سان، جيڪا جستجو ۽ ڪوشش وٺندو پئي رهيو، انهيءَ جي نتيجي ۾ اسان وٽ "تذڪره مشاهير سنڌ" جا ٽي جلد موجود آهن، جن ۾ عالمن، عارفن، فقيهن درويشن ۽ اهل الله جو ناياب ۽ قيمتي ذڪر موجود آهي.

مولانا مرحوم، اڪثر سنڌ جو سفر پنهنجي تحقيق جي سلسلي ۾ ڪندو رهيو ۽ سندس صحبتون، ڪچهريون ۽ گڏجاڻيون، عالمن، علم پرور شخصيتن ۽ خاص طرح سان سنڌ جي قديم علمي خاندانن سان وقت بوقت ٿينديون رهيون، جنهن ۾ قلمي بياضن ۽ قلمي ڪتابن ڪي پڙهڻ، سوانح عمريون لکڻ، ۽ انهن تي تحقيق ڪري ترتيب ڏيڻ جو ڪيس بيحد ذوق و شوق هوندو هو. اهڙي علمي تحقيقي ڪم جي ڄاڻ رکندڙ پارکو حضرت پير مخدوم غلام حيدر صديقي صاحب مرحوم هالائي کي جڏهن خبر پيئي تہ هن، مولوي وفائي صاحب کي طلب ڪيو (مخدوم غلام حيدر رحہ ۽ مولانا وفائي صاحب جن پنهنجي دور ۾ ديوبند مسلڪ جا چوٽيءَ جا عالم ٿي گذريا آهن) ۽ ڪيس غوث الحق حضرت مخدوم نوحؒ جي احوال و حالات متعلق لکڻ جي لاءِ ارشاد فرمايو. انهيءَ متعلق مولوي وفائي صاحب مرحوم خود لکي ٿو تہ:

”اُنهيءَ حڪم جي تعميل منهنجي پراڻي ارادي جي تڪميل جو باعث بڻي. بسم الله پڙهي قلم هٿ ۾ ڪنيم. تبليغ اسلامي جي سفر واري حالت ۾ هي مقدس رسالو نالي ”راحت الروح. تذڪره مخدوم نوحؒ“ لکي ختم ڪيم.“

حضرت مخدوم نوح سرورؒ جي هن ”راحت الروح“ پاڪ تذڪري ۾ مولوي وفائي صاحب مرحوم، جن قلمي نسخن تان مدد ورتي آهي. انهيءَ جو پاڻ ذڪر ڪيو اٿس، جيڪي بنيادي قلمي ڪتاب آهن. جيئن تہ پير مخدوم غلام حيدر صديقي جو لکيل فارسي بياض ”سفينة النوح“ ۽ انهيءَ کان علاوه ”ڪٿوس فخريہ“، ”دليل الذاڪرين“، ”سراج العارفين“ ”رسالہ انيس الفقراء“، ”رسالہ فتحيہ“ (فارسي) ۽ ”ارشاد الطالبين“.

حضرت مخدوم نوح سرورؒ جي اسلامي تعليم و تربيت، رُشد و هدايت، قرآن ڪريم فرقان حميد جي تفسير بيان ڪرڻ جي سندن صلاحيت، قرآني تعليم جي اهميت، زندگيءَ ۾ سماجي معاشرت، خلق خدا سان محبت ۽ فيض عام ۽ تصوف و عرفان جي حقيقتن کي، "راحت الروح" ۾ نهايت ئي پسنديده، دلنشين ۽ دلڪش نموني سان پيش ڪيو آهي.

اها هڪ مجيل حقيقت آهي ته خداوند تعاليٰ جي ذڪر سان قلب روشن ٿئي ٿو ۽ حضرت مخدوم نوح عليه الرحمة جن جو زور خاص طور سان رب تعاليٰ جي ذڪر تي هوندو هو ۽ جيڪو به طالب وٽن بيعت لاءِ ايندو هو، ته پاڻ ان کي سڀ کان اول ڪلمي لا الـه الا الله جي ذڪر جي تلقين ڪندا هئا ۽ ان تي هميشه قائم رهڻ جي هدايت ڪندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا ته صبح ۽ شام لا الـه الا الله جو ذڪر ڪرڻ وارا، الله تعاليٰ جي ذاڪرن ۾ شمار ڪيا ويندا. قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

فَاذْكُرُونِي أَذْكُرْكُمْ وَاشْكُرُوا لِي وَلاَ تَكْفُرُونِي (البقرة – 152)

(پوءِ مون کي ياد ڪريو ته آءٌ اوهان کي ياد ڪريان ۽ منهنجو احسان مڃو ۽ منهنجي ناشُڪري نه ڪريو.)

رب تعاليٰ نه صرف پنهنجي ذڪر جي فضيلت ۽ اهميت کي واضح ڪري بيان ڪري ٿو، پر حضور عليه الصلواة والسلام جن کي پنهنجي ڪتاب (قرآن مجيد) پڙهڻ، نماز قائم ڪرڻ جو حڪم به تاڪيد سان ڪري ٿو. حضرت مخدوم نوح معظم رحمة الله عليه جن پاڻ انهيءَ ڪرڻ جو به تاڪيد سان حڪم ڪري ٿو. حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جن پڻ انهيءَ سنت جي پيروي کي قائم رکندي، پنهنجي مريدن ۽ عام مسلمانن ۾ انهيءَ هدايت سان دين جي تبليغ کي پکيڙيو ۽ عام ڪيو. قرآن مجيد ۾ اچي ٿو ته:

اتْلُ مَا أُوحِيَ إِلَيْكَ مِنْ الْكِتَابِ وَأَقِمْ الصَّلَاةَ إِنَّ الصَّلَاةَ تَنْهَى عَ الْفَحْشَاءِ وَالْمُنْكَرِ وَلَذِكْرُ اللَّهِ أَكْبَرُ وَاللَّهُ يَعْلَمُ مَا تَصْنَعُونَ(العنكبوت 45)

(اي پيغمبر! جيڪو ڪتاب تو ڏي وحي ڪيو ويو آهي سو پڙهه ۽ نما قائم ڪر! بيشڪ نماز بيحيائيءَ ۽ بڇڙي ڪم کان روڪي ٿي، ۽ بيشڪ الله ج ياد ڪرڻ سڀ کان وڏو آهي ۽ جيڪي اوهين ڪريو ٿا، تنهن کي الله ڄاڻي ٿو.)

حضرت مخدوم نوح سرورؒ جي ارشادات ۽ تعليمات متعلق، "راحت الروح" ۾ بہ اهائي اُپٽار ٿيل آهي، جيئن قرآن مجيد ۾ آيو آهي:

وَاذْكُرْ رَبَّكَ فِي نَفْسِكَ تَضَرُّعًا وَخِيفَةً وَدُونَ الْجَهْرِ مِنَ الْقَوْلِ بِالْغُدُوِّ وَالْآصَالِ وَلَا تَكُنْ مِنَ الْغَافِلِينَ (الاعراف 205)

(۽ پنهنجي دل ۾ زاريءَ ۽ ڊپ سان ۽ ڌاڍيان ڳالهائڻ کان (پوري پني) آواز سان صبح ۽ شام جو پنهنجي پالڻهار کي ياد ڪر ۽ بي خبر رهڻ وارن مان نہ ٿيءُ.)

حضور عليہ الصلواة والسلام جن فرمايو آهي تہ: "غافلن ۾ الله جو ذڪر ڪندڙ ائين آهي، جيئن خشڪ علائقي ۾ سائو وڻ. وڌيڪ فرمايائون تہ اٿڻ ويهڻ ۾ الله جي ذڪر ڪرڻ وارو ائين آهي، جيئن ڀاڄوڪڙن ۾ جهاد ڪرڻ وارو هوندو آهي."

بهرحال، رب تعاليٰ کي هر وقت ياد ڪرڻو آهي ۽ جنهن ۾ انسان جي قلب کي سڪون ۽ اطمينان ملي ٿو. جيڪي بہ اولياء ڪرام ۽ عارف الله ٿي گذريا آهن، اُهي شريعت تي پابند رهيا آهن ۽ حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي سُنت تي قائم رهيا آهن ۽ انهيءَ جي تقليد ۽ پيروي لاءِ عام خلق کي دعوت ڏني آهي. انسان جي جسم جي نسبت، الله تعاليٰ جي ذات بابرڪات انسان جي بلڪل ويجهو ۽ نزديڪ آهي. حديث پاڪ ۾ اچي ٿو تہ:

"ذات الله اقربُ اِلي الانسان من جسد الانسان"

يعني: الله تعاليٰ جي ذات، انسان جي جسم جي نسبت، انسان جي زياده قريب آهي. انهيءَ مان معلوم ٿيو تہ، الله تعاليٰ جي ذات جو توجهہ يا مرڪز، انساني جسم نہ آهي، پر اصل انساني قلب (روح) آهي ۽ جڏهن ٻانهو رب تعاليٰ جي ذڪر ۾ محو ٿئي ٿو تہ هو سندس ذات جي زياده قريب ٿئي ٿو. قرآن شريف ۾ بہ اچي ٿو تہ:

فَأَيْنَمَا تُوَلُّوا فَثَمَّ وَجْهُ اللَّهِ (البقره - 115)

(يعني: پوءِ جيڏانهن مُنهن ڦيرينداؤ، تيڏانهن الله جو منهن آهي) هتي الله جي ذڪر ۽ انسان جي روح جي مقام جي حقيقت بيان ڪئي ويئي آهي. الله تعاليٰ جي توجهہ جو مرڪز، انساني روح (قلب) آهي ۽ نہ جسم.

حضرت مخدوم سرور نوحؒ جي تذڪري "راحت الروح" ۾ بہ اهوئي ذڪر و فڪر سمايل آهي. جڏهن انسان، فقط جسماني ۽ مادي لذتن ۽ انهن

جي حصول ۾ ڪاهي ٿو پوي تہ هو، الله تعاليٰ جي توجهہ کان پري رهي ٿو.
نفساني خواهشن ۽ حرص و هوس حوالي ٿي وڃي ٿو ۽ اصل حقيقت، هن کان
گم ٿي وڃي ٿي. انهيءَ گمراهيءَ کان بچڻ ۽ حق تعاليٰ ڏي ورڻ لاءِ، حضرت
مخدوم نوح قرآن ڪريم جي روشنيءَ ۾ فيض پهچائڻ شروع ڪيو. اسان
وٽ عام طرح سان صوفي يا تصوف اهڙي طرح پيش ڪيو وڃي ٿو تہ جڻ
اهو دين اسلام کان جدا آهي. تصوف يا صوفي متو رکندڙ، ڇڙواڳ نٿو
ٿي سگهي. دراصل تصوف، مڪمل اسلام آهي. اسلام جو روح آهي. اسلام
جو حُسن ۽ جمال آهي ۽ اسلام جو ڪمال آهي: أَلاَ لِلَّهِ الدِّينُ الْخَالِصُ (الزمر – 3) ”خبردار! الله لاءِ خالص عبادت آهي“ جي تصديق آهي: يَاأَيُّهَا الْاِنسَانُ إِنَّكَ كَادِحٌ إِلَى رَبِّكَ كَدْحًا فَمُلَاقِيهِ (الانشقاق – 6)

”اي انسان! تون پنهنجي پاليندڙ کي ملڻ تائين گهڻي ڪوشش ڪرڻ وارو آهين، پوءِ تون ان کي ملندين.“ جي تفسير آهي: وَاذْكُرِ اسْمَ رَبِّكَ وَتَبَتَّلْ إِلَيْهِ تَبْتِيلًا (المزمل – 8)

”۽ پنهنجي پاليندڙ جو نالو ياد ڪر ۽ سڀني کان جدا ٿيءُ!“ جي تعميل آهي، إِلَى رَبِّكَ مُنتَهَاهَا (النزعات – 44) ”تنهنجي پاليندڙ کي ئي ان جي پڇاڙي جي خبر آهي“. صوفيءَ کي هميشہ انهيءَ عاقبت جو فڪر سامهون رهي ٿو، قَدْ أَفْلَحَ مَنْ زَكَّاهَا (الشمس – 9) ”تہ بيشڪ اهو مراد کي پهچي ويو جنهن نفس کي پاڪ ڪيو.“ انهيءَ مان صوفي، همت افزائي حاصل ڪري ٿو. وَقَدْ خَابَ مَنْ دَسَّاهَا (الشمس – 10) ”۽ بيشڪ اهو بي مراد ٿيو جنهن ان کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو.“

وَأَمَّا مَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهِ وَنَهَى النَّفْسَ عَنِ الْهَوَى O فَإِنَّ الْجَنَّةَ هِيَ الْمَأْوَى O (النزعات 40 –41)

”۽ جو شخص، پنهنجي پاليندڙ جي سامهون بيهڻ کان ڊنو هوندو ۽ پنهنجي نفس کي خواهش کان روڪيو هوندائين، تہ بيشڪ جنت ئي ان جي رهڻ جي جاءِ آهي.“ انهيءَ حڪم کان متاثر ٿي پنهنجي نفس سان جهاد ڪري ان کي لغام ڏنو هوندائين. يَاأَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ O ارْجِعِي إِلَى رَبِّكِ رَاضِيَةً مَرْضِيَّةً O فَادْخُلِي فِي عِبَادِي O وَادْخُلِي جَنَّتِي O (الفجر 27 کان 30 تائين)

"(۽ ايمان واري ماڻهو کي چيو ويندو تہ) اي اطمينان وارا نفس!
پنهنجي پالڻهار ڏي موٽي هل، جو تون ان کان راضي هجين ۽ هو توکان راضي
هجي. پوءِ منهنجي ٻانهن ۾ داخل ٿي وڃ ۽ منهنجي جنت ۾ داخل ٿي وڃ" ۽ إِنَّ
صَلَاتِي وَنُسُكِي وَمَحْيَـاي وَمَمَاتِي لِلّٰـهِ رَبِّ الْعَـالَمِينَ (الانعام 162) "بيشڪ
منهنجي نماز ۽ منهنجي قرباني ۽ منهنجو جيئڻ ۽ منهنجو مرڻ جهانن جي
پالڻهار الله لاءِ آهي، جي آب حيات ٿيي هٿي ٿو، ۽ صِبْغَةَ اللّٰهِ وَمَنْ أَحْسَنُ مِنَ
اللّٰهِ صِبْغَةً وَنَحْنُ لَهُ عَابِدُونَ (البقره - 138)

"(۽ الله پنهنجي دين جي رنگ سان، اسان کي رڱيو آهي ۽ رڱڻ ۾ الله
کان وڌيڪ چڱو ڪير آهي ۽ اسين سندس ئي عبادت ڪندڙ آهيون.") ۽ الله جي
رنگ ۾ رڱجي وڃن ٿا ۽ پوءِ انهن تي نہ خوف آهي ۽ نہ اُهي غمگين ٿيندا - وَلاَ
خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُونَ (البقره - 112) اُهي اُتي هميشہ محفوظ ۽ مطمئن
رهندا. بَلَى مَنْ أَسْلَمَ وَجْهَهُ لِلّٰهِ وَهُوَ مُحْسِنٌ فَلَهُ أَجْرُهُ عِنْدَ رَبِّهِ وَلاَ خَوْفٌ عَلَيْهِمْ
وَلاَ هُمْ يَحْزَنُونَ (البقره - 112) "ائين نہ آهي بلڪ جنهن پنهنجو مُنهن الله جي
تابع ڪيو ۽ اُهو چڱا ڪم ڪندڙ هجي تنهن لاءِ سندس پالڻهار وٽ سندس اجر
آهي ۽ نہ انهن تي ڪو ڊپ آهي ۽ نہ اُهي غمگين ٿيندا."

قرآن ڪريم جي حڪمن تي عمل ڪرڻ ۽ حضور عليه الصلواة والسلام
جن جي سُنت جي پيروي تي پابند رهڻ، اصل تصوف جو بنياد آهي ۽ حضرت
مخدوم سرور نوحؒ جي فيض جو سرچشمو بہ اهوئي آهي. هن ڪتاب "راحت
الروح" جي پڙهڻ ۽ پروڙڻ سان، حضرت مخدوم سرور نوحؒ جن جي تعليم و
تربيت ۽ سندن عرفان مان اصلاح وٺندڙن کي ڪافي ڪجهہ حاصل ٿي سگهي
ٿو. موجوده دور جي دنياوي جاه و جلال ۽ ظاهري ڏيکاءُ، نفساني خواهشن ۽
دنياوي مال ۽ مڏين جي شوق کي اوليت ڏيڻ، اهو ثابت ڪيو آهي تہ باطني ۽
روحاني راحت مفقود ٿي ويئي آهي ۽ انسان طرحين طرحين جي عذابن ۽
مشڪلاتن ۾ مبتلا آهي. روشن خيالي ۽ جديديت، محض هن دنيا جي بي بقا
۽ فنا پذير سامان جي هٿ ڪرڻ ۽ ان ۾ پاڻ کي غرق ڪرڻ جو نالو نہ آهي.
بلڪ انسان کي پنهنجي اندر جي ڪثافت ۽ ميراڻ کي، الله تعاليٰ جي ذڪر ۽
حضور عليه الصلواة السلام جي سنت جي پيروي ڪري، ان کي منور ۽ روشن
ڪرڻ ۾ آهي. جو تہ غفلت ۽ بي پرواهي ۾ رهڻ سبب، ايندڙ هميشہ واري

زندگيءَ جي تباهہ ۽ برباد ٿيڻ جو انديشو پيدا ٿيو آهي. حضرت مخدوم نوح سرورؒ جو اهو ئي پيغام آهي جيڪو "راحت الروح" ۾ شامل آهي. حافظ شيرازي پڻ چوي ٿو تہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن جهڙي ذات پاڪ جڏهن حامي آهي تہ پوءِ هن امت کي مايوس ٿيڻ نہ گهرجي ۽ سندن پيروي کي قائم رکي، قرآن ڪريم کي پنهنجو وسيلو بنائڻ گهرجي:

ايدل ار سيل فنا بنياد هستي برڪند

چون ترا نوح ست ڪشتيبان ز طوفان غم مخور

گرچہ منزل بس خطرناڪ ست و مقصد نا پديد

هيچ راهي نيست ڪو را نيست پايان غم مخور

"حافظا" در ڪنج فقرو خلوت شبهاي تار

تابود وردت دعاءِ و درس قرآن غم مخور

(يعني: اي دل! جيڪڏهن پوڻ تنهنجي وجود جي بنياد کي پاڙ کان ئي پٽي ڇڏي، (انسان فنا ٿي وڃي) پر جڏهن تہ تنهنجي ٻيڙيءَ جو ملاح نوح عليہ السلام آهي تہ طوفان جو غم نہ ڪر. مطلب تہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي ذات بابرڪات تنهنجي ڪشتي بان آهي تہ غم نہ ڪر. جيتوڻيڪ منزل نهايت خطرناڪ آهي ۽ مقصد اوجهل آهي پر ڪوبہ اهڙو رستو نہ آهي، جنهن جو آخري ڇيڙو نہ هجي، (ان ڪري) غم نہ ڪر.

اي "حافظ"! فقر جي ڪنڊ جي تنهائي ۽ اونداهين راتين ۾، جيستائين تنهنجي لڳاتار دعائن جو وِرد ۽ قرآن جو درس جاري آهي تہ غم نہ ڪر.)

**ڊاڪٽر گل حسن لغاري**

ڳوٺ محمد علي لغاري - ٽنڊو ڄام

21- ذوالحج 1326هہ / 22- جنوري 2006ع

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمدلله وکفيٰ والسلام عليٰ عباده الذين اصطفيٰ. اللهم صل عليٰ سيدنا محمد وعليٰ آل سيدنا محمد وبارک وسل م.

انسان جي هدايت لاءِ الله تعاليٰ جي رحمت کي جڏهن جوش ايندو آهي، تڏهن سندن رهبري ۽ رهنمائي لاءِ هڪ اهڙو ماڻهو موڪليندو آهي، جو انهن کي سندن پالڻهار جي يادگيري جو وسريل سبق اچي ياد ڏياريندو آهي ۽ دين اسلام جي مقرر ڪيل رستي تي هلڻ جي هدايت ڪندو آهي، اهڙي بلند شان ۽ عظيم المرتبه انسان کي شريعت جي زبان ۾ پيغمبر يا مرسل جو معزز لقب عطا ڪيو ويندو آهي.

انساني ذات جي سُڌاري ۽ رهبريءَ لاءِ هن زمين جي تخت تي مرسلن جي اچڻ جو سلسلو زماني جي ابتداءَ کان هلي اچي، حضرت شفيع المذنبين سيدنا محمد رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جن تي ختم ٿيو يعني تہ: سندن وجود مسعود تي ڪمالات انساني ۽ زباني نعمتون ختم ٿي ويون ۽ دين الاهي پوري طرح تڪميل ۽ بلاغت کي پهچي ويو. رسول الله ﷺ جن کان پوءِ جيتوڻيڪ ڪوبہ پيغمبر دنيا ۾ اچڻو ڪونہ آهي، ۽ نڪو ايندو. مگر دين جي تجديد ۽ شريعت جي سڌاري لاءِ الله تعاليٰ جيئن بني اسرائيل جي قوم ۾ وقت بوقت نبي موڪليندو هو، تيئن هن امت ۾ علماءَ رباني جو هڪ گروهہ موڪليندو رهيو آهي، جو بدعات جي پکڙجڻ ۽ مشرڪانہ رسومات ڦهلجڻ وقت، هو امت اسلاميہ کي سنت جي صراط مستقيم تي هلڻ جي هدايت ڪندا ايندا آهن. اهڙن رهبرن، ڪاملن عالمن ۽ عارفن بابت هڪ حديث شريف ۾ ارشاد آهي تہ: ”إِنَّ اللَّـهَ يَبْعَثُ لِهَذِهِ الْأُمَّةِ عَلَى رَأْسِ كُلِّ مِائَةِ سَنَةٍ مَنْ يُجَدِّدُ لَهَا دِينَهَا“ (ابوداؤد) (يعني تہ الله تعاليٰ هن اُمت جي هدايت لاءِ هر سوٴ سال جي چوٽيءَ (پڇاڙيءَ) تي هڪ مجدد کي موڪليندو آهي، جو امت لاءِ دين کي سڌاريندو آهي).

تاريخ جي ورق گرداني ڪجي ٿي ته امت ۾ حضور انور ﷺ جي زماني
کان پوءِ اسان کي سوين بلڪ هزارين مجدد دنيا جي مختلف حصن ۽ پاڳن ۾
اسلام جي خدمت ڪندي نظر اچن ٿا. جي پنهنجي پنهنجي وقت ۾ دين جون
خوب خدمتون ڪري ۽ وارو وڄائي ويا آهن. جن جا تذڪرا ۽ ڪارناما اڃا
سوڌو تاريخ جي صفحن تي ثابت آهن. هن وقت اسان جو سنڌ ديس ملڪ
جيتوڻيڪ علمي يا عملي يا روحاني حالتن جي نقطهٔ نظر کان بلڪل پُٺتي پيل
نظر اچي ٿو. مگر ڪو اهڙو وقت به هو جو خود هن مردم خيز ملڪ کي مجددن
پيدا ڪرڻ جو فخر حاصل رهيو آهي. مير علي شير قانع ٺٽوي "تحفة الڪرام"
۾ مولانا مخدوم محمد هاشم ٺٽوي کي پنهنجي وقت جو مجدد لکيو آهي.
اهڙيءَ طرح نواب المحدثين سيد صديق حسن خان اتحاف النبلاء ۾ شيخ محمد
حيات سنڌي مهاجر مدني کي مجدد عصر لکيو آهي. اهڙيءَ طرح سان، ڪن
ماڻهن جو سنڌ جي ڪن ٻين بزرگن جي خدماتِ اسلاميه تي نظر ڪندي تجديد
دين جو گمان وڃي ٿو. وَمَا ذَلِكَ عَلَى اللّٰهِ بِعَزِيزٍ.

مگر جيتري قدر حديث جي شارحن ۽ عامً مؤرخن اسلام کي جياريندڙ
۽ مجددن جا اوصاف لکيا آهن، انهن کي جيڪڏهن سامهون رکي، وري سنڌ
جي مشهور اولياء صاحب الفيض والفتوح غوث الحق حضرت مخدوم نوح عليه
الرحمة جي حالات زندگيءَ تي ڌيان ڏجي ٿو، ته جديد دين واري خلعت بلڪل
سندن قد مبارڪ تي پوري بيهي ٿي ۽ بي اختيار دل کين مجدد جي لقب سان
ياد ڪرڻ لاءِ مجبور ٿئي ٿي. اوهان کي هن ڪتاب پڙهندي معلوم ٿيندو ته
حضرت مخدوم صاحب بدعات کي ختم ڪرڻ ۽ سُنت جي جيارڻ ۾ جيڪا
سرگرم ڪوشش ورتي، سا بيشڪ کين مجدد دين جي لقب سان مستحق بڻائي
ٿي. سنڌ ۾ هزارين ماڻهو سندن فيض کان مالامال ٿيا ۽ سوين خانقاهون
يادِ الاهيءَ لاءِ قائم ٿيون، جن جا نقش ۽ آثار اڃا تائين ملڪ جي مختلف
حصن ۾ موجود آهن. سنڌ جي ايڏي وڏي ولي ڪامل ۽ مرشد اڪمل جي مقدس
زندگيءَ جي احوال ۽ سندن رُشد و هدايت جو سنڌي زبان ۾ هجڻ هڪ نهايت
ضروري امر آهي، جنهن مان نه فقط سنڌ جي مردان خدا جي يادگيري ۽ ذڪر
نزول رحمت الاهي جو سبب بڻجي ٿي، پر ان مان هي به وڏو فائدو آهي ته، اسان
جي سنڌ ملڪ جي تاريخي حيثيت مردم خيزيءَ واري لحاظ موجب بڻي ڪنهن

ملڪ ڪان، ڪنهن بہ صورت ۾ گهٽ نہ آهي. مون کي مدت کان حضرت مخدوم صاحب جن جي حالات جمع ڪرڻ جو خيال هو، پر "ڪُل امر مرهون باوقاتها" جي سچي مقولي موجب اهو خيال پردهٔ التواء ۾ رهندو آيو. آخر هن سال جڏهن خاڪسار کي جناب فيضماب مولانا پير مخدوم ميان غلام حيدر صاحب خلف الرشيد حضرت سراسر ڪرامت و برڪت حامل الواء دين متين حضرت مخدوم ظهير الدين صاحب دامة فضائلہ وفواضل سجاده نشين، پانزدهم (پندرهون) درگاه شريف هالا نوان جي خدمت باسعادت ۾ سندن طلب ڪرڻ تي شرف ملاقات جو حاصل ٿيو، تڏهن وري ساڳي منهنجي پراڻي ارادي جو ٻيهر تذڪرو ٿيو. حضرت مولانا صاحبزاده موصوف حضرت غوث الحق مخدوم نوح سرورؒ جي حالات پاڪ لکڻ لاءِ بندي کي ارشاد فرمايو. انهيءَ حڪم جي تعميل منهنجي پراڻي ارادي جي تڪميل جو باعث بڻي. بسم الله تعاليٰ پڙهي قلم هٿ ۾ ڪنيم. تبليغ اسلامي جي سفر واري حالت ۾ هيءُ مقدس رسالو نالي "راحت الروح" تذڪره مخدوم نوح لکي ختم ڪيم.

هن رسالي جي لکڻ وقت جن ڪتابن مان مدد ورتي ويئي، انهن جي فهرست تمام ڊگهي آهي. مگر گهڻو مدار، هيٺين ڪتابن تي هو:

(1) "سفينة النوح" - اهو ڪتاب حضرت مخدوم صاحب جي حالات ۾ اسان جي مخدوم غلام حيدر صاحب دام فيضه جو فارسي زبان ۾ لکيل آهي، جو تمام گهڻن مختلف رسالن مان وڏي محنت سان گڏ ڪري، تاليف فرمايو اٿن.

(2) "دليل الذاڪرين" - اهو قلمي رسالو ڪِرم خورده (اڌوهي کاڌل) مون کي راٽيپور مان پنهنجي هڪ دوست وٽان هٿ آيو، جو مخدوم صاحب جي حالات ۾ بي نظير رسالو آهي. بروقت مؤلف[1] جي نالي جي واقفيت نہ ٿي سگهي.

(3) "ڪئوس فخريہ" - اهو رسالو ٿوري قير گهير سان، ائين ڇئجي تہ، "دليل الذاڪرين" جو اختصار آهي.

(4) "سراج العارفين" - جنهن جو مؤلف غلام رسول صديقي هالائي آهي ۽ اهو ڪتاب مستقل طور تصوف ۽ رشد ارشاد جي باب ۾ تصنيف ٿيل آهي، جنهن ۾ پڻ حضرت مخدوم صاحب جن جي متعلق ڪيترا نقل ۽

---

[1] سندس مؤلف حاجي فقير پنهور آهي. (مخدوم غلام حيدر صديقي)

حڪايتون آهن ۽ اهو ڪتاب بہ محترم صاحبزاده مخدوم پنهنجي ڪتاب "سفينة النوح" سان گڏ مون کي هن ڪتاب لکڻ لاءِ امداد طور عنايت ڪيو هو. ان کان سواءِ رسالہ "انيس الفقراء" ۽ رسالہ "فتحيہ"[1] فارسي، از: مخدوم فتح محمد ۽ "ارشاد الطالبين" پيش نظر رهيا. الله تعاليٰ جل شانہ کان منهنجي دعا آهي تہ منهنجي هن تاليف کي قبوليت جو درجو عطا فرمائي ۽ آخرت ۾ صالحن جي جماعت ۾ حشر ڪري ۽ سيدنا محمد رسول الله ﷺ جي شفاعت ڪبريٰ نصيب ڪري ۽ منهنجي دوستن ۽ احبابن کي دين ۽ دنيا جي ابتلا (مصيبت، رنج ۽ سختي) ۽ آزمائش کان مامون، امن ۽ مصئون (حفاظت) رکي. (آمين)

**دين محمد وفائي**

مقيم ٺلاه شريف

ضلعو لاڙڪاڻو

---

[1] هن رسالي جو سنڌي ترجمو، تحقيق ۽ حواشيءَ سان مولانا سعيد احمد پنهور صاحب، محترم قاضي شوڪت علي صاحب هالا پراڻا، جن جي ڪوشش ۽ معاونت سان ڪيو آهي، جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪري رهيو آهي. (ڊاڪٽر گل حسن لغاري)

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمَانِ الرَّحِيمِ

# نسب ۽ قوميت

اسلام جي آفتاب اُڀرڻ کان پوءِ، عرب ملڪ جا ڪيترا قبيلا، سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا، جن ۾ خليفہ اول حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي اولاد، اسان جي ملڪ ۾ ڪثرت سان آباد ٿي ۽ اهو خاندان سنڌ جي مختلف شهرن ۾ نهايت عزت ۽ اڪرام سان قديم دور کان وٺي گذاري رهيو آهي. سنڌ جي مشهور اولياءَ ڪامل ۽ عارف اڪمل غوث الحق حضرت مخدوم نوح صاحب الفيض والفتوح جو خاندان نسبتاً سنڌ جي صديقي خاندان ۾ هڪ روشن خاندان آهي، جنهن نسبت سان هن وقت تائين هالن جو شهر، سنڌ جي گهڻن ڳوٺن تي فخر ۽ مُباهات ڪري رهيو آهي. اسان جي بزرگ حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جن جي نسب جو سلسلو مختلف مؤرخن جيڪو پنهنجي ڪتابن ۾ درج ڪيو آهي، اهو هن ريت آهي: حضرت مخدوم لطف الله عرف مخدوم نوح پٽ مخدوم نعمت الله پٽ مخدوم محمد اسحاق پٽ مخدوم شهاب الدين پٽ مخدوم فخر الدين. انهيءَ فخرالدين کي فخر الدين صغير بہ سڏيو وڃي ٿو، اهوئي بزرگ انهيءَ خاندان جو پهريون ماڻهو آهي، جو هالن جي شهر مان هڪ دفعي سير سياحت جي ارادي سان لانگهائو ٿيو. جنهن تي هالن جي قوم ڪيس رهڻ لاءِ ڏاڍي منت سماجت ڪري رهائي وڌو ۽ پاڻ هميشه لاءِ اتي سڪونت پذير ٿي رهيا. مخدوم فخر الدين صغير جون ڪرامتون ۽ فضيلتون پنهنجي وقت ۾ ڏاڍيون مشهور هيون ۽ انهيءَ زماني جا ماڻهو ڪيس عظيم الشان ارادتمنديءَ سان پيش ايندا هئا. ”دليل الذاڪرين“ وارو لکي ٿو تہ: ”هڪ دفعي مخدوم فخر الدين صغير نماز پڙهڻ جي ارادي سان مسجد ڏانهن آيا ٿي تہ رستي ۾ هڪ ٻير جي وڻ

سان سندن دستار مبارڪ اٿڪي پئي، جنهن تي پير ڏانهن نهارپائون، جو قدرت الاهي سان پير انهيءَ وات کان هنجي پري ٿي پيلي."

انهيءَ بزرگ جو مقبرو هالا شهر جي ڏکڻ طرف آهي. مخدوم فخرالدين صغير پٽ مخدوم عزيزالدين پٽ مخدوم قاضي اسماعيل پٽ مخدوم فخر الدين انهيءَ کي مخدوم فخر الدين ڪبير (وڏو) ڪري سڏيندا آهن. پهريائين اهو بزرگ پنجاب جي شهر ڪوٽ ڪروڙ مان سنڌ جي شهر بوبڪن ۾ اچي رهيو. ظاهري ۽ باطني علومن جو وڏو عالم فاضل ۽ عارف ڪامل هو. بوبڪن ۾ ئي وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ٿيو. ڪن جو چوڻ آهي ته سيوهڻ ۾ حضرت مخدوم سيد عثمان لعل شهباز قلندر جي متصل دفن ٿيو. والله اعلم.

چاڻڻ گهرجي ته انهيءَ مخدوم فخر الدين کي ٻه فرزند هئا. هڪ قاضي اسماعيل، جنهن جو نالو مٿي اچي چڪو آهي ۽ ٻيو حضرت قاضي برهان الدين، جنهن جو فرزند مخدوم مير ڪلان هو. مخدوم قاضي اسماعيل بوبڪن جو "قاضي" مقرر ٿيو ۽ ان کان پوءِ سندس اولاد ۾ قضا جو عهدو هلندو آيو ۽ انهيءَ خاندان ۾ ڪيترا طبيب ۽ جفار پيدا ٿيا، جي گهڻي وقت تائين ورثي طور انهن علومن جا وارث ٿيندا رهيا ۽ هالن جو خاندان به سندس ئي اولاد مان آهي.

باقي مخدوم قاضي برهان الدين جي اولاد مان هڪ نامور بزرگ ٿي گذريو آهي، جنهن کي مير ڪلان[1] جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو ۽ انهيءَ مير ڪلان جو مقبرو لاهور جي شهر ۾ زيارت گاهه عام و خاص آهي. فخر الدين ڪبير پٽ شيخ ابوبڪر ڪتانيءَ[2] جو. اهو بزرگ شمس الدين جي نالي سان به مشهور هو ۽ اهوئي عرب ملڪ مان اچي ڪوٽ ڪروڙ ۾ مقيم ٿيو ۽ شيخ بهاءُ الحق زڪريا ملتاني غوث العالم جي ڏاڏي قاضي عليءَ جو همعصر ۽ هم وطن هو.

---

[1] مير ڪلان بابت صاحب گنجينة الاولياءُ ۾ لکي ٿو ته سندس نالو اسماعيل هو. جو مخدوم عثمان لعل شهباز جو همعصر هو. سنڌ مان لاهور وڃي رهيو ۽ پوئتان سندس بي بيءَ کي حمل هو. جنهن مان هڪ فرزند عبدالوهاب نالي پيدا ٿيو. جنهن جو مقبرو حيدرآباد سنڌ جي قلعي جي ٻاهران آهي. مگر "خزينة الاصفياءُ" جي مؤلف: مفتي غلام سرور لاهوري ان جي بر خلاف لکيو آهي. هو مير ڪلان جي حالات ۾ لکي ٿو ته هو قوم ڪوڪر پنجاب جو رهاڪو ۽ جهانگير بادشاهه جو همعصر هو. چڻ ته حضرت مخدوم معظم جي وڏي صاحبزاده سجاده نشين هم زمان هو. مير ڪلان جي دروازي تي جيڪو قطع تاريخ لکيل آهي، ان مان ظاهر آهي ته هن سال1085هه ۾ وفات ڪئي آهي. تاريخ هي آهي:

شنو تاريخ آن درياء معني ڪه عمرش گشت در عشق خدا صرف
دل و جان ڪرد قربانِ الاهــي ڪــ اسماعيل ثاني بود بي حرف (ايڊيٽر: غلام حيدر صديقي)

ڪوٽ ڪروڙ هن وقت ديري غازي خان جي ضلع ۾ مشهور شهر آهي، جتي اڃا تائين ڪيترا خاندان رهن ٿا. هن وقت جيتوڻيڪ هو (يعني ديره غازي خان) سنڌ کان ٻاهر آهي، پر قديم جاگرافيءَ ۾ اهو شهر سنڌ ۾ داخل هو.

ڪوٽ ڪروڙ ۾ پنجن پيرن جون مشهور مزارون آهن، جن مان: (1) حضرت شيخ ابوبڪر ڪتانيءَ جي آهي، (2) حضرت شيخ قاضي عليؒ (3) حضرت احمدؒ (4) حضرت شيخ جلال الدينؒ. باقي پنجين بزرگ جو نالو ڪٿي به نظر نٿو اچي.

"دليل الذاڪرين" حضرت ڪتانيؒ بابت لکي ٿو ته: شيخ ابوبڪر قُدوَه و اُسوه ايشان و مرشد زمان و زمانيان بود. (يعني حضرت ابو بڪر ڪتانيؒ پنهنجي بزرگي جي رتبي ڪري، پنهنجي زماني ۾ زماني جي ماڻهن جا پيشوا مرشد هئا.)

شيخ ابوبڪر ڪتانيؒ پٽ شيخ اسماعيل پٽ شيخ اسماعيل پٽ شيخ عبدالوهاب پٽ شيخ نصير الدين ابوالقاسم پٽ شيخ سراج الدين پٽ شيخ خير الدين عرف منير الدين پٽ فخر الدين محمد.

فخر الدين محمد پٽ عبدالله. انهيءَ عبدالله کي ٻيو هڪ پٽ به هو، جنهن کي شيخ ابوالنجيب عبدالقادر سهروردي سڏيو ويجي ٿو. جيڪو شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جو چاچو ۽ مرشد به هو ۽ سهروردي[1] طريقو انهيءَ ڏانهن منسوب آهي. سن 663 هجريءَ ۾ وفات ڪيائون. شيخ ابو النجيب عبدالقادر سهروردي پٽ شيخ محمد عمويه پٽ شيخ رضي الدين سعد پٽ شيخ حسين پٽ شيخ قاسم پٽ شيخ نضر پٽ عبدالرحمان پٽ قاسم[2] پٽ محمد پٽ عبدالرحمان پٽ يار غار رفيق رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم في العسر واليسار المؤمنين عبدالله ابوبڪر صديق بن ابو قحافه عثمان رضي الله عنهم اجمعين.

صاحب 'سفينة النوح' لکي ٿو: ته هڪ دفعي حضرت ابوبڪر صاحب الفيض والفتوح حضرت مخدوم نوح عليه الرحمة جن پنهنجي سلسلهٔ نسب جي

---

[1] شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جو نسب عام مؤرخن هن ريت لکيو آهي، شهاب الدين عمر بن محمد بن عبدالله بن محمد عمويہ بن سعد بن حسين بن قاسم بن نضر بن عبدالرحمان بن قاسم بن محمد بن عبدالرحمان بن ابي بڪر الصديق رضي الله عنه. شيخ شهاب الدين 539هه ۾ ڄائو ۽ 663 ۾ وفات ڪيائين. (مؤلف)

[2] اهو قاسم آهي جو امام جعفر صادق جو نانو ۽ مرشد مديني جي وڏن ستن فقيهن مان هو. "دليل الذاڪرين" ۾ جيتوڻيڪ کيس مديني مان شمار ڪيو اٿس ۽ ان هوندي به قاسم بن محمد جي بجاءِ ابوالقاسم لکي هڪ افسوسناڪ غلطي ڪئي اٿس. (مؤلف)

وڏن جا نالا مبارڪ مٿئين ريت بيان فرمائيندي آخر ۾ حضرت ابوبڪر صديق
رضي الله عنه تائين رسايا ۽ پنهنجي هڪ فرزند کي فرمايائون ته انهن نالن کي
قلمبند ڪري ڇڏيو. شيخ بهاؤ الدين دلقپوش پنهنجي رسالي ۾ مولانا
عبدالغفور کان، انهيءَ مخدوم زاده عبداللطيف کان، انهيءَ مخدوم جمال کان
نقل ڪيو آهي (۽ اهو مخدوم جمال مخدوم فخر الدين ڪبير جي اولاد مان
هو) ته مان حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليه الرحمة جن کان ٻڌو، جو پاڻ
فرمايائون ٿي ته هڪ دفعي ڪشف جي حالت ۾ حضرت صديق اڪبر رضي الله
تعاليٰ عنه کان پڇا ڪيم، ته مان برابر اوهان جي اولاد مان آهيان، جنهن تي
پاڻ فرمايائون ته هائو، تون منهنجي پٽ عبدالرحمان جو اولاد آهين. وڌيڪ
مخدوم صاحب ائين به فرمايو، ته مون کي حضرت رسول اڪرم ﷺ جن به
پنهنجي نسبت ۽ قرابت جي خوشخبري ٻڌائي آهي. (دليل الذاڪرين)

## ولادت باسعادت:

حضرت مخدوم صاحب جن جي ولادت باسعادت کان اڳ ئي ڪن
بزرگن عارفن سندن پيدا ٿيڻ جون پيشگويون ۽ اشارا ڪيا هئا، جيئن ته عارف
پرڪيه ڪاتيار چيو هو ته مخدوم نعمت الله هالائي جي گهر ۾ هڪ فرزند
لطف الله نالي ڄمندو، جنهن کي دائمي حق تعاليٰ جي ديدار جي دولت نصيب
هوندي. اهڙيءَ طرح صاحب "دليل الذاڪرين" لکي ٿو، ته مخدوم صاحب جي
والد جي مسجد ۾ هڪ گمنام فقير رهندو هو، جو سندن بي انداز تعظيم
تڪريم ڪندو رهندو هو. آخر هڪ ڏينهن انهيءَ فقير مخدوم نعمت الله جي
تعظيم ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪئي ۽ پنهنجا ٽپڙ ڪٽي روانو ٿيڻ لڳو، انهيءَ بابت
پڇيو ويو ته فرمايائين ته، نعمت الله جي نراڙ ۾ جيڪو نور هو، سو نڪري ٻئي
طرف ويو ۽ اهو جلد هڪ فرزند جي صورت ۾ دنيا ۾ جلوه گر ٿيندو ۽ اسان جو
هاڻي هت ڪم ڪونهي ۽ اهو فقير بلڪل گم ٿي ويو. اهڙيءَ طرح حضرت
صاحب وصل و وصال، حضرت مخدوم بلال عليه الرحمة پنهنجي خليفي سيد
حيدر شاهه لکياريءَ کي پڻ مخدوم صاحب جي آمد بابت ارشاد فرمائي
امانت طور ڪجهه اٿو ڏيئي ڇڏيو هو، ته جڏهن اهو مرد هت تو وٽ اچي ته تون
کيس اهو اٿو ڏج. (قاعدو آهي ته اهل الله هڪ ٻئي لاءِ تبرڪ ڏيندا وٺندا آهن)
پوءِ جڏهن حضرت مخدوم صاحب لکياري جي ڳوٺ ويا، تڏهن سيد حيدر شاهه

اهو امانت رکيل اٿو، سندن حوالي ڪيو. حضرت مخدوم صاحب جي مشهور خليفي عثمان عصار کان نقل آهي تہ سندن چاچو درويش حسو ڪنيگر، جيڪو مجذوب، صاحب الاختيار هو ۽ سندس عمر هڪ سؤ ورهين کان بہ مٿي ٿي چڪي هئي. انهيءَ هڪ دفعي مڪاشفہ جي طريقي سان معلوم ڪيو تہ، سندس ملاقات ۽ بيعت حضرت مخدوم نوح صاحب جن سان ٿي چڪي آهي، ۽ هو دست بوسيءَ جي سعادت کان مشرف ٿي چڪو آهي، جنهن ڪري اهو درويش هالن ۽ ٽوڙي جي ديهہ ۾ انهيءَ مرد جي ڳولا ۾ رات ڏينهن سرگردان رهندو هو تہ مڪاشفي ۾ جيڪو مرد ڏيکاريو ويو آهي، اُن سان ڪنهن بہ صورت ۾ ملاقات ڪئي وڃي. پوءِ، جڏهن هڪ دفعي مخدوم نعمت الله رحمة الله عليہ تي نظر پيس تہ سندس پيرن تي ڪري پيو ۽ ساري ماجرا مٿس کُلي پئي.

اوليائن جي اها پيشگوئي، جنهن جو باخبر ۽ اهل دل کي انتظار هو، سا پيشگوئي رب تعاليٰ جي طرفان ثابت ٿي. يعني غوث الحق حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمة هالن جي شهر ۾ 27 - رمضان المبارڪ سنہ 911هہ جمعة الوداع رات تولد ٿيا. سندن والد مخدوم نعمت الله پنهنجي انهيءَ فرزند سعادتمند سڳوري جو نالو "لطف الله" رکيو، جو اڳتي هلي صاحب الفيض و فتوح مخدوم نوح جي نالي سان مشهور ٿيو. صاحب "سفينة النوح" نقل ڪري ٿو، تہ هڪ دفعي پاڻ پنهنجي نالي جي بدلجڻ بابت فرمايائون، تہ جيتوڻيڪ حقيقت ۾ فقير جي پيءُ ماءُ "لطف الله" نالو رکيو هو، پر "نوح" نالو منهنجو الله تعاليٰ رکيو ۽ ان ۾ اهڙي طاقت رکيائين جو "لطف الله" وارو اسم بلڪل ماڻهن کان وسري ويو. هاڻي تہ زمين آسمان وارن وٽ منهنجو "نوح" ئي نالو آهي. انهيءَ ساڳئي ڪتاب ۾ نقل آهي، تہ مخدوم صاحب جن جي ولادت کي اڃا هفتو مس گذريو هو، تہ پاڻ پينگهي ۾ بانگ اچڻ کان بعد صاف لفظن ۾ فرمايائون: لا الـہ الاالله لا نعبد الاياه مخلصين لہ الدين. پينگهي ۾ گفتگو ڪرڻ بابت ڪيترن اوليائن ڏانهن قصا ۽ واقعا منسوب آهن. قدرت جي تصرفات کان اها ڳالهہ ڪا بعيد نہ آهي. مخدوم صاحب جن جا وڏا ڇئن پيڙهين کان هالن ۾ پئي رهيا. ڇئن جو تہ مٿي ذڪر ٿي آيو تہ فخر الدين صغير پهريان اچي هالن ۾ رهيو، ان کان پوءِ سندس فرزند مخدوم شهاب الدين، ان کان پوءِ سندس فرزند مخدوم اسحاق. سندس پٽ مخدوم نعمت الله

جو جناب حضرت غوث الحق[1] جو والد آهي اهي سڀ هالن جا سڪونت پذير هئا. مخدوم صاحب جي والده ماجده بي بي راجي، لاکن جي قوم مان هئي ۽ سندن والده جي ماءُ يعني مخدوم صاحب جن جي ناني سگهوري وري سومرن جي قوم مان هئي. پاڻ فرمائيندا هئا تہ حضرت امام اعظم رضہ پڻ انهيءَ سومري قوم مان هو. (دليل الذاڪرين)

"سفينة النوح" مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت مخدوم صاحب جي والده ماجده جو نالو "بيبي سڪينه" هو، جا "امين" نالي هڪ زميندار، قوم انڙ جي نينگري هئي. مخدوم صاحب جن جي والد جي شادي 25 سالن جي ڄمار ۾ بنا ڪنهن پنهنجي ارادي جي، ميان امين انڙ جي خواهش موجب ٿي، ۽ شاديءَ جو سارو ڪم ڪار وڏيري حمل لاکي جي هٿان سرانجام ٿيو ۽ مخدوم صاحب جن جو ڳوٺ ٽوڙي نالي هالن جي ديهہ ۾ هو ۽ اها شادي، واڻ ويندي ٿي، جو عقد نڪاح بہ هالن جي هڪ سوناري ماڪوءَ جي گهر ۾ ٿيو. شب گذاري بہ اتي ٿي ۽ اتي ئي حضرت غوث الحق رح والده ماجده جي پيٽ ۾ سرجيو.

## نالا مبارڪ

جيتوڻيڪ مخدوم صاحب جو نالو مبارڪ پيءُ ماءُ جي پاران "لطف الله" ۽ خدائي نالو "نوح" صاحب الفيض والفتوح هو. مگر مخدوم معظم جن جي خاص خليفہ بهاؤ الدين دلقپوش جي رسالي ۽ سندن پوٽي مخدوم فتح محمد صاحب جي رسالي "فتحيه" ۾ وڌيڪ بيا نالا بہ ذڪر ڪيل آهن، جن بابت خيال ڪجي ٿو تہ اهي نالا يا القاب حضرت مخدوم نوح صاحب جي مخلص مريدن ۽ دوستن جا ڏنل يا رکيل آهن، جن جي ڪري هڪ طرف جيڪڏهن هنن بزرگن مخدوم صاحب جن سان پنهنجي محبت جو اظهار ڪيو آهي، تہ ٻئي طرف ان سان مخدوم صاحب جو شرف ۽ شان معلوم ٿئي ٿو. ڇو تہ ڪثرت القاب يا نالا بہ هڪ ماڻهوءَ جي ڪمال عزت ۽ عظمت جو دليل آهن. تبرڪ طور اهي نالا هيٺ ڏجن ٿا:

1. ولي (خدا جو دوست)
2. وصي (وصيت ڪيل سفارش)

---

[1] غوث الحق حضرت صاحب الفيض والفتوح مخدوم نوح عليہ الرحمة.

3. غوث (مدد ڪندڙ، ياوري ڪندڙ ۽ دانهن جي داد رسي ڪندڙ)
4. قطب (رهبر، هادي، پيشوا)
5. مرشد (رستو ڏيکاريندڙ)
6. عالم (ڄاڻندڙ)
7. عارف (معرفت وارو)
8. عامل (علم تي عمل ڪندڙ)
9. ڪامل (پهچ وارو)
10. فاضل (ڀلارو)
11. عاقل (ڏاهو)
12. صادق ( سچ و)
13. سالم (سڄو سنئون)
14. حامد (شڪرانو ڪندڙ)
15. قاسم (فيض ورهائيندڙ)
16. ثابت (پوري پير تي پائدار، استوار)
17. قائم (برقرار، محڪم)
18. ناصح (نصيحت ڪندڙ)
19. ناطق (سچ ڳالهائيندڙ)
20. واعظ (واعظ ڪندڙ)
21. نافع (ڀلائي ڪندڙ)
22. ناصر (شرعي ڪمن ۾ مدد ڪندڙ)
23. مراد (ارادو ڪيل، مقصود، منظور)
24. شاهد (سچ جي شاهدي ڏيندڙ، خاص، خدا جو چونڊيل)
25. باب (ڀلائي جو دروازو)
26. وجه (بزرگن جو منهن)
27. برهان (پڌرو)
28. حجة (دنيا تي حجت)
29. دليل (حجت، ثابتي، شاهدي)
30. داعي (الله ڏي سڏيندڙ)

31. جامع (شريعت، طريقت گڏ ڪندڙ)
32. واصل (الله جي رستي ڏي پهچائيندڙ)
33. ناظر (حقيقت ڏسندڙ، مشاهدو ڪندڙ)
34. حافظ (شرعي حدن تي نگاه رکندڙ)
35. سراج (ڏيئو)
36. شمس (سج)
37. قمر (چنڊ)
38. طاهر (پاڪ عادتن وارو)
39. مطهر (پاڪ، پاڪيزه)
40. قانع (ٿوري تي راضي رهندڙ)
41. راضي (الله جي ڪئي تي راضي رهندڙ)
42. مشفق (ٻاجهه ڪندڙ)
43. شافع (سفارش ڪندڙ)
44. معين (مددگار)
45. موحد (توحيد وارو)
46. امين (امانت وارو)
47. مومن (ايمان آڻيندڙ)
48. صدر (مٿي وهندڙ)
49. عادل (انصاف وارو)
50. متوسط (درميانو، وچٿرو)
51. نقير (اصلي، خانداني مرد)
52. ناصر (مدد ڪندڙ)
53. فقير (الله جو محتاج)
54. غني (ماڻهن کان بي پرواه)
55. فيض فياض (الله جي ذات وارو)
56. جمال (سهڻو)
57. ڪمال (ڪماليت)
58. جلال (وڏائي وارو)

59. خليل (خدا جو دوست)
60. جميل (سونهن)
61. مليح (سانورو، سهڻو، حسين)
62. خطيب (تقرير ڪندڙ)
63. نجيب (اشراف، خانداني)
64. شريف (شرف وارو، بزرگ)
65. عزيز (سڳورو)
66. لبيب (شيرين موهيندڙ)
67. لطيف (نازڪ، خوشخو، مهربان)
68. بشير (خوشخبري ڏيندڙ)
69. عشير (ياٺيندڙ، ويجهڙائپ ڏيندڙ)
70. منير (روشني ڏيندڙ، فيض پهچائيندڙ)
71. منور (نور وارو)
72. انور (تمام گهڻي نور وارو)
73. محبوب (پيارو)
74. معشوق (عشق ڪُلي)
75. مطلوب (گهُريل)
76. مخصوص (خاص الخاص)
77. محفوظ (بچايل حطاطت ڪيل)
78. مذڪور (بيان ڪيل)
79. مقبول (قبول پيل)
80. هادي (هدايت وارو)
81. مهدي (هدايت ڪندڙ)
82. فخري (اولياء فخر الدين جو)
83. قريشي، صديقي، مرشد المرسلين (مريد جو مرشد)
84. هادي المضلين (گمراهن کي هدايت ڪندڙ)
85. ارشاد الطالبين (طالب کي هدايت جو ڏس ڏيندڙ)
86. بدرقة السالڪين (سالڪن جو سونهون)

87. دليل المتحيرين (حيرت ۾ پوندڙن کي ثابتي ۽ شاهدي ڏيندڙ)
88. غياث الالمستغثين (فقيري راھ ۾ مريدن جي فرياد ٻڌندڙ، رهبري ڪندڙ)
89. سلطان العارفين (عارفن جو بادشاھ)
90. شمس الواصلين (پهتلن جو سج)
91. بدر الموحدين (الله جي توحيد مڃيندڙن ۾ چوڏهين جو چنڊ)
92. صدر الدنيا (دنيا ۾ مٿاهون)
93. صدر الدين (دين جي پيشوائي ۾ مٿاهون)
94. ضياء العالمين (جهانن جي روشني)
95. مقبول حضرت رب العالمين (جهانن جي پالڻهار جي درگاه جو مقبول)
96. محبوب سيد المرسلين (رسولن جي سردار جو پيارو)
97. مخدوم نوح، ولي الله
98. مخدوم نوح، حبيب الله
99. مخدوم نوح، باب الله
100. مخدوم نوح، لطف الله
101. مخدوم نوح، نعمت الله
102. مخدوم نوح، عطاءَ الله
103. مخدوم نوح، ظل الله
104. مخدوم نوح، هادي الله
105. مخدوم نوح، محو في رضاءِ الله
106. مخدوم نوح، فنا في الله
107. مخدوم نوح، اهل الله
108. مخدوم نوح، عبدالله
109. مخدوم نوح، لسان رسول الله
110. مخدوم نوح، نور الله
111. وصلي الله تعاليٰ عليٰ حبيبه سيدنا محمد عليه وآله واصحابه وسلم.[1]

---

[1] هي مٿيان اسماءِ گرامي ڪتاب "سفينة النوح" تان ورتل آهن. "دليل الذاڪرين" ۾ هي وڌيڪ نالا ڏيکاريل آهن: مخدوم نوح فتح الله، مخدوم نوح فيض الله، مخدوم نوح حجة الله. اهي ٽئي نالا "سفينة النوح" ۾ ذڪر نه ڪيا اٿس. (مؤلف)

# تعليم و ارشادات

ستن ورهين جي ڄمار ۾ پاڻ پنهنجي وقت جي مشهور عارف ڪامل مخدوم عربي[1] عرف شاهڏنو[2] وٽ قرآن شريف جي تعليم وٺڻ شروع ڪيائون. پاڻ ڪل 25 سيپارا قرآن شريف جا ياد پڙهيا هيائون. يعني ته آخر قرآن شريف کان ڪهف سورت تائين ۽ مهڙ کان ڏهه سيپارا. بس سندن اهو سمورو علم هو. پوءِ الله تعاليٰ جو وَهب، بخشش ۽ علومن جي پالوٽ ٿي جو قرآن داني مٿس بلڪل ختم هئي. ڪن روايتن ۾ ائين به آيو آهي، ته قرآن شريف جي هن پارن کان سواءِ 2 يا 3 ڪتاب فقهه جا به پڙهيا هيائون. پر پوءِ ته اڳتي جي علومن جا وارث ٿيا.

قرآن شريف پڙهڻ وارن ڏينهن ۾ هڪ وڏي ڄمار وارو طالب علم به مخدوم عربيءَ جي مسجد ۾ قرآن شريف پڙهندو هو. مخدوم صاحب جن انهيءَ ننڍڙي ڄمار ۾ نه فقط انهيءَ وڏي طالب علم کي لفظ ڏسيندا هئا، پر قرآن شريف جي اهڙي عمدي معنيٰ ڪندا هئا، جو اهو ٻيو طالب علم ٻڌي حيرت ۾ پئجي، چوندو هو ته هيءُ نينگر ڇا ڪري رهيو آهي، جو قرآن شريف جي فر فر معنيٰ ڪندو وڃي ٿو؟ هوڏانهن اڃا ڪيس پورا لفظ چوڻ نٿا اچن، مگر سندن قول آهي ته مون کي حضرت رسول الله ﷺ وٽان چار شيون عطا ٿيون آهن: پهريون، تلقين ذڪر، ٻيو قرآن شريف، ٽيون، بيان حديث، چوٿون، خواب جو تعبير. هن مان صاف ظاهر آهي ته مخدوم صاحب ڪنهن به ظاهري مرشد جي اڳيان زانو ادب ڪونه ٻيڪڙيو هو، بلڪ سڌو سنئون فيض، رسول الله جي حضور ۽ الله تعاليٰ وٽان حاصل ڪيو هيائين. جيئن ته صاحب "سراج العارفين" لکي ٿو ته: "حضرت مخدوم نوح قَدسُ سِره هيچ مرشد نگر فته اند و شب وروز بذڪر حق تعاليٰ

---

[1] مخدوم عربي ڪن روايتن ۾ اچي ٿو جدا شخصيت هو، جيڪو پڻ مخدوم شاهڏنو جو همعصر هو. هيءُ بزرگ عالم ۽ ڪامل هو. سندس مقبرو به مخدوم شاهڏنو سان گڏ آهي ۽ اڄ به سمورو قبرستان شاهه ديانه جي نالي سان مشهور آهي.

[2] وقت جو ڪامل عارف هو. هڪ جاءِ تي هڪ سؤ چاليهه ختما پڙهيا هيائين. شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو نانگ هو، ذات جو ڏيرو هو. جو قرآن شريف پڙهندو هو ته ٻڪي به اچي ٻڌڻ لاءِ جمع ٿيندا هئا. هن سنه 980هه ۾ وفات ڪئي. (مؤلف)

بودند". (حضرت مخدوم نوح قدس سره ڪوبہ مرشد نہ ورتو آهي ۽ رات ڏينهن الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ هوندا هئا.)

"مخدوم نوح رحمة الله تعاليٰ از فيضيابان مخدوم مولانا ابوبڪر هالڪندي است. ان جو مطلب آهي تہ محبتون ۽ ملاقاتون مولانا ابوبڪر سان رهيون هونديون، پر باقاعده حضرت مخدوم صاحب جن جو ڪوبہ ظاهر ۾ مرشد نہ هو."

شيخ دائود قيصري بہ خصوص الحڪم ۾ لکيو آهي تہ "قطب، ابدال، اوتاد، ولي". ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي خدمت ڪرڻ، يا مريد ٿيڻ جي تڪليف ڪاڻ ورتي. اهڙي طرح جناب حضرت غوث الحق مخدوم نوحؒ جو احوال آهي، جو ڪنهن بہ مرشد جي اڳيان محتاج نہ ٿيا. حضرت سيد عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ منهنجي جد امجد محمد مصطفيٰ ﷺ کان سواءِ بي ڪنهن بہ ماڻهوءَ سان قربت يا ويجهڙائي ڪانہ ٿي آهي. "انهار المفاخر" ۾ لکيل آهي تہ حضرت پير جيلانيءَ عام مريدن وانگي ڪنهن بہ مرشد وٽان ذڪر ۽ تلقين حاصل ڪانہ ڪئي هئي، بلڪ جن بہ مرشدن کين خرقۂ خلافت ڏڪايو، تہ جيئن تبرڪ لاءِ اهل حديث وارن وانگي هڪ ظاهري سلسلو بہ قائم رهي. هن مان ظاهر آهي تہ انسان پنهنجي مجاهدي، ذڪر ۽ شُڪر جي شغل سان بہ ڪماليت جي حد کي پهچي سگهي ٿو. شريعت جي پابندي ۽ اهل تصوف جي تصنيفات بہ، انسان کي دل جي صفائيءَ لاءِ گهڻو فائدو پهچائين ٿيون.

ٺٽي جي شهر ۾ هڪ دفعي جڏهن ڪانئس هڪ وڏي ڪچهري ۾ مرشد وٺڻ بابت سوال ڪيو ويو تہ پاڻ فرمايائون، تہ مان ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو مريد نہ آهيان، بلڪ منهنجي ارادت مندي سنئين حق تعاليٰ وٽان آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي: لَيْسَ لَهُمْ مِنْ دُونِهِ وَلِيٌّ وَلَا شَفِيعٌ. يعني: تہ نفس کي الله تعاليٰ کان سواءِ بيو ڪوبہ ولي ۽ شفيع ڪونہ آهي. (تحفة الڪرام).

"حديقة الاولياء" ۾ سيد عبدالقادر لکي ٿو، تہ مخدوم صاحب جن فرمايو تہ مان اڃا بلوغت جي حد کي ڪونہ پهتو هوس تہ ستن هزارن نور ۽ ظلمات جي پردن کان لنگهي ويس ۽ بلوغت کي پهتس تہ، "موتوا قبل ان تموتوا" جو سارو راز کُلي پيو. پوءِ جڏهن چوڏهن سالن جي ڄمار کي پهتا، حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ حضرت رسول الله ﷺ جن جو شرف زيارت حاصل ٿيُن ۽ حضرت صديق اڪبر

رضي الله تعاليٰ عنه ۽ حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جي فيض کان مشرف ٿيا. انهيءَ ريت اولياءُ الله جي اويسي گروه ۾ داخل ٿيا. حضرت شيخ فريد الدين "عطار" فرمايو آهي ته اويسي عارف ۽ الله تعاليٰ جي وچ ۾ ڪوبه واسطو ڪونهي. هو فقط ذڪر لا اله الاالله سان مشغول هوندا آهن. اويسي ولين جو مرتبو سينې اوليائن کان بلند ۽ بالاتر هوندو آهي.

اويسي طريقو: اويسي[1] نسبت آهي، جناب حضرت ابو عمر اويس بن عامر قرني قدس سره ڏانهن. جيئن ته حضرت اويس قرني بنا ديدار حضرت رسول الله ﷺ جن جي سندس پس غائبانہ محبت ۽ عشق ۾ ولايت جي درجي کي رسيو. تيئن اهي اولياءُ بہ اويس وانگي ظاهري پير جي هٿ وٺڻ کان سواءِ حضور جن جي محبت واري هنج ۾ پلجي بزرگي حاصل ڪن ٿا. "سراج العارفين" وارو صاحب لکي ٿو تہ: "و بسياري از مشائخ طريقہ در اول سلوک باين مقام بوده است چنانچہ شيخ ابوالقاسم گرگاني طوسي کہ بزرگوار سلسلہ مشائخ ابو النجيب نجم الدين ڪبري (وفات سال 618هجري) بايشان مي پيوند از طبقۂ شيخ ابوالخير اسد (وفات: سنہ 680 هجري) و شيخ ابوالحسن خرقاني (وفات: سنہ 425هہ) قدس سره اندر در ابتداءُ ذاکر آنان بودند وعلي الدوام اويس اويس گفتي."[2]

اهڙيءَ طرح حضرت غوث الحق مخدوم نوحؒ جن بابت بہ ذڪر آهي تہ ابتدائي وقت ۾ "لا اله الاالله" جي ذڪر سان گڏ اويس جو نالو گهڻو زبان تي آڻيندا هئا. حضرت اويس قرني شيخ فريد الدين "عطار" ۽ "سراج العارفين" جي عبارتن مان گمان ڪري سگهجي ٿو تہ حضرت اويس قرني شايد ڪنهن جي بيعت ڪانہ ڪئي هئي، مگر حقيقت ۾ ان ريت نہ آهي، ڇوتہ حضرت اويس قرني جي جيتوڻيڪ رسول الله ﷺ جن سان ملاقات ڪانہ ٿي هئي، مگر سندن وفات

---

[1] اويسي طريقي يا سلسلي متعلق ڏسو "رسالۂ اويسيہ" از: مخدوم محمد معين ٺٽوي. مترجم – نياز همايوني. شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهہ 2005ع 1426هہ.

[2] يعني گهڻا مشائخ شروع ۾ سلوڪ جي انهيءَ مقام تي رهيا آهن. جيئن تہ شيخ ابوالقاسم گورگاني طوس، جو مشائخ جي بزرگوار سلسلي ۾ ابو النجيب نجم الدين ڪبري (وفات: سنہ 618هہ) انهيءَ طبقي جي سلسلي ۾ انهن سان ڳنڍيل شيخ ابوالخير اسد (وفات: سنہ 680هہ) ۽ شيخ ابوالحسن خرقاني (وفات: سنہ 425هہ) قدس سره. ابتدا ۾ انهن جو ذڪر ڪندا هئا ۽ لڳاتار اويس اويس چوندا ها.

(نظرثاني ڪندڙ: ڊاڪٽر گل حسن لغاري)

حضرت عمر رضي الله عنه ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه کان پوءِ سندس ملاقات تصوف جي سلسلن مان اويسي سلسلي جو مالڪ آهي، سان ٿي ۽ هو پاڻ حضرت سيد الطائفة جنيد بغدادي (وفات: 7 - رجب المرجب 297 هجري) جيئن تہ مريد هو شيخ ابو جعفر حذاء جو ۽ اهو شيخ ابو عمر اصطخري جو ۽ اهو شيخ ابو تراب عسڪري بن محمد نخشبي جو (وفات: سنہ 245هہ) اهو شيخ ابو علي شقيق بلخي جو (وفات: سنہ 194هہ) اهو حضرت سلطان ابراهيم بن ادهم بلخي جو (وفات: 28 - جمادي الاوليٰ 166هہ) جو اهو حضرت موسيٰ بن يزيد راعي جو، اهو حضرت عمر اويس قرني يمنيءَ جو، ۽ اهو حضرت امير المؤمنين عمر بن خطاب جو (ابن لؤلؤي مجوسي ايراني گبر جي هٿان نماز پڙهندي شهيد ٿيو. پهرين محرم سنہ 23 هجري) ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه جو.

هن مان ظاهر آهي تہ جيڪي ماٿهو پنهنجي مرشدائي سلسلي سان حضرت جنيد بغداديءَ تائين پهچي، پوءِ اڳتي ڏيڪاريل سلسلي ۾ وڃي شامل ٿيندا، تہ انهن کي بہ "اويسي" چئي سگهبو. حضرت مخدوم نوح؆ يا ٻيا اولياء جيڪي بنا مرشد وٺڻ جي پنهنجي ڪمائيءَ سان ولايت ڪبريٰ جي مرتبي کي حاصل ڪري چڪا آهن. انهن کي "اويس" سڏڻ صوفياء ڪرام جو هڪ خاص اصطلاح آهي، نہ تہ جيئن هڪ گروهہ کي بہ "اويسي" چئي سگهجي ٿو، جن جو هاڻي ذڪر گذري آيو. چاڻڻ گهرجي تہ اويس قرني بابت رسول الله ﷺ خوشخبري ڏني هئي ۽ هو سندن حيات مبارڪ ۾ زندهہ موجود هو ۽ اويس قرني؆ بابت تاريخ ۾ آهي تہ صفين واري جنگ ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي لشڪر ۾ شريڪ هو، پوءِ اتي شهيد ٿيو يا گم ٿيو. اهو هڪ مشتبه واقعو آهي. اڪمال الرجال في اسماء الرجال جي متن جي عبارت هي آهي: فقتد بصفين سنة سبع و ثلثين. يعني تہ صفين واري لڙائيءَ ۾ سال 37هہ ۾ گم ٿي ويو. ڪيڏانهن گم ٿي ويو، ان بابت ڪابہ تاريخ وارن يقيني جاءِ مقرر ڪانہ ڪئي آهي. "سراج العارفين" وارو لکي ٿو تہ: از آنچہ مسافران بہ بحر و بر و کوه و تواتر باستماع رسيده و ميرسد و از اسلاف برحمت حق پيوستہ و عظام کالعظام گشتہ بعنعنه آنست کہ مظاهر قبر و مزار خواجه بزرگوار اويس قرني در جبال مرتفعه وامکنه معتدد از قديم الايام ظاهر و هويداست.

هن مان ظاهر آهي تہ حضرت اويس قرنيؓ جي ڪنهن هڪ هنڌ قبر ڪانہ آهي، پر مختلف جاين تي مقبرا موجود آهن. جيتوڻيڪ انهن جاين جو تفصيل ڪونہ ڏنو اٿس، پر حضرت اويس جي قبر بابت اسان جي سنڌ ديس ۾ جو واقعو مشهور هو، ان بابت "سـراجُ العارفين" واري هڪ دلچسپ تفصيل پيش ڪيو آهي، جيڪو سندس لفظن ۾ نقل ڪجي ٿو. فرمائي ٿو تہ:

"در قـرب هـالڪندي را مسـافرت بڪنيـم پـاس روزان روءِ دريـاءِ برڪوهستان نزديڪ قصبہ سن" سرڪار سيوستان از قرون ماضي مزار خواجہ برگزيده اخيار اويس قرني واقع ست ڪ مردم اطراف وجوانب بزيارت آن مراد فيض سند ميگردند خصوصاً بہ تاريخ شب نهـم شهر ذوالحج سر سال هر سال آنجاي شتابند.

هن عبارت مان ظاهر آهي تہ حضرت اويس قرنيؓ جو مقبرو سن جي لڳ ڪنهن جبل ۾ آهي. جنهن تي "سراج العارفين" جي مصنف جي وقت ۾ 9-ذوالحجة جي هر سال ميلو بہ لڳندو هو. باقي اهو ڪيئن يقين ٿئي تہ برابر سچ پچ اها حضرت اويس قرنيءَ جي قبر آهي، تنهن بابت اُن وقت جي علمائن ڪي ڏاڍو اختلاف هو ۽ ايندڙن ويندڙن ڪي روڪيندا هئا. جن علمائن انهيءَ قبر جي زيارت ڪان منع ڪئي تي، انهن مان قدوه اصحاب حال سالار قافله قال حضرت مخدوم بلاولؒ پڻ هو، جو سنڌ جي مشهور اولياءُ الله مان تي گذريو آهي. مخدوم بلاول صاحب فقہ[1] جي هن عبارت تي عمل هو تہ: "من زار القبر بغير ميت فهو ڪافر وامرأتہ بائنہً". يعني: جنهن سکڻي قبر جي زيارت ڪئي تہ اهو ڪافر آهي ۽ سندس زال ڪي بہ طلاق آهي. مخدوم بلاول صاحب ايندڙن ويندڙن ڪي انهيءَ قبر تي وڃڻ کان سختي سان روڪيندو هو. پوءِ مخدوم صاحب ڪي اوچتوئي اوچتو ٿلتي جي شهر ۾ مشاهدو ٿيو تہ سن وارو ڪوهستان سندس سامهون هو ۽ حضرت اويس قرنيؓ پنهنجي مزار مبارڪ مان ڏيکاري ڏني ۽ مخدوم بلاول کي فرمايو تہ: "روايت فقهاءِ بجاءِ خودست وما اينڪ در قبر خوديم". (سراج العارفين)

---

[1] ابو دائود ۾ اهڙي روايت آهي، جنهن مان صاف ظاهر آهي تہ سکڻي قبر جي زيارت ڪرڻ اسلام ۾ ڪبيره گناهہ آهي. مگر افسوس جو سنڌ ۾ سوين اهڙيون قبرون ملنديون، جي پوين ماڻهن فقط پئسن جي ڪمائڻ لاءِ ۽ پنهنجي گذران لاءِ ناهيون آهن، جن جي، سنڌ جا مسلمان نہ فقط زيارت ڪن ٿا، پر انهن کان مرادون ۽ مددون بہ گهرن ٿا ۽ هزارين شرڪ ۽ ڪفر جا ڪم ڪن ٿا. انا لله وانا اليه راجعون.

(مخدوم غلام حيدر صديقي)

انهيءَ مشاهدي ۽ ڪشف کان پوءِ مخدوم بلاول پنهنجي مريدن
شاگردن سميت تيار ٿي نڪتو ۽ سن جي شهر ۾ اچي پهتو. اتي هڪ نوجوان
سيد زادي حيدر شاه جي رهبريءَ ۾ حضرت خواجه اويس قرني رح جي مقبري تي
پهتو ۽ مقبري تي بيهي سلام ڇيائين[1]. وڏيڪ لکي ٿو ته گهڻي مدت کان پوءِ
اهو مقبرو بلڪل ڊهي ۽ منهدم ٿي ويو هو. مگر پوءِ سنڌ جي نامور حاڪم
مرزا شاه حسن[2] ارغون پٽ مرزا شاه بيگ ارغون (وفات: 12 - ربيع الاول
سنه 962هه) اهو مقبرو پنهنجي خرچ سان اڏايو ۽ سندس چوڌاري چوڌاري ديوارون
ٺهايون ۽ هڪ تلاءُ به ٺهرايو. جنهن مان گرميءَ جي ڏينهن ۾ ماڻهو تمام گهڻو
فائدو حاصل ڪري رهيا آهن. والله اعلم بحقيقة الحال.

## تلقين ڪلمه "لا الـه الاالله"

مخدوم غوث الحق تصوف جي سيني دستن (دستورن ۽ قاعدن) کي
ويڙهي فقط ڪلمه "لا الـه الاالله" جي تلقين ڪندا هئا. پوءِ جيڪو ماڻهو
ڪانئن بيعت وٺڻ ايندو هو. ته ان کي "ذڪر تهليل" ڏسيندا هئا. ته ان تي وڌ
رياضت ۽ هميشگي ڪري (يعني لڳاتار انهيءَ ذڪر جي عمل تي قائم رهي).
هڪ دفعي پاڻ فرمايائون ته مون کي جيتوڻيڪ جناب رسالت مآب ﷺ جن جي
درگاه مطهرات مان سڀ ڪنهن طريقي جي اجازت مليل آهي، مگر سنڌ
ظاهري متابعت موجب ڪلمي "لا الـه الاالله" جي تلقين ڪرڻ ئي اختيار ڪئي
اٿم (سفينة النوح)

ڪڏهن ڪڏهن استغراق ۽ محويت جي حالت ۾ پنهنجي سر جي خبر
ڪانه هوندي هئن. پر ان هوندي به هزارن ماڻهن کي فقط "لا الـه الاالله"
سيکاريندا رهندا هئا. سندن سيکارڻ جو هيءُ طريقو هوندو هو. جو هزارن
ماڻهن جي مجمع ۾ ويهي پنهنجي آڱر سان مٿي اشارو ڪري چوندا هئا:

[1] ٿي سگهي ٿو ته حضرت اويس قرني صحابي (تابعي) جي نالي سان مماثل بيرڪو ولي الله ۽ بزرگ
هجي جو ته اڄ به ماڻهو برڪت طور اويس قرني نالو رکندا آهن. (مؤلف)

[2] مرزا شاه حسن ارغون ترڪ گهراڻي جو سنڌ جو بادشاه هڪ جري مزاج ۽ درويش صفت ۽ وڏو عالم هو.
معقول ۽ منقول ۾ وڏي دسترس وارو هو. سن896هه ۾ ڄائو هو ۽ 66 ورهيه جي ڄمار ۾ فالج جي بيماريءَ
سبب 34 سال حڪومت هلائي سال 962هه - 1555ع ۾ وفات ڪيائين. پوئينر نه ڇڏيائين، تنهن ڪري هن کان
پوءِ حڪومت ترخان گهراڻي ڏانهن منتقل ٿي ويئي. مرزا جو لاش مڪي شريف ڏي ڪڻي ويا. (مؤلف)

"لا الـه الاالله" جنهن تي هزارن ماڻهن ۾ "لا الـه الاالله" جو غلغلو پئجي ويندو هو، ذڪر جي فضيلت ۾ فرمايو اٿن تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو صبح جي نماز کان پوءِ ايڪيتاليهہ دفعا "لا الـه الا الله" پڙهندو، ان کي ذاڪرن ۾ الله تعاليٰ جي دوستن ۾ لکيو ويندو، سندن چوڻ هو تہ ذاڪرن کي ٻـُک ۾ مجاهدي جي ضرورت آهي نہ تہ ولايت ۾ معرفت حاصل نہ ٿيندي، ذڪر ڪندڙن کي گهرجي تہ 30 ڏڪا اٽي جا رات ڏينهن ۾ کائي، انهيءَ وچ ۾ کير ۾ گيهہ نہ کائي ۾ ان ريت رات ڏينهن ذڪر ۾ ٻارهن سالن تائين مشغول رهي تہ ولايت جي درجي کي رسندو. پاڻ فرمايائون تہ جيڪو ماڻهو 12 هزار ڀيرا تهليل پڙهي ۾ ڇهہ هزار اسم جي وقت اسم 'هو' چوي تہ ان کي قلب جي صفائي ۾ سچائي جو جلوو پيدا ٿيندو. "لا الـه الاالله" جي معنيٰ ڪندي فرمايائون تہ انهيءَ اسم جو پهريون حصو نفي آهي، گويا ذڪر ڪندڙ غير جي عبادت کان توبہ ڪري رهيو آهي ۽ ان کان پوءِ "الاالله" چئي پنهنجي معبود جو گويا اثبات ڪري ٿو تہ گويا "لا الـه الاالله" ۾ توبہ ۽ ذڪر ٻئي گڏ آهن. گهرجي تہ "لا الـه" آهستي "الا الله" بلند آواز سان چوئي. پاڻ ذڪر ۾ ايتري قدر مشغول هوندا هئا، جو سندن مٿيون چپ مبارڪ هميشہ ذڪر ڪرڻ سبب ڇـُرندو رهندو هو. هڪ دفعي جو واقعو آهي جو حجم سندن چپن مبارڪن جا وار ڪتري رهيو هو ۽ دل ۾ عرض ڪيائين تہ اوهان هڪ لمحو چپ چورڻ کان روڪيو تہ مـُچون ڪـُتري وٺان، تہ غوث الحق جواب ڏنو تہ هڪ دفعي ڪنهن مجتهد امام (امام ابو حنيفہؒ آهي يا امام شافعيؒ) کان بہ حجام اهڙو سوال ڪيو هو، جنهن تي امام جواب ڏنو هو تہ تون جيڪڏهن سج يا آسمان کي حرڪت ڪرڻ کان روڪي سگهين تہ پوءِ مان بہ پنهنجي زبان ۽ چپن کي الله تعاليٰ جي ذڪر کان روڪي ڇڏيان. پنجن وقتن جي نماز ۾، فرضن ۽ سنتن کان پوءِ نفل ادا نہ ڪندا هئا، بلڪ ذڪر الاهيءَ ۾ مشغول رهندا هئا، نفلن لاءِ الڳ وقت ڪڍندا هئا. جڏهن سندن استاد مخدوم عربي ديانہ انهيءَ بابت کانئن سوال ڪيو، تڏهن پاڻ فرمايائون تہ نفلن ۾ اجايا سجايا اڇي خيال پون ٿا ۽ ذڪر انهن خيالن لاءِ روڪ ڪندڙ آهي، تنهن ڪري فرض نماز ۽ سنتن کان پوءِ ذڪر ۾ مشغول رهان ٿو. سندن حلقہ جماعت ۾ ڪي اهڙا ماڻهو هوندا هئا، جو "لا الـه الاالله" جي محويت ۾ پنهنجي جند جي بہ خبر ڪانہ هوندي هـُئن. بلڪ کائڻ ۽ سـُمهڻ جو بہ پتو

ڪونہ پوندو هون، صبح جي فرض پڙهڻ کان پوءِ اهڙا تہ ذڪر ۾ مستغرق ٿي ويندا هئا، جو ظُهر جي نماز لاءِ ڪين هوشيار ڪري هٿ کان وٺي نماز پڙهائي ويندي هئي. جيتوڻيڪ حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليه الرحمة ذڪر جي تلقين بغير عدد و حساب ڪندا رهندا هئا ۽ ڪنهن بہ واٽ يا طريقي جي تخصيص بہ ڪانہ هوندي هئي، مگر ان هوندي بہ سندن جماعت جي سلسلي وارن ڪتابن ۾ ذڪر ڪرڻ جون ڪي خاص واٽون بہ بيان ٿيل آهن. جيئن تہ ”رسالہ فتحيہ“ کان ”سفينة النوح“ وارو صاحب نقل ڪري ٿو تہ ذڪر جي ترتيب هن ريت آهي تہ پهريائين هڪ هزار ”لا الـه الاالله“، ٻيو هڪ هزار ”الاالله“، ٽيون هڪ هزار ”الله هو“، چوٿون هڪ هزار ”الله“، پنجون هڪ هزار ”هو“ پڙهندو رهي. اهو ذڪر اسر جي وقت يا صبح جي نماز کان پوءِ پڙهي يا شام جي نماز کان پوءِ، انهيءَ دائمي ذڪر کان پوءِ ڪنهن بہ حالت ۾ پنهنجي دل کي ذڪر کان خالي نہ ڇڏي، بلڪ پاس انفاس ڪندو رهي، جنهن جي ترتيب هي آهي تہ جڏهن ساهہ مٿي کڻي تڏهن چوي: ”لا اِلـه“ ۽ جڏهن اندر ڇڪي، تڏهن چوي ”الاالله“.

هڪ دفعي فرمايائون تہ: ”جيڪڏهن ڪو ماڻهو اسر ٽائين قبلي سامهون ٿي ٻئي ٻارهون پوئتان ٻڌي چاليهہ راتيون وضوءَ سان اڌ رات کان پوءِ زور سان ”لا الـه الاالله“ جي ذڪر سان اهڙو مشغول ٿئي، جيئن سندس دل ۽ جگر تي بہ زور پوي تہ ضرور سندس دل اهڙي صاف ٿي پوندي، جنهن ۾ يار جي ديدار جو جلوو ڏسي سگهندو.“ ڄاڻڻ گهرجي تہ سڀ ڪنهن طريقي ۽ تصوف وارن جو گهڻو ڪري معمول ”ڪلمہ تهليل“ ئي رهيو آهي. پوءِ سندس ذڪر ڪمائڻ جون واٽون مختلف آهن. اهو هڪ اهڙو ڪلمو آهي، جنهن جي برابر ڪوبہ ذڪر ڪونہ آهي، جيئن تہ هڪ حديث ۾ آيو آهي تہ حضرت موسيٰ عليه السلام کي الله تعاليٰ وٽان ارشاد ٿيو تہ جيڪڏهن آسمان ۽ جيڪي ڪجهہ منجهس آهي، اهو سڀ ساهميءَ جي هڪ پُڙَ ۾ رکيو وڃي ۽ ”لا الـه الا الله“ ٻئي ۾ رکجي ۽ تور ڪجي تہ ”لا الـه الاالله“ ڳرو ٿي پوي. رواه في شرح السنة عن ابي سعيد الخذري.

ارشاد الطالبين ۾ لکيل آهي تہ:

حضرت مخدوم غوث الحق جن تہ انهيءَ ڪلمي تي ايتري قدر معمول هو جو پاڻ هڪ دفعي مريدن کي انهيءَ ڪلمي پاڪ جي تلقين ڪري رهيا هئا

تہ هڪ شخص اچي سوال ڪيو، تہ مون تي قرض آهي، دعا ڪريو تہ ادا ٿئي، تہ پاڻ فرمايائون تہ وڃي "لا الـہ الاالله" پڙهہ، تہ مشڪل آسان ٿيندي. پاڻ فرمايائون تہ جيڪو ماڻهو چئن شرطن سان چاليهہ ڏينهن "لا الـہ الاالله" جي ذڪر ۾ مشغول ٿيندو، تہ اهو فاني في الله ٿيندو. چار شرط هي آهن:

(1) نہ کائڻ (2) نہ سُمهڻ (3) نہ ڳالهائڻ ۽ (4) اڪيلو رهڻ.

(انهيءَ ڪري ذڪر جو اثر زبان کان وٺي رڳن، سَنڌن، هَڏن ۽ گوشت تائين پهچندو، جنهن ڪري وار وار مان ذڪر جو آواز ايندو.)[1]

## قصيده

| | |
|---|---|
| 1. بگوي بجوئي و بدان لا الـہ الاالله | بجان و قلب و زبان لا الـہ الاالله |
| 2. بهر مڪان و بهرحال و بهر پشڪار | بهر دمي و تويخوان لا الـہ الاالله |
| 3. اگرچہ طرق الي الله بعدد انفاس است | قريب و اسهل دان لا الـہ الاالله |
| 4. بدانڪہ ثمره از ڪار قلب و روح و سر | بگير اصل کہ آن لا الـہ الاالله |
| 5. زِهر عبادت معبود افضل آمد ذڪر | ولي ز ذڪر بدان لا الـہ الاالله |
| 6. بقول مصطفوي دان کہ افضل الذڪر است | بيابگير همان لا الـہ الاالله |
| 7. هر آنچہ گفتہ پيغمبر ان بود با نطف | جملہ افضل دان لا الـہ الاالله |
| 8. بيابڪار بدل خويش تخم ايمان را | بيار صدق کہ آن لا الـہ الاالله |
| 9. چنانچہ صيقل زنگار ميبرد ز آهن | زدُوده زنگ دلان لا الـہ الاالله |
| 10. يقين شناس کہ هرچيز را بهاست ولي | بهاي جنت دان لا الـہ الاالله |
| 11. معين و حافظ گردد خداش در دو جهان | هر چو ڪرد ورد زبان لا الـہ الاالله |

1. چئو ۽ تلاش ڪر ۽ ڄاڻ تہ "لاالـہ الا الله"، پنهنجي جان، قلب ۽ زبان سان چئو: "لا الـہ الاالله".

2. هر هنڌ، هر حال ۽ هر ڪار ۾ هردم ۽ تويهہ جي طلب ۾ چئو: "لاالـہ الا الله".

3. جيتوڻيڪ اِليٰ الله (اسم ذاتي) جي دم پچائڻ جي طريقي ۾ تعداد مقرر آهي، (پر) الله جي قريب ٿيڻ جو آسان طريقو، "لاالـہ الاالله" جو ذڪر ٿي ڄاڻڻ گهرجي.

---

[1] واڌارو مخدوم غلام حيدر صديقي.

4. اهو سمجهڻ گهرجي تہ قلب، روح ۽ ان جي راز جو اصل ميوو (نتيجو) "لا الہ الا الله". جي ذڪر تي پائيدار رهڻ ۾ آهي.

5. معبود (الله تعاليٰ) جي هر عبادت ۾ سڀني ذڪر افضل آهي. ذڪر ۾ زياده فضيلت ۽ مقبوليت "لاالـہ الا الله". جي ذڪر کي سمجهڻ گهرجي.

6. حضورﷺ جن جي قول موجب، اهو ئي افضل الذڪر آهي.

اُچ ۽ انهيءَ ساڳئي ذڪر "لاالـہ الا الله" تي قائم رهہ.

7. جيڪي ڪجهہ پيغمبر اڪرمﷺ جن فرمايو آهي. اهو ئي پاڪ ۽ صاف آهي. (انڪري) سڀني (عبادتن جي) ذڪرن ۾ "لاالـہ الا الله" جي ذڪر کي افضل ڄاڻ.

8. ..........

9. جهڙي ريت لوهہ جي زنگ (ڪَٽَ) کي صيقل ڪري، چمڪايو وڃي ٿو اهڙي ريت دلين جي دونهاٽيل (ڪَٽَ چڙهيل) ڪاراڻ کي "لاالـہ الا الله" جو ذڪر مُنور (روشن) ڪري ٿو.

10. اهو يقين سان ڄاڻ تہ هر شيءِ جو اجورو (بَها) قيمت آهي، پر "لاالـہ الا الله". جو اجورو جنت آهي. (جنت جو اجورو يا قيمت "لا الہ الا الله" آهي)

11. جنهن بہ پنهنجي زبان تي "لاالـہ الا الله" جو ورد جاري رکيو، تہ ان لاءِ ٻنهي جهانن ۾ مددگار ۽ حفاظت ڪندڙ رب تعاليٰ جي ذات ٿيندي.

## قرآن داني ۽ علمي جواب

مٿي بيان گذري آيو آهي تہ جن علومن جو الله تعاليٰ حضرت مخدوم معظم قدس الله سره العزيز تي شرح (کوليو) ڪيو هو، انهيءَ مان قرآن شريف جو تفسير بہ آهي. جيتوڻيڪ اسان وٽ هن وقت غوث الحق صاحب الفيض والفتوح حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليہ جن جو بيان قرآني آيتن جا تفسير ڪما، حقہ موجود نہ آهن، [1] مگر تاريخ ۾ جنهن نموني ۾ ان بابت روايتون ۽

[1] حضرت مخدوم نوحؒ جي قرآن شريف جو فارسي ترجمو مرحوم مغفور مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي تحقيق ۽ تعارف سان سنڌي ادبي بورڊ سال 1987ع ۾ ڇپايو آهي. باقي مزيد تفسير هٿ نہ اچي سگهيو آهي. (داڪٽر گل حسن لغاري)

نقل موجود آهن، انهن کي ڏسندي هن مرد مولا جي قرآن دانيءَ تي نهايت حيرت ۽ عجب ٿو لڳي.

حضرت بابرکت صاحب الفيض والفتوح حضرت مخدوم نوح قدس الله تعاليٰ سره العزيز جن قرآن شريف جو تفسير طالب علمي جي زماني ۾ ئي ڪرڻ شروع ڪيو هو. پوءِ جڏهن اڪمل طريقي سان الله تعاليٰ کان اهو وهب (بخشش) ٿين ته سڀ ڪنهن ڪم ۽ قول لاءِ قرآن شريف جي آيت ئي پيش ڪندا هئا. آخر سندن انهيءَ تفسير دانيءَ جي ايڏي شُهرت ٿي، جو هڪ دفعي وقت جا وڏا وڏا علماءُ پنهنجي شاگردن سميت سندن خدمت ۾ آيا. ته هو ڪن متشابه آيتن جو اڃي تفسير حل ڪرائين. علمائن جي گروهه پهچڻ کان پوءِ، پاڻ فرمايائون ته اهو ڪم علمائن جو آهي ته قرآن شريف جي معنيٰ ڪن. پر پوءِ جڏهن انهن آيتن جو تفسير شروع ڪيائون ته سيئي عالم حيرت ۾ پئجي ويا. تقرير ڪندي 365 تفسيرن جا نالا ورتائون ته فلاڻي تفسير ۾ هن ريت آهي ۽ فلاڻي ۾ هن ريت. تنهن کان پوءِ طريقت ۽ حقيقت جون معنائون بيان فرمايائون، انهن تاويلن ۽ معنائن مان ڪي معنائون حاضر مجلس علمائن ڪي سمجهه ۾ آيون ۽ ڪي ته مورڳو ئي سمجهي نه سگهيا. پڇاڙيءَ ۾ علمائن دعا جي لاءِ عرض ڪيو ته اسان جي حق ۾ دعا فرمايو. پاڻ فرمايائون ته مان سورة "الحمد" پڙهان ٿو، اوهان آمين چوندا رهو. دعا ختم ٿي ته سيني علمائن جون دليون، علم معرفت سان معمور ٿي ويون ۽ سندن زندگيءَ جو مقصد حاصل ٿي ويو. انهيءَ مجلس ۾ مخدوم صاحب جن هي به فرمايو ته ڪي اهڙا فقير به آهن، جو جيڪڏهن ساري حياتي سورة "فاتحه" جو تفسير ڪندا رهن ته ڪڏهن به ختم نه ٿئي.[1]

تفسير: (1) اهڙي طرح هڪڙي دفعي سورة آيت صافات جي آيت: 96 "وَاللَّهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُونَ" جون ٽي سؤ سٺ معنائون بيان فرمايائون. ماڻهن کي جڏهن حيرت ورايو، تڏهن فرمايائون ته "علمني ربي" يعني ته پروردگار مون کي اهو علم سيکاريو آهي. فقير مٿي عارف کان نقل آهي، ته هڪ ڏينهن حضرت جناب مخدوم صاحب جن سورة "تبت يدا" جو تفسير 70 تاويلن ۽ معنائن سان فرمايو، جنهن ڪري ظاهر وارا بلڪل حيرت ۾ پئجي ويا. تڪوير

---

(1) هتي فقير مان مراد سندن ذات آهي، يعني مخدوم نوح رحه

آيت 8 "وَإِذَا الْمَوْءُودَةُ سُئِلَتْ" يعني جنهن وقت جيئري پوريل ڇوڪري کان پڇيو ويندو، انهيءَ جي تفسير ۾ فرمايائون تہ انهن نفسن کان جيڪي سواءِ ذڪر الله جي، اندر ٻاهر اچن وڃن ٿا، سوال ڪيو ويندو. تفسير ڪندي فرمايائون تہ سڀ کان وڏو ڏوهہ آهي: الله تعاليٰ کي وسارڻ ۽ محرويت کي چاهي ڏيڻ. هن سورة جي آية جو تفسير ڪيائون: يَاأَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا لَا تُلْهِكُمْ أَمْوَالُكُمْ وَلَا أَوْلَادُكُمْ عَنْ ذِكْرِ اللَّهِ وَمَنْ يَفْعَلْ ذَلِكَ فَأُولَئِكَ هُمُ الْخَاسِرُونَ (المنافقون آيت - 9) "اي ايمان وارؤ! نہ ڪي اوهان کي پنهنجا مال ۽ پنهنجا اولاد، الله جي ياد ڪرڻ کان غافل ڪن، ۽ جيڪي ائين ڪندا سي ئي نقصان پائڻ وارا آهن." وڌيڪ فرمايائون تہ ذڪر جو مقام سڀ کان مٿاهون آهي، بلڪ لامڪان آهي. جيڪڏهن اهو امڪان نہ هجي ها تہ ڪجهہ بہ نہ هجي ها. ڇوتہ الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي ۽ نہ ڪي هو ۽ نہ ڪي هوندو. سڀ شيون ڪجهہ بہ نہ آهن. سيد محمد عارف ابن سيد شاهہ خير الدين شاهہ بکريءَ کان نقل آهي تہ هڪ دفعي مخدوم صاحب جن جي مسجد ۾ اهل دل جو مجمع هو. آيت "فَاسْتَقِمْ كَمَا أُمِرْتَ" (جهڙي نموني تنهنجي تعمير ڪئي ويئي آهي. انهيءَ نموني سان اُتي ئي مضبوط رهہ). جو تفسير فرمايائون. جنهن تي مسجد جو هڪ ٿنڀ ڪليو ۽ قادر ذوالجلال جي قدرت سان برزبان حال چوڻ لڳو. تہ اسان بہ ڪائيون گڏ پيدا ٿيون سين، جن مان مون سڌائي اختيار ڪئي، جنهن جو اهو نتيجو نڪتو جو مسجد جو ٿنڀ ٿي پيس ۽ ٻي منهنجي پاسي واري ڏنگي ٿي، آخر انهيءَ کي ڪپي جدا جدا ڪري مختلف جائين ۾ موڪليائون.

(2) شيخ محمود فخري، جو وقت جو وڏو عالم هو، هڪ دفعي آيت "الرَّحْمَانُ عَلَى الْعَرْشِ اسْتَوَى" جون ڇوڏنهن معنائون مختلف تفسيرن مان لکي، مخدوم معظم جي خدمت ۾ کڻي آيو ۽ آزمائش طور مخدوم صاحب جن کي پڙهي ٻڌايائين. پوءِ تہ برابر ٽي مهينا مخدوم صاحب جن جي خدمت ۾ ايندو رهيو ۽ پاڻ سڀ ڪنهن ڏينهن ڪيس جدا جدا معنائون سمجهائيندا رهيا ۽ هو عالم لکندو رهيو. رسول الله ﷺ جن کان صحابين، تابعين، تبع تابعين ۽ بزرگان دين جيڪي بہ معنائون ڪيون هيون، سڀ ٻڌايائونس، شيخ محمود فخريءَ کي ڪجهہ بہ اُن بابت ياد نہ رهيو.

(3) هڪ دفعي حضرت مخدوم جعفر بوبڪائي جڏهن ٻڍو ٿـ مخدوم نوح ؒ جن قرآن پاڪ جي آيتن جون معنائون تمام گهڻن زاوين سان بيان ڪن ٿا. تڏهن پنهنجي شاگردن سميت سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ آيت ڪريم "قُلْ اللّٰهُمَّ مَالِكَ الْمُلْكِ" جي تفسير ٻڌڻ جي خواهش ڏيکاريائين. مجلس ۾ ويهڻ شرط مخدوم معظم جن يارنهن معنائون ڪيون. پوءِ چيائون تـ جيڪڏهن هڪ هفتو برابر ان جي معنا ڪجي تـ بـ پوري ڪانـ ٿيندي. انهيءَ آيت جي تفسير جي سلسلي ۾ مخدوم معظم جن فرمايو تـ: تعز من تشاءَ بمحبة الفقراء[1] وتذل من تشاءَ ببغض الفقراء. يعني تـ: جنهن کي الله تعاليٰ عزت وارو ڪرڻ گهرندو تـ ان جي دل ۾ اولياء الله جي محبت وجهندو آهي ۽ جنهن کي خوار ۽ ذليل ڪرڻ چاهيندو آهي تـ اولياء الله جي عداوت ان جي دل ۾ وجهندو آهي. ان کان پوءِ مخدوم جعفر[2] رخصت وٺي هليو ويو.

(4) هڪ دفعي ڪانئن روح ۽ نفس بابت پڇيو ويو تـ ڪهڙيون شيون آهن. پاڻ فرمايائون تـ الله تعاليٰ فرمايو آهي ت ه: قُـلْ الـرُّوحُ مِـنْ أَمْـرِ رَبِّـي. يعني تـ روح امر[3] جي عالم مان آهي. اجسام سان هن جو ڪو تعلق ڪونـ

---

[1] فقير صوفين وٽ انهيءَ کي چئبو آهي، جنهن کي الله تعاليٰ کان سواءِ ٻي ڪا گهر ڪانـ هجيس ۽ ان جي ملڻ کان سواءِ ڪڏهن بـ ڳولا کان بس نـ ڪري ۽ هن جي اها نشاني آهي تـ ظاهري، ڪوبـ اسباب هن وٽ ڪونـ هوندو. فقط الله الله ڪندو رهندو. الله تعاليٰ فرمايو آهي تـ: يَاأَيُّهَا النَّاسُ أَنْتُمُ الْفُقَرَاءُ إِلَى اللّٰـهِ وَاللّٰهُ هُوَ الْغَنِـيُّ الْحَمِيدُ (سورة فاطر آيت 15 پ 22) (اي انسانو! اوهين الله جا محتاج آهيو ۽ الله ئي بيپرواهـ آهي) اوهان الله تعاليٰ آڏو محتاج آهيو. حديث ۾ آيو آهي تـ فقير اُن کي نـ چئبو آهي، جو ماڻهن وٽان گداگري ڪري ڪائي ۽ پنندو وتي، پر فقير اهو آهي جو ڪجهه بـ هجيس يا نـ هجيس پر سوال نـ ڪري، ڪنهن کان بـ مدد نـ گهرندو، ڇوتـ اها سندس غير مولا جي محتاجي آهي.

سرڪشي با بندگان ذوالجلال

دان ڪـ دارنـــد وجود تو ملال. (مؤلف ۽ ڊاڪٽر گل حسن لغاري)

[2] "تحفة الڪرام" ۾ هيٺيون نقل آندو اٿس: گويند روزي مخدوم نوح فرمود خدارا بن چشم ديدم مخدوم جعفر گفت باين چشم نديده باشد بايدڪـ جهة معائنـ اين معني برگاه چنين حالت شمارا نجادمي فرمايند با چشم را بـ بندد دران حالت اگر رويت خدا باقي ماند يقين دانند ڪـ آن چشم نـ اين چشم است و آن رويت نـ اين رويت مخدوم اين را امتحان فرمود گفت. اگر نمي بود جعفر، نوح مي شد ڪافر. (مؤلف)

[3] "جامع اصول الاولياء" ۾ لکيل آهي تـ: انساني روح جي حقيقت عالم ارمان آهي. منطق وارن وٽ هو ڳالهائيندڙ نفس آهي، پر اهل دل وٽ هڪ جوهر نوراني ۽ حقيقت روحاني جو نالو آهي. الله تعاليٰ جي ذات صفات جو مظهر آهي. هن کي انهيءَ علم کان فقط انسان بدن ۾ روڪي رهيو آهي، نـ تـ هو سڀ ڪجهه پروڙي سگهي ٿو. هن مان ظاهر آهي تـ اولياءُ الله جي اولين تحقيق روح بابت جيڪا ٿيل آهي، مخدوم صاحب جن جي بلڪل هو بهو ساڳي آهي. (مؤلف)

آهي. جنهن جو ڪجهه بيان ڪيو وڃي پر. جيڪو ماڻهو لا الـه الا الله
ايترو مشغول ٿيندو. جو هر حالت ۾ اهو آواز سندس وات مان نڪرندو رهي ۽
پاڻ کي بلڪل فاني ڏسي ته پوءِ صفات باري تعاليٰ جي مشاهدي سان گڏ روح
جي حقيقت تي پڻ واقف ٿيندو. ازان سواءِ فرمايائون ته روح انسان جو عجب
آهي يعني: انسان ۽ روح مڙئي هڪ شيءِ آهي ڪو فرق ڪونه آهي. روح هڪ
وڏو راز آهي، جنهن تي اولياءُ الله تعاليٰ جا واقف ٿي سگهن ٿا ۽ بس.

## صوفين جا پنج خلوت خانا يا خانقاهون

(5) حضرت صاحب الفيض والفتوح ڪامل مڪمل حضرت مخدوم نوح
قدس الله تعاليٰ سره العزيز جن کان علم غيب جي پنجن ڪُنجين (ڪوشن
زاوين، خانقاهن) بابت سوال ڪيو ويو ته ڪي اهڙا فقير به آهن، جو انهن جون
خبرون به ڏين ٿا. هوڏانهن قرآن شريف ۾ آيو آهي ته: إِنَّ اللَّهَ عِنْدَهُ عِلْمُ السَّاعَةِ
وَيُنَزِّلُ الْغَيْثَ وَيَعْلَمُ مَا فِي الْأَرْحَامِ وَمَا تَدْرِي نَفْسٌ مَاذَا تَكْسِبُ غَدًا وَمَا تَدْرِي
نَفْسٌ بِأَيِّ أَرْضٍ تَمُوتُ. يعني: ته "الله تعاليٰ وٽ قيامت جو علم آهي ۽ مينهن
وسڻ جو ۽ جيڪي ڳڀ ۾ آهي، اهو ڄاڻي ٿو ۽ ڪنهن نفس کي هيءَ سُڌ نه آهي
ته هو سڀاڻي ڇا ڪندو ۽ ڪهڙي ملڪ ۾ مرندو."

پاڻ فرمايائون ته آيت ۾ لفظ "نفس" جو ذڪر آهي، جنهن کي ڪا سُڌ
ڪانه ٿي پوي، پر روح الڳ آهي. فقير جيڪي چوندا آهن، سندن روح چوندو
آهي نه نفس، ڇوته هو نفس واري حالت کان مٿي چڙهيل آهن ۽ انهن عادتن سان
موصوف ٿي چڪا آهن.

(6) **"معرفت"**: حضرت بابرڪت صاحب الفيض والفتوح ڪامل مڪمل
حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جي خدمت ۾ عرض ڪيو ويو ته حبيب ۽
خليل ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ پاڻ فرمايائون ته خليل کي هيءَ انتظار هوندو آهي
ته دوست ڪجهه مون کي چوي، ته اهو ڪم ڪريان. مگر حبيب کي ڪجهه
خيال ڪونه هوندو آهي. بلڪ رهندو دوست کي خيال هوندو آهي ته حبيب
ڪجهه چوي ته ان جي تعميل ڪئي وڃي. انهيءَ مهل حضرت مخدوم معظم
رحمة الله عليه جن پنهنجي هٿ کي ڇنڊڪو ڏئي فرمايو ته حبيب کي فقط هيءَ
آرزو هوندي آهي ته پنهنجي دوست کان ڪجهه نه گهري.

(7) فقه: هڪ شخص پنهنجي زال کي بدبخت چيو. جنهن تي ظاهري علمائن چيو ته انهيءَ مرد تي شرعي طور ڪجهه به لازم نه ايندو. پر جڏهن حضرت مخدوم معظم جن جي خدمت ۾ پهچي ڪانئن اهو سوال پڇيو ويو ته فرمايائون ته: مسلمان کي بدبخت نه چوڻ گهرجي. ڇو ته اها ڪافر جي صفت آهي. جو بدبخت جو عربيءَ ۾ ترجمو آهي شقي ۽ شقي. قرآن شريف ۾ ڪافر کي سڏيو ويو آهي: فَأَمَّا الَّذِينَ شَقُوا فَفِي النَّارِ لَهُمْ فِيهَا زَفِيرٌ وَشَهِيقٌ. ان ڪري پاڻ حڪم ڏنائين ته انهيءَ مرد کي گهرجي ته هو پنهنجي زال سان نئين نڪاح ڪري.

(8) هڪ شخص پنهنجي زال کي ڪُنو چٽيندي ڏٺو ته چيائين ته جيڪڏهن تو ٻيو دفعو ڪُنو چٽيو آهي ته توکي طلاق آهي. انهيءَ قسم يا انجام کان پوءِ ٻئي دفعي مڙس ڏٺو ته برابر وري به زال ڪُنو چٽي رهي آهي. جنهن تي ظاهري علمائن طلاق جي فتويٰ ڏني. حضرت مخدوم معظم جن جي خدمت ۾ اهو واقعو پيش ڪيو ويو ته پاڻ فرمايائون ته: طلاق ڪانه پوندي، ڇو ته مرد طلاق لاءِ شرط وڌو هو ته: جيڪڏهن ڪُنو چٽيندي، پر زال ڪُني مان هٿ پري چٽي رهي هئي، نه ڪنو چٽي رهي هئي. تنهن ڪري طلاق پوڻ نه گهرجي.

(9) حضرت بابرڪت مخدوم معظم رحمة الله عليه جن کان تڪبير اوليٰ جي ثواب ۽ سندس حد بابت سوال ڪيو ويو. جواب ۾ فرمايائون ته: جڏهن امام "الله اڪبر" چئي پورو ڪري ته اها تڪبير اوليٰ جي حد آهي، يا امام "سبحانڪ اللهم" پڙهي رهيو هجي، يا امام "الحمدلله" پڙهندو رهي يا اجا امام پهرين رڪعت ۾ بيٺو آهي، پر اجا رڪوع نه ڪيو اٿس ته اها تڪبير اوليٰ آهي ۽ ان حد تائين شريڪ ٿيڻ ۾ تڪبير اوليٰ جو ثواب ملندو. آخر ۾ اٿين به فرمايائون ته جيستائين امام سلام نه ورايو آهي، تيستائين نماز ۾ شريڪ ٿيڻ سان تڪبير اوليٰ جو ثواب فوت نه ٿو ٿئي.[1]

(10) حديث: ڪنهن ماڻهوءَ حضرت مخدوم معظم رحمة الله جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته هينئين حديث تي عمل ڪرڻ بلڪل محال آهي، ڪوبه ماڻهو ان جي جوابداريءَ کان ڇُٽي نٿو سگهي. حديث ۾ آهي ته "لَا يُؤْمِنُ أَحَدُكُمْ حَتَّى يُحِبَّ لِأَخِيهِ مَا يُحِبُّ لِنَفْسِهِ" يعني: ته اوهان مان ڪوبه تيستائين پوري ايمان

---

[1] اصل تڪبير اوليٰ آهي: امام سان گڏ الله اڪبر چوڻ يعني گهران نڪتو تڪبير اوليٰ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ پر مسجد ۾ پهچڻ تائين نماز اڪٿي نڪري ويئي ان ڪري نيت وارو ثواب تڪبير اوليٰ جو ملندو.

وارو ناهي، جيستائين پنهنجي مؤمن ڀاءُ لاءِ اها شيءِ پسند ڪري، جيڪا پاڻ لاءِ پسند ڪري ٿو. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته انهيءَ حديث تي عمل ڪرڻ بلڪل ممڪن آهي، جو ته مهمان کي اها شيءِ ڪارائتي آهي، جيڪا پاڻ کي به پسند هوندي آهي، بلڪ مهمان لاءِ گهڻو ڪري ماڻهو ايثار ڪري ٿو ۽ ان کي عمدو کاڌو ڏئي ٿو، جنهنڪري هو هن کي پنهنجي نفس کان به وڌيڪ دوست رکي ٿو، تنهنڪري هرهڪ کي انهيءَ حديث تي عمل ڪرڻ آسان آهي.

(11) **حقيقت:** هڪ طالب عرض ڪيو، ته حقيقت ڇا آهي؟ جواب ۾ فرمايائون ته جيڪا شيءِ به تنهنجي خيال ۽ وهم ۾ اچي، حق کي انهيءَ کان پاڪ ۽ بَرتر ڄاڻج، نه آسمان ۾، ۽ نه زمين ۾، ۽ نه وري ڇهن ڪيس ڪنڊن ۾ ڀانئج. پوءِ فرمايائون ته: مؤمن جي دل الله جو عرش آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي ته "الرَّحْمَانُ عَلَى الْعَرْشِ اسْتَوَى". وڌيڪ دل جي حقيقت سمجهائڻ لاءِ هينيان فقرا پڙهيائون:

ان في جسد آدم لمضغة وفي المضغة فواد وفي الفواد قلب وفي القلب روح وفي الروح سر وفي السرخفي وفي الخفي اخفا وفي الاخفاء اَنَا. يعني: ته انسان جي بوتي ۾ ماس جو ٽُڪرو آهي ۽ انهيءَ ماس ۾ فواد آهي، فواد ۾ قلب آهي ۽ قلب ۾ روح آهي ۽ روح ۾ هڪ راز آهي ۽ راز پوشيده آهي ۽ انهيءَ پوشيدگي يا لِڪ ۾ وڌيڪ ٻيو پردو آهي ۽ انهيءَ وڌيڪ پوشيدگيءَ ۾ مان ٻوليندڙ آهيان.

(12) **معرفت:** هڪ شخص سوال ڪيو ته سلطان العارفين بايزيد بسطامي فرمايو آهي: ته الله تعاليٰ کي بايزيد جو احتياج آهي، باقي بايزيد کي خدا جو احتياج نه آهي، انهيءَ قول جي ڪهڙي معنيٰ آهي؟ فرمايائون ته لوهر جيترٽيڪ آئيني جو ناهيندڙ آهي، مگر وري به پاڻ ئي ان ۾ پنهنجي مُنهن ڏسڻ لاءِ محتاج آهي، نه آئينو لوهر جو محتاج آهي ۽ اها ئي معنيٰ آهي: سلطان العارفين جي قول جي.

(13) **شفاعت ۽ نجات:** هڪ دفعي ڪنهن عالم سگوري کي مسئلي شفاعت ۽ نجات بابت جواب ڏيندي فرمايائون ته حديث شريف ۾ آيو آهي ته: "سابقنا سابق ومقتصدنا ناج و ظالمنا مغفور." يعني: ته اسان مان نيڪين ۾ اڳرائي ڪندڙ اڳرو آهي ۽ اسان مان وچترو هلندڙ ڇُٽل آهي ۽ اسان مان گنهگار بخشيل آهي، پوءِ فرمايائون ته اهو حڪم انهن ماڻهن لاءِ آهي، جي

ڪنهن ولي ڪامل جي حد ۾ رهندا هوندا. جي لاءِ اهو پهريون ڪم الله تعاليٰ جي اذن
سان سفارش ڪندو. انهيءَ مسئلي جي سلسلي ۾ فرمايائون ته سورة "فاطر
آيت 32" ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي ته: "فَمِنْهُمْ ظَالِمٌ لِنَفْسِهِ وَمِنْهُمْ مُقْتَصِدٌ
وَمِنْهُمْ سَابِقٌ بِالْخَيْرَاتِ بِإِذْنِ اللّٰهِ" يعني ته ڪي انهن مان ڪي پنهنجي نفس
تي ظالم آهي ۽ ڪي انهن مان وچٿرو آهي ۽ ڪي انهن مان الله تعاليٰ جي
توفيق سان نيڪ ڪمن ۾ اڳڀرائي ڪندڙ آهي. انهيءَ آيت جي ٻي دفعا تلاوت
فرمائي. ورتي انهيءَ جي شاهدي ۾ تفسير طرح سورة "التوبه" آيت - 100 جي
هيٺين آيت پڙهيائون[1] :

وَالسَّابِقُونَ الْأَوَّلُونَ مِنَ الْمُهَاجِرِينَ وَالْأَنْصَارِ وَالَّذِينَ اتَّبَعُوهُمْ بِإِحْسَانٍ
رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوا عَنْهُ (توبه آيت - 100) يعني ته مهاجرن ۽ انصارن
مان (نيڪي ۾) اڳڀرائي ڪندڙ پهريان ۽ جيڪي سندن نيڪي سان تابع ٿيا،
الله تعاليٰ تن کان راضي آهي ۽ هو الله تعاليٰ کان راضي آهن.

فرمايائون ته اهو تفسير آهي سورة فاطر جي فقره "وَمِنْهُمْ سَابِقٌ بِالْخَيْرَاتِ"
جو. ٻيو فرمايائون ته سورة التوبه آيت - 102 ۾ آهي ته: وَآخَرُونَ اعْتَرَفُوا بِذُنُوبِهِمْ
خَلَطُوا عَمَلًا صَالِحًا وَآخَرَ سَيِّئًا عَسَى اللّٰهُ أَنْ يَتُوبَ عَلَيْهِمْ إِنَّ اللّٰهَ غَفُورٌ رَحِيمٌ
يعني: ۽ ٻيا اهڙا آهن جن پنهنجن گناهن جو اقرار ڪيو آهي انهن چڱا ڪم ۽ ٻيا
بڇڙا ڪم گڏي سڏي ڪيا آهن. اميد ته الله مٿن مهرباني ڪري. بيشڪ الله معاف
ڪندڙ نهايت رحم وارو آهي. (التوبه آيت - 102) فرمايائون ته اها آيت سورة فاطر
واري آيت جي فقره "وَمِنْهُمْ مُقْتَصِدٌ" جو تفسير آهي. اهڙيءَ طرح آيت وَآخَرُونَ
مُرْجَوْنَ لِأَمْرِ اللّٰهِ إِمَّا يُعَذِّبُهُمْ وَإِمَّا يَتُوبُ عَلَيْهِمْ (سورة توبه آيت 106) يعني ته ٻيا
الله جي حڪم جا اميدوار آهن ته يا انهن کي عذاب ڪري يا مٿن مهر ۽ ٻاجهه
ڪري. اهو تفسير آهي فقره "فَمِنْهُمْ ظَالِمٌ لِنَفْسِهِ" جو. ٻيو فرمايائون ته سورة "فاطر"
۾ جيڪو اجمال سان بيان آيو آهي ان جو تفصيل سورة "توبه" ۾ ڄاڻايو ويو آهي
مگر فرق فقط هيترو آهي ته فاطر جي اجمال جو "توبه" ۾ تفصيلي عڪس ڏيکاريو
ويو آهي يعني ته فاطر ۾ مسلمانن جا قسم ظالم کان شروع ڪري نيڪ ٻانهن تي
اچي ختم ڪيا ويا آهن ۽ "توبه" ۾ نيڪ ٻانهن کان شروع ڪري ظالم تي ختم
ڪيا ويا آهن.

[1] ٻيا 11، 12 ۽ 13 مضمون غلام حيدر صديقي پاران واڌارا آهن. (اداره)

# تعبير خواب

ملي جالاثي آبا آهيون ته صاحب الفيض والفتوح ڪامل مڪمل حضرت
مخدوم نوح رحمة الله عليه جن کي جن علومن ۾ قدرت جي طرفان ڏات
حاصل هئي، انهن مان تفسير قرآن کان سواءِ تعبير خواب به آهي ۽ [illegible]
تعبير خواب به پيغمبرن جي علمن مان هڪ علم آهي، سڀني ڪاملن کي ان
مان هڪ بهترين حصو نصيب ۾ مليو، حضرت بابرڪت مخدوم معظم جن
جن شين جو پاڻ تعبير فرمايو آهي، تن جو هيٺ اختصار سان بيان ڏجي ٿو.
باقي "رساله فتحيه" ۾ ڏسڻ گهرجي.

حضرت مخدوم معظم جن کان منقول آهي ته: (1) جيڪو ماڻهو خواب ۾ پاڻ کي نماز ۾ بيٺل ڏسي، ته ان کي دين متين تي پيهڪ نصيب ٿيندي، جيڪو پاڻ کي رڪوع ۾ ڏسي ته خلق ان ڏانهن رجوع ڪندي، جيڪو پاڻ کي سجدي ۾ ڏسي ته ان کي الله تعاليٰ جو تقرب ۽ ويجهڙائي نصيب ٿيندي، جيڪو پاڻ کي نماز کان واندو ٿيندو ڏسي ته ديني ڪم ان جا سرانجام ٿيندا ۽ غم ڏک کان آجو گذاريندو. (2) جيڪو ماڻهو ننڊ ۾ مينهن (برسات) ڏسي ته الله تعاليٰ ان کي آساني سان رزق رسائيندو. (3) جيڪو کير[1] ڏسي ته ان کي علم نصيب ٿيندو. (4) جيڪو ماڻهو خواب ۾ مکڻ ڏسي ته ان کي الله تعاليٰ جي معرفت حاصل ٿيندي. (5) جيڪو ننڊ ۾ گيهه ڏسي ته اهو دين ۾ بلڪل سچو ۽ مخلص ٿيندو. (6) جيڪو ننڊ ۾ ميڇي ڏسندو، ته ان کي رزق حلال نصيب ٿيندو. (7) ننڊ ۾ جوار جي اَن ڏسڻ ڪري آسمان مان روزي ملندي. (8) ڪڻڪ جي ڏسڻ ڪري مشڪل سان روزي حاصل ٿيندي. (9) مٺو ڏوڏو ننڊ ۾ ڏسڻ رزق حلال جي علامت آهي. (10) ڪٽو ڏوڏرو ڏسبو ته شيئهن وارو روزينو ملندو. (11) چاندي ننڊ ۾ ڏسڻ چڱي آهي، باقي سون چڱو ناهي.

---

(1) حديث شريف ۾ پٽ کير کي علم سان تعبير ڪيو ويو آهي، جيئن ته امير حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي هڪ خواب جو واقعو صحيح حديثن ۾ منقول آهي. (مؤلف)

(12) جيڪو ماڻهو خواب ۾ اڪيون ڏسي ته ان کي دنيا هٿ ايندي. (13) جيڪو ننڊ ۾ ڏسي ته گويا درياءَ ماڻهن جا گهر پائي رهيو آهي، ته اهو شخص سرڪاري خزاني يا بيت المال مان رپيا وصول ڪندو. (14) جيڪو دنيائي بادشاهه کي خواب ۾ ڏسي ته هن کي ان مان ڪجهه نه ڪجهه نفع حاصل ٿيندو. (15) جيڪو وليءَ کي ننڊ ۾ ڏسندو ته ان کي انهيءَ وليءَ جو مرتبو حاصل ٿيندو. (16) جيڪو هاٿيءَ کي ننڊ ۾ ڏسندو ته ان کي بيت المال مان ڪجهه حاصل ٿيندو. (17) جيڪو صاف پاڻي ننڊ ۾ ڏسندو ته خوشخبري ملندس، پر جيڪو ميرو پاڻي ڏسندو ته ٿورڙو غم حاصل ٿيندس. (18) جيڪڏهن مڪڙ خواب ۾ ڏسندو ته ٿورو مينهن وسندو ۽ مُلڪ ۾ چور گهڻا پيدا ٿيندا. (19) جيڪو ماڻهو خواب ۾ ڏسي ته چڻ پنهنجي ماءُ سان صحبت ڪئي اٿس ته ان کي حج نصيب ٿيندو ۽ ڪعبي ۾ داخل ٿيندو.

هڪ شخص حضرت بابرڪت مخدوم معظم رحمة الله عليه جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيو ته مان خواب ۾ ڏٺو آهي ته منهنجو پٽ درياءَ مهراڻ مان ٻڪ سان پاڻي پي رهيو آهي. فرمايائون ته قوم جو رئيس ٿيندو ۽ مال دولت هٿ ايندس، آخر ائين ٿيو، جيئن حضرت مخدوم معظم رحمته الله عليه جن فرمايو هو.

---

# خواب جي حقيقت

سالڪ يعني راهه تصوف جي پانڌيئڙو انسان کي خواب ۾ جيڪي پيش ٿا اچن، ان جو ٿورو هت بيان ڏجي ٿو، تہ جيئن ان لاءِ سندس تبديل ٿيندڙ ۽ ترقي ڪندڙ حالت لاءِ هڪ سونهون ثابت ٿئي.

جڏهن ڪنهن درويش سالڪ کي انساني خاڪي صفتن مان لنگهڻو پوي ٿو تڏهن هو خواب ۾ بہ اهڙيون ئي شيون ڏسندو، جن جو زمين سان تعلق آهي جيئن جهنگ ۽ رڻ پٽ، ڪوهہ، ڪڏون، ڏڙا، ڏکيون ۽ سير گهٽيون ڏسندو رهندو ۽ اهو سالڪ جو ابتدائي ۽ پهريون درجو آهي. ٻئي ٻئي درجي ۾ آبي صفتن سان لنگهڻو پوندس، جنهن ڪري خواب ۾ ساوڪ ۽ ساوا باغ باغيچا ۽ کيتيون ڪرچا (چراگاهہ) ۽ واهيون، درياءَ ۽ سمنڊ وهندڙ ڏسندو رهندو. ٽئين درجي ۾ هوائي صفتن تان لنگهڻ وقت ڏسندو تہ چڻ هوا ۾ اڏامي ٿو ۽ وڻن جبلن تان ٽپي ڪڏي رهيو آهي. چوٿين درجي ۾ آتشي صفتن تان گذر ٿيندس، جنهن ڪري شمعون ۽ بجليون ۽ باهہ جا اُلا ۽ باهہ ساڙيل شيون ڏسڻ ۾ اينديس. پنجين درجي ۾ جڏهن آسماني اوج ڏانهن هلندو تہ پاڻ کي خواب ۾ بہ آسمان جو سير ڪندو ڏسندو. ڇهين درجي ۾ جڏهن تارن کي پار ڪندو تہ خواب ۾ بہ سج چنڊ ۽ تارا نظر ايندا رهندس. ستين درجي ۾ هو جڏهن حيواني صفتن کان لنگهندو، تڏهن خواب ۾ بہ حيوان، درندا ۽ پرندا ڏسندو رهندو ۽ انهن کان تنهن ۾ خوف کائيندو. ان کان سواءِ بہ ڪيترين هزارن حالتن مان سالڪ کي لنگهڻو پوي ٿو، جنهن جو مشاهدو ٿيندو رهندس ۽ انهن حالتن جي حقيقت سڃاڻڻ جي ضرورت آهي تہ مرشد ڪامل ۽ رهبر هجي جو وقت بوقت تعبير خواب ۾ مدد ڪندو ۽ اڳتي رستو ٻڌائيندو هلي. (دليل الذاڪرين)

---

# معمولات

غوث الحق صاحب الفيض والفتوح ڪامل مڪمل حضرت مخدوم نوح قدس الله تعاليٰ سره العزيز ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي زبان فيض ترجمان سان پنهنجن معتقدن ۽ عام سائلن کي ڪي وظائف ۽ عمل به ڏسيندا هئا. جيتوڻيڪ سندن هڪ هڪ لفظ ڪرامت ۽ دعاءِ مستجاب جو ڪم ڏيندو هو، تاهم بعض اسماء الاهي يا ماثوره دعائون به پاڻ طالبن کي سيکاريندا هئا، جن مان تبرڪ طور ڪجهه هت لکجن ٿيون:

(1) پاڻ فرمايائون ته جنهن ماڻهوءَ کي مشڪل در پيش ٿئي ته ٻاهتر دفعا هي دعا پڙهي. اُميد ته سندس مشڪل حل ٿي پوندي ۽ سندس مقصد حاصل ٿيندو. دعا هيءَ آهي: اللهم اِني اسئلڪ بوجهڪ الڪريم واسئلڪ برحمتڪ علي جميع خلقڪ ان تقضي حاجتي برحمتڪ يا ارحم الراحمين.

(2) ڪيتيءَ جي برڪت لاءِ فرمايائون ته هينيان اسم ست دفعا پڙهي، دم ڪري ۽ انهن اسمن جي اول ۽ آخر ۾ درود شريف پڙهي: يا رزاق، يا باسط، يا واسع، يا وهاب.

(3) فرمايائون ته ظالم جي ظلم دفع ڪرڻ لاءِ اسم "يا مُذِل". پنجهتر دفعا سجدي ۾ پڙهي ۽ ظالم جو نالو به زبان تي آڻي، اميد ته حق تعاليٰ پنهنجي مخلوق کي انهيءَ ظالم جي شر کان بچائي وٺندو ۽ اُهو پنهنجي نوڪريءَ تان موقوف ٿي هليو ويندو.

(4) فرمايائون ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو مطلب هجي ته گهرجيس ته ٽي راتيون ڪنهن قبرستان جي لڳ وڃي نماز پڙهي، هن ريت جو پهرين رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ 33 دفعا آيت الڪرسي ۽ يارنهن دفعا قل هو الله پڙهي ۽ ٻي رڪعت ۾ به ان ريت پڙهي ۽ سلام وارڻ کان پوءِ 1100 ڀيرا هي دعا پڙهي: "اصبحت في جوارڪ يا ڪريم يا رحيم". اميد ته سندس مطلب پورو ٿيندو.

(5) فرمايائون ته جيڪڏهن ڪو مريض، مرض جي حالت ۾ هينئين دعا پڙهندو، ته اميد ته الله تعاليٰ کيس شفا بخشيندو. پر جيڪڏهن انهيءَ

بيماريءَ ۾ مري ويو تہ ايمان جي سلامتيءَ سان مرندو. دعا هيءَ آهي: لا الـه الاالله سبحان الله ولا الــه الاالله والحمدلله ولا الــه الاالله والله اكبر ولا الـه الاالله ولا حول ولا قوة الا بالله العلي العظيم.

(6) جون تا تہ انهيءَ زماني ۾ ڪو لشڪر سنڌ تي چڙهائي ڪيون آيو ۽ هالن جي گردنواحيءَ ۾ بہ پهچڻ وارو هو. شهر جي ماڻهن کي سخت خوف ٿيو. جنهن ڪري حضرت بابرڪت صاحب الفيض و الفتـوح ڪامل مڪمل حضرت مخدوم نوح رح جن جي خدمت ۾ فرياد ڪٺي آيا ۽ امداد طلب ڪيائون تہ اها مصيبت ڪنهن بہ صورت ٽري وڃي. پاڻ مٿيءَ جي لَپ گهرائي، انهيءَ تي هيٺين دعا پڙهي لشڪر ڏانهن اڇلايائون، جو شهر کان بلڪل هٽي ويو ۽ شهر غارتگريءَ جي مصيبت کان ڇٽي پيو. دعا هـيءَ آهي: اللهـم لک الحمد ولک المجـد ولک الشـڪر واليـک المشـتڪاء وانـت المسـتعان وبـک المستغاث وعليک التڪلان ومنک الفرح ولا حول ولا قوة الا بالله العلي العظيم وصلي الله علي خير خلقـه محمد وعليٰ آلـه واصحبـه اجمعين برحمتک يا ارحم الراحمين.

(7) غناء لاءِ هيءَ نماز ڏسيندا هئا. جيئن تہ ڇنڇر جي رات بہ رڪعتون پڙهيون وڃن ۽ هرهڪ رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ هڪ دفعو آيت الڪرسيءَ ست دفعا انا اعطيناک ۽ يارنهن دفعا اخلاص پڙهي، پوءِ رڪوع ۽ سجدي ۾ ستر تسبيحون پڙهي. اميد تہ غناء دارين جو حاصل ٿيندس.

حضرت غوث الحق رحمـة الله عليـه جن جو خليفو خاص بهـاء الدين دلقپوش جو چوڻ آهي تہ پاڻ گهڻو ڪري هر رات اها نماز پڙهندا هئا ۽ ان کان پوءِ هيءُ وظيفو پڙهندا هئا: "سبحان المقدر لمن يشاء بقدرتـه فعال لما يريد بعزتـه" ٻارنهن دفعا اهو ۽ پندرنهن ڀيرا "يا غني يا مغني" پڙهندا هئا.

(8) هڪ شخص حضرت بابرڪت حضرت مخدوم صاحب جن جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيو تہ منهنجي ڪيتيءَ ۾ اصل برڪت ڪانہ ٿي پوي ۽ عياالداريءَ بہ ڏاڍو پريشان ڪيو آهي. فرمايائون تہ ڪيتيءَ ڪندي ست دفعا پنهنجي طاقت آهر خيرات ڪرڻ گهرجي، جنهن ڪري ڪيتيءَ ۾ برڪت پيدا ٿيندي:

1- جنهن ڏينهن زمين جو جهنگ ساڙيو وڃي.

2- جنهن ڏينهن ٻج پوکجي، بهتر هيئن آهي تہ انهيءَ ٻج مان ڪجهہ ڪاڌو تيار ڪري فقيرن کي کارائجي.

٥- ماڻهن ڪيتي ڇڏي.
٦- ماڻهن وٽ ئي لٿي.
٧- ماڻهن ان جهلي.
٨- ماڻهن لاءِ (الاباره) وڌهي.
٩- ماڻهن گهر ۾ آئي.

انهيءَ سائل حضرت مخدوم معظم جن جي حڪم موجب عمل ڪيو، ٿوري برڪت سبب هو دولتمند ٿي ويو.

(٩) نماز استخاره: حضرت مخدوم معظم قدس سرة العزيز جن کان منقول آهي ته عشاء جي نماز کان پوءِ ٻه رڪعتون پڙهي ۽ پهرئين رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ "سورة الڪافرون" هڪ دفعو ۽ ٻي رڪعت ۾ فاتحه کان پوءِ، سورة اخلاص هڪ دفعو پڙهي سلام واري هزار دفعا "يا لطيف" پڙهي، اتي ئي سمهي پئي. اميد ته انهيءَ رات ئي چڱو يا برو احوال ڏسندو.

(١٠) "رساله فتحيه" ۾، جو حضرت مخدوم معظم رح جي طريقي جي ارشاد بابت لکيل آهي. ان ۾ ڪي معمولات لکيل آهن، جي "اويسيه" طريقي جي عاملن لاءِ هيٺ درج ڪجن ٿا:

1- ڪشادگي روزي تنگ جي نماز: جنهن وقت به پڄيس ته ٻه رڪعتون نماز پڙهي. پهرين رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ هيءَ آيت 70 ڀيرا پڙهي: وَمَنْ يَتَّقِ اللّٰهَ يَجْعَلْ لَهُ مَخْرَجًا وَيَرْزُقْهُ مِنْ حَيْثُ لَا يَحْتَسِبُ (سورة "الطلاق" آيت 2 ۽ 3). انهيءَ طرح ٻي رڪعت ۾ به الحمد کان پوءِ ستر دفعا پڙهي: وَمَنْ يَتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ فَهُوَ حَسْبُهُ تا قدراً. پوءِ سو دفعا استغفار ۽ ڏهه دفعا سبحان الله والحمد لله ولا اله الا الله والله اڪبر ولا حول ولا قوت الا بالله العلي العظيم پڙهي. پوءِ سجدي ۾ سر رکي ستر ڀيرا پڙهي: اياڪ نعبد واياڪ نستعين. پوءِ سندس مطلب گهربو، انشاء الله تعالى پورو ٿي ويندو.

2- "اکين جي روشنيءَ لاءِ نماز": ٻه رڪعتون پڙهي ۽ هر هڪ رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ قل هو الله ۽ ٻي رڪعت ۾ قل اعوذ ٽي - ٽي دفعا پڙهي. پوءِ سجدي ۾ وڃي هيءَ دعا پڙهي: متعني يا رب بسمعي و بصري.

3- اداءِ قرض لاءِ نماز: صبح کان اڳ ۾ ٻه رڪعتون پڙهي هر هڪ رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ ٽي دفعا هيٺين آيت پڙهي؛

فَلِلّٰهِ الْحَمْدُ رَبِّ السَّمَاوَاتِ وَرَبِّ الْأَرْضِ رَبِّ الْعَالَمِينَ O وَلَهُ الْكِبْرِيَاءُ فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَهُوَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ(سوره الجاثيہ آيت 36-37) سلام کان پوءِ هيءَ دعا پڙهي: اللهم يا واحد يا أقض عنا الدين برحمتک يا أرحم الراحمين.

4- ڏڪار جي دفع لاءِ نماز: ملڪ جو حاڪم يا رئيس جمعي ۽ سومر رات ٻه رڪعتون نماز پڙهي ۽ هر رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ 41 ڀيرا والضحيٰ پڙهي ۽ سلام کان پوءِ 300 ڀيرا "يا باسط" ۽ 300 ڀيرا "يا واسع" پڙهي، دعا گهري.

5- زحمت يا بيماريءَ جي دفع لاءِ نماز: جيڪڏهن شهر ۾ مصيبت يا بيماري عام ٿي پوي تہ انهيءَ شهر جا نيڪ ماڻهو رات جو گڏجي چار رڪعتون نماز پڙهن. هر رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ سورت أَلَمْ تَرَ كَيْفَ فَعَلَ رَبُّكَ هڪ سو ايڪيتاليهہ ڀيرا پڙهن ۽ سلام کان پوءِ ست دفعا يا سلام جو ورد ڪن.

6- ظالم حاڪم جي دفع شر لاءِ نماز: ٻہ رڪعتون نماز پڙهي الحمد کان پوءِ آية الڪرسي ۽ قل يا ايها الڪافرون ۽ قل هو الله ۽ ٻئي قل اعوذ پڙهي سلام واري ۽ انهيءَ ئي وضوءَ سان حاڪم وٽ وڃي، الله تعاليٰ انهيءَ کي مٿس مهربان ڪندو.

7- غم ۽ ڳڻتي جي دفع (ختم ڪرڻ) لاءِ نماز: پهريان غسل ڪري پاڪ ڪپڙا ڍڪي، پوءِ چار رڪعتون نماز پڙهي، پهرين رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ هيءَ آيت سو دفعا پڙهي: وَأُفَوِّضُ أَمْرِي إِلَى اللّٰهِ إِنَّ اللّٰهَ بَصِيرٌ بِالْعِبَادِ (سورة مؤمن آيت 44) ٻيءَ رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ سو دفعا پڙهي: نَصْرٌ مِنَ اللّٰهِ وَفَتْحٌ قَرِيبٌ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِينَ (سورة الصف آيت 13) اهڙيءَ طرح ٽئين رڪعت ۾ سو دفعا پڙهي: فَاللّٰهُ خَيْرٌ حَافِظًا وَهُوَ أَرْحَمُ الرَّاحِمِينَ (سورة يوسف آيت 64) چوٿينءَ ۾ سو دفعا پڙهي: إِنَّا فَتَحْنَا لَكَ فَتْحًا مُبِينًا. نماز کان فارغ ٿي هڪ سؤ دفعا پڙهي: غُفْرَانَكَ رَبَّنَا وَإِلَيْكَ الْمَصِيرُ. پوءِ سر سجدي ۾ رکي سو دفعا چوي: استغفرالله واتوب اليه. اجا سجدي کان سر مٿي ئي نہ ڪڍندو تہ سندس ڪم پورو ٿي ويندو.

8- حضرت مخدوم معظم جن جي خليفي درويش بهاؤ الدين دلقپوش کان نقل آهي تہ جيڪو ماڻهو جمعي ڏينهن ٻہ رڪعتون نماز الله تعاليٰ جي ديدار لاءِ پڙهندو تہ حق تعاليٰ انهيءَ کي هن جهان ۾ پنهنجي مشاهدي سان خواب جي

ذريعي مشرف ڪندو. انهن رڪعتن جي ترتيب هن ريت آهي: هر رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ هڪ دفعو آيت الڪرسي ۽ پنجويهه دفعا اذا جاء نصر الله پڙهي. اهڙي طرح جمعي جي ڏينهن ٻه رڪعتون نماز روايت باري تعالىٰ جي نيت سان پڙهي، پهرين رڪعت ۾ هڪ دفعو آيت الڪرسي 27 دفعا قل اعوذ برب الفلق ۽ ٻي رڪعت ۾ ٽي دفعا قل هو الله ۽ 25 دفعا قل اعوذ برب الناس پڙهي ۽ سلام ورائڻ کان پوءِ چوويهه دفعا پڙهي: لا حول ولا قوة الا بالله العلي العظيم. اميد ته الله تعالىٰ جو مٿس قرب ۽ ويجهڙائي ٿيندي. "رساله فتحيه" جو صاحب، ننڊ ۾ خدا تعالىٰ جي ديدار ڪرڻ بابت لکي ٿو ته ان ۾ علمائن جو اختلاف آهي، مگر صحيح ۽ جائز آهي ته ديدار جي دولت خواب جي حالت ۾ نصيب ٿئي. "سلف صالحين" کان ان بابت گهڻائي نقل آهن. امام احمد بن حنبل کان روايت آهي ته: الله تعالىٰ کي خواب ۾ ڏٺم ۽ پڇيم ته اي منهنجا پالڻهار! سڀني عبادتن ۾ پلي ۽ توڏانهن ويجهي عبادت ڪهڙي آهي؟ فرمايائين ته قرآن شريف جي تلاوت. امام اعظم ابو حنيفهؒ کان نقل آهي، فرمايائين ته سو ڀيرا الله تعالىٰ کي خواب ۾ ڏٺم. وڌيڪ لکي ٿو ته حقيقت ۾ خواب وارو ديدار، دل جو مشاهدو آهي، نه اکين جو ديدار آهي. باقي جاڳڻ جي حالت ۾ اکين سان ڪو ماڻهو الله تعالىٰ کي ڏسي سگهي ٿو يا نه؟ ان بابات استاد ابوالقاسم قشيري صوفي پنهنجي رسالي ۾ لکيو آهي ته الله تعالىٰ کي نٿو ڏسي سگهجي. "رساله فتحيه" جو صاحب فرمائي ٿو ته: "اجتماع محدثين و فقهائي متڪلمين و مشائخ طريقت ست ڪه مراولياي در حاصل نيست" يعني اهل حديث جي علمائن ۽ فقيهن ۽ علم ڪلام وارن جو هن ڳالهه تي اجماع آهي ته اولياء الله کي هن دنيا ۾ ديدار باري تعالىٰ حاصل نه ٿو ٿئي.

---

# قرآن شريف جون خاصيتون

"رساله فتحيه"[1] جيڪو حضرت غوث الحق مخدوم معظم جي تصوف جي طريقي جو هڪ جامع ڪتاب آهي، ان ۾ قرآن پاڪ جي سورتن جي خاصيت ۽ فضائل درج ٿيل آهن. اسان ڄاتو ته عام مسلمانن ۽ خاص طرح سالڪان "طريقت اويسيه" جي فائدي لاءِ انهيءَ جي خصوصي حصي کي هت درج ڪريون ٿا ته جيئن، سلوڪ جي پانڌيئڙن لاءِ مزيد فائدي ۽ فيض جو باعث ٿئي.

## سورة فاتحه ۽ سندس خاصيتون:

حضور ﷺ جن فرمايو آهي ته مون کي الله تعاليٰ وٽان به اهڙيون شيون عطا ٿيون آهن، جو اڳ ڪنهن به پيغمبر کي ڪونه مليون. الحمد ۽ سورة بقرة جون پوئيون آيتون.

1. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سورة فاتحه کي 41 ڀيرا اعوذ بالله ۽ بسم الله سان پڙهندو ته هر بيماريءَ کان امانَ ۾ رهندو ۽ موت جي سڪرات به سولي ٿيندي ۽ مغفرت ٿيندي. مگر شرط هيءُ آهي ته بسم الله جو پويون ميم الحمد جي لام سان متصل (ملائي) ڪري پڙهيو وڃي.

2. الحمد کي 7 دفعا بسم الله سان پڙهي پاڻيءَ جي ڍُڪي تي دم ڪري پيٽ جي سور واري کي ڏبو، ته ستن ڏينهن جي اندر الله تعاليٰ جي فضل سان مريض بلڪل چڱو ڀلو ٿي ويندو. اول ۽ آخر ۾ 3 دفعا درود شريف پڙهڻ گهرجي.

3. پهريان 11 دفعا درود شريف پڙهي، پوءِ 41 دفعا الحمد پڙهي ۽ وري پوءِ به 11 دفعا درود شريف پڙهي ۽ اهو عمل هڪ هفتو يا ٻه هفتا يا 41 ڏينهن برابر ڪندو، جيڪا به مشڪل هوندي، سا انشاء الله تعاليٰ آسان ٿي پوندي ۽ مقصود حاصل ٿيندو.

4. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي سخت بيماري هجي ته 70 دفعا الحمد ۽ 70 دفعا آيت الڪرسي ۽ 70 دفعا قل هو الله ۽ 70 دفعا قل اعوذ برب الفلق ۽

---

[1] قاضي شوڪت علي صاحب جي ڪوشش سان مذڪوره ڪتاب ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ آهي. (ادارو)

برسات جي پاڻيءَ تي دم ڪري ڏيڻ سان 70 دفعا قل اعوذ برب الناس پڙهي، هر قسم جي بيماري دفع ٿي ويندي. انشاء الله تعاليٰ شفا ڪامل عطا ٿيندي ۽

5. جيڪڏهن ڪنهن نينگريءَ جي ڪٿي شادي نٿي ٿئي يا ٻئي ڪنهن قسم جي بدبختي آئس يا ڪنهن ماڻهوءَ جي بندش آهي، تہ سورة الحمد 143 دفعا پڙهي، عود جي ڪاٺي تي دم ڪري انهيءَ ماڻهوءَ جي دامن هيٺان دونهون ڏجي تہ مشڪل آسان ٿي ويندي.

6. جيڪڏهن ڪو ماڻهو گم ٿي ويو هجي تہ چاليهہ ڏينهن يا چاليهہ راتيون خوشبو لڳائي 143 دفعا الحمد پڙهي، تہ غائب ماڻهو موٽي ايندو يا سندس پوري طرح خبر پئجي ويندي تہ هو ڪٿي آهي.

7. جيڪڏهن بيمار جي علاج کان حڪيم عاجز ٿي پيا هجن، تہ 7 دفعا الحمد، مشڪ، زعفران ۽ گلاب جي پاڻيءَ سان چينيءَ جي رڪيبيءَ تي لکي ۽ مٿس 143 دفعا الحمد پڙهي دم ڪري، ماڪيءَ جي پاڻيءَ سان ڌوئي مريض کي ڏئي، انشاء الله تعاليٰ مرض بلڪل دفع ٿي ويندو.

## سورة بقرة جون خاصيتون:

1. حديث شريف ۾ آهي تہ جنهن گهر ۾ سورة بقره پڙهي وڃي ٿي تہ ان گهر مان شيطان ڀڄي وڃي ٿو. ٻئي حديث ۾ آهي تہ سڀ ڪنهن شيءِ جي چوٽي (پالڪي يا ڪجائو) ٿيندي آهي ۽ قرآن جي چوٽي يا ڪجائو "سورة بقره" آهي. جنهن گهر ۾ "سورة بقرة" پڙهي ويندي تہ ان گهر ۾ ٽي راتيون شيطان داخل نہ ٿيندو. قيامت جي ڏينهن "سورة بقرة" ڪڪر وانگي ٻاچو ڪري ايندي ۽ پنهنجي پڙهندڙ لاءِ اڇي چوٽڪاري لاءِ حجت ڪندي."

2. عاملن کان نقل آهي تہ سورة بقره 3 ڏينهن پڙهي جادو ٽيل تي دم ڪري يا لکي پاڻيءَ ۾ ڌوئي پيارجي ۽ پڙهڻ جي وقت ڪنهن سان بہ نہ ڳالهائي، انشاء الله سحر يا جادو دفع ٿي ويندو.

3. جنهن بہ مشڪل لاءِ 4 دفعا سورة بقره پڙهي ويندي، اميد تہ اها مشڪل حل ٿي ويندي.

## آية الڪرسي جون خاصيتون:

1. حديث شريف ۾ آهي تہ جنهن ماڻهو سڀ ڪنهن فرض نماز جي پوئتان آية الڪرسي پڙهي تہ هن کي بهشت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ فقط هڪ موت ئي

پردو آهي ۽ انهيءَ آيت تي صديق ۽ عابد ٿي هميشگي ڪري سگهي ٿو. "تفسير ڪشاف" ۾ حضرت امير المؤمنين علي رضي الله عنه کان روايت آهي، تہ آية الڪرسي ۾ پنجاهہ ڪلما آهن، ۽ هر ڪلمي ۾ برڪت آهي. ٻئي روايت ۾ آهي تہ جيڪڏهن ڪو ڪم درپيش اچي تہ آية الڪرسي پڙهڻ گهرجي، ڇوتہ سندس هرهڪ حرف ۾ هزار برڪت ۽ هزار رحمت آهي.

2. جيڪو ماڻهو گهر مان نڪرڻ وقت آية الڪرسي پڙهندو تہ الله تعاليٰ هن جي هر بلا کان حفاظت ڪندو، تان جو وري پنهنجي گهر موٽي اچي داخل ٿئي. وري جڏهن گهر ۾ داخل ٿيڻ وقت پڙهي تہ الله تعاليٰ کيس سڀائيءَ کان پناهہ ۾ رکندو ۽ زال ۽ مڙس جو پاڻ ۾ ڪڏهن بہ جهڳڙو نہ ٿيندو."

3. جيڪو ماڻهو عشاء جي نماز کان پوءِ سورة بقرة جو پويون رُڪوع "آمن الرسول" پڇاڙيءَ تائين پڙهندو، تہ ان لاءِ اهو ڪافي آهي، گويا رات جي عبادت جو ثواب حاصل ٿيندس.

## سورة آل عمران جون خاصيتون:

(1) قرض جي ادا ٿيڻ ۽ قيدي جي ڇُٽڻ ۽ ايمان جي سلامتيءَ لاءِ 13 دفعا سورت آل عمران پڙهي تہ مشڪل آسان ٿي پوندي ۽ آل عمران جي هن آيت کي هميشہ پڙهندو رهي: ربنا انک جامع الناس ليوم لا ريب فيه.

(2) ڪتاب تحفہ ساميءَ ۾ آيل آهي تہ جيڪو ماڻهو هر ڏينهن 41 دفعا آيت قُلْ اللّٰهُمَّ مَالِكَ الْمُلْكِ کان بغير حساب تائين پڙهندو رهي تہ الله تعاليٰ ان کي دولتمند ڪندو. جيڪڏهن قرض وارو هوندو تہ سندس قرض ادا ٿيندو. جيڪڏهن بيمار هوندو تہ چڱو ڀلو ٿيندو. جيڪڏهن مسافر هوندو تہ صحت ۽ سلامتيءَ سان وطن ۾ پهچندو. جيڪڏهن قيدي پڙهندو تہ ڇوٽڪارو لهندو.

(3) "سورت آل عمران" جي آيت 154 ثُمَّ أَنْزَلَ عَلَيْكُمْ مِنْ بَعْدِ الْغَمِّ تا وَاللّٰهُ عَلِيمٌ بِذَاتِ الصُّدُورِ. بابت عاملن جو فرمائڻ آهي تہ جيڪڏهن چاليهہ ڏينهن چاليهہ دفعا هر روز پڙهندو تہ سخت کان سخت مشڪل آسان ٿي پوندس. جيڪڏهن ڪنهن ڏاڍي دشمن لاءِ 29 دفعا ڏينهن ۾ پڙهندو تہ دشمن هلاڪ ٿي ويندو. غم جي دفع ڪرڻ لاءِ 81 دفعا پڙهي. رزق جي ڪشادگيءَ لاءِ ڏهہ ڏينهن ڏهہ ڀيرا پڙهي. انشاء الله جنهن بہ مقصد لاءِ پڙهندو، سو حاصل ٿيندو.

(4) مٿي جي سور لاءِ 7 دفعا پڙهي دم ڪري. اهڙي طرح ڪن جي سور لاءِ چار ڀيرا پڙهي دم ڪري. اها آيت لکي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ته جن جي آسيب ڪان امن ۾ رهبو. ٽيئڙ تپ واري ڪي لکي پيئارجي ته تپ دفع ٿي ويندو. قُرڙين جي دفع لاءِ 7 ڏينهن 7 دفعا هر روز پڙهي دم ڪجي ته قُرڙيون ڇڏي وينديون. پنهنجي ۽ پنهنجي عيال ۽ مال جي سلامتيءَ لاءِ هر روز 5 دفعا پڙهندو رهي. دشمنن جي دفع لاءِ اها آيت سڀوري هڪ ٿي وظيفو آهي.

## سورت النساء جون خاصيتون:

(1) زال مڙس جي ناهه لاءِ اٺ دفعا پڙهڻ گهرجي ۽ جنهن به ڪنهن وڏي مهم لاءِ وڃڻو هجي ته پنجاهه دفعا پڙه ي.

(2) امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو آهي ته جنهن ماڻهو سورت النساء کي زعفران سان لکي، پنهنجي ڳچيءَ ۾ ٻڌو ته الله تعاليٰ سندس سڀ ڪم سَولا ڪندو.

## سورة المائده جون خاصيتون:

(1) بک جي تڪليف کان بچڻ لاءِ 41 دفعا پڙهڻ مجرب آهي.

(2) مينهن وسڻ ۽ ڏڪار جي دفع ٿيڻ لاءِ هر روز هڪ دفعو ستن ڏينهن تائين پڙهڻ گهرجي.

## سورة الانعام جون خاصيتون:

(1) جنهن به مهم يا مشڪل لاءِ 41 دفعا پڙهندو ته اها جهٽ آسان ٿي پوندي.

(2) جيڪڏهن ڪو ڌاريو لشڪر ملڪ تي ڪاهي اچي، ته انهيءَ سورة جي پڙهڻ سان هو مغلوب ۽ عاجز ٿي پوئتي هٽندو.

## سورة الاعراف جون خاصيتون:

(1) حديث پاڪ ۾ آيو آهي ته: "سورة اعراف جي پڙهڻ سان پڙهندڙ ۽ شيطان جي وچ ۾ هڪ پردو اچي وڃي ٿو."

(2) قيديءَ کي ڇڏائڻ ۽ دشمن يا ظالم جي هٿ مان خلاصي لهڻ لاءِ، هن سورة جو پڙهڻ مجرب آهي. هڪ روايت ۾ آهي ته ٽي دفعا پڙهجي ته دنيا ۽ آخرت جي عذاب کان نجات حاصل ٿيندي.

(3) تفسير ڪشاف ۾ آهي تہ اعتراف جي آيت رَبَّنَا ظَلَمْنَا أَنفُسَنَا جي گھڻي پڙهڻ سان برسات جام پوندي.

## سورة الأنفال جون خاصيتون:

بندي (قيدي) جي ڇڏائڻ ۽ ظالمن جي دفع ڪرڻ لاءِ حاسدن جي حسد کان بچي رهڻ لاءِ، انهيءَ سورة جو 7 ڀيرا پڙهڻ مجرب ۽ اڪسير اعظم آهي.

## سورة التوبة جون خاصيتون:

(1) سڀ ڪنهن ڪم جي پوري ٿيڻ لاءِ، پوءِ جيتوڻيڪ ڪنهن بادشاهہ يا امير ۾ هجيس، 11 دفعا پڙهي تہ پورو ٿيندو.

(2) جيڪڏهن "سورة توبہ" لکي پنهنجي سامان ۾ رکندو تہ سفر يا حضر ۾ الله تعالىٰ سندس سامان کي چورن کان بچائيندو.

## سورة يونس جون خاصيتون:

دشمن جي مغلوب ڪرڻ لاءِ 21 دفعا پڙهڻ گھرجي.

## سورة هُود جون خاصيتون:

13 دفعا. ديني دنيائي ڪمن جي پوري ٿيڻ لاءِ پڙهجي.

## سورة يوسف جون خاصيتون:

(1) جنهن کي ڪنهن بادشاهہ يا حاڪم جو خوف هجي ۽ وٽس وڃڻ گھرجي ٿو تہ، 13 دفعا پڙهي وٽس وڃي تہ امن ۾ رهندو.

(2) جنهن بہ گھر جي ديوار ۾ اها سورة لکبي تہ اهو گھر پنهنجي رهندڙن لاءِ ڏاڍو برڪت وارو ثابت ٿيندو.

## سورة الرعد جون خاصيتون:

ننڍڙي ٻار جي روئڻ ۽ ضد ڪرڻ لاءِ 3 دفعا پڙهي، مٿس دم ڪجي ديو ۽ پريءَ جي دفع لاءِ مجرب آهي.

## سورة ابراهيم جون خاصيتون:

ٻاڙي وارن جي گلا کان بچڻ ۽ دشمنن جي شر کان پناهہ ۾ رهڻ دفعا پڙهڻ گھرجي.

## سورة الحجر جون خاصيتون:

ٽن دفعن پڙهڻ سان سوداءُ، ماليخوليا ۽ خفقان جي بيماري دفع ٿي ويندي.

## سورة النحل جون خاصيتون:

(1) دشمنن جي پريشان ۽ متفرق ٿي وڃڻ لاءِ ٽي دفعا يا هڪ سو پيرا پڙهجي.

(2) جيڪڏهن اها سورة لکي پاڻ سان رکندو تہ سندس دشمن مطيع ۽ فرمانبردار ٿي پوندا.

## سورة بني اسرائيل جون خاصيتون:

دشمن جي گِلا ۽ حاسدن جي شرارت کان بچڻ لاءِ 10 يا 7 دفعا پڙهڻ گهرجي، تہ امن ۾ رهبو ۽ مخالفن جون زبانون بند ٿي وينديون.

## سورة الڪهف جون خاصيتون:

(1) جيڪو ماڻهو سورة ڪهف جمعي ڏينهن پڙهندو تہ ٻئي جمعي تائين الله تعاليٰ جي امان ۾ رهندو. ڪيس ۽ سندس اهل کي ڪابہ تڪليف ۽ رنج ڪونہ رسندو ۽ ڪوبہ ظاهر مٿس فتح ڪونہ لهندو.

(2) سلطان محمود جي دعا ۾ آهي تہ ماڪڙ جي دفع لاءِ 3 دفعا ۽ دشمن جي لشڪر هٽائڻ لاءِ 7 دفعا پڙهڻ گهرجي.

(3) حديث شريف ۾ آهي تہ جيڪو ماڻهو سورة ڪهف جون پهريون ٽي آيتون پڙهندو، سو دجال جي فتني کان امن ۾ رهندو. ٻئيءَ حديث ۾ آهي تہ جيڪو جمعي ڏينهن سورة ڪهف کي پڙهندو تہ ٻئي جمعي تائين الله تعاليٰ ان کي نور ۽ هدايت عطا ڪندو.

## سورة مريم جون خاصيتون:

(1) جيڪڏهن رزق جي ڪشادگيءَ لاءِ 41 دفعا پڙهندو تہ حق تعاليٰ ان کي بي نياز ۽ غني ڪري ڇڏيندو.

(2) جيڪڏهن عورتّ جي وير يا ولادت وقت سورة مريم پڙهي ويندي تہ عورت لاءِ گهڻي آساني ٿي پوندي.

## سورة طـٰـه جون خاصيتون:

(1) اولاد جي سلامتيءَ ۽ جادوءَ جي دفع ٿيڻ ۽ دشمنن تي فتح لهڻ ۽ قبر جي روشنائيءَ لاءِ 21 ڀيرا سورة طـٰـه جو پڙهڻ مجرب آهي.

(2) سورة طـٰـه جو پڙهندڙ ڪڏهن بہ غمگين ڪونہ ٿيندو.

(3) جيڪو ماڻهو سورة طـٰـه جي آيت وَلَا تَمُدَّنَّ عَيْنَيْكَ ...وَالْعَاقِبَةُ لِلتَّقْوَىٰ پڙهندو رهي، يا لکي پاڻ سان رکي، پوءِ مڙس هجي يا زال، جيڪڏهن ڇڙا هوندا تہ شادي ٿيندن. جيڪڏهن ڪنهن کي ويسر هجي ۽ اها آيت پڙهي تہ يادگيري ٿيندس. بيمار هوندو تہ تندرست ٿيندو. فقير هوندو تہ دولت حاصل ٿيندس. جيڪڏهن ڪو ڪم پورو نہ ٿيندو هجي، تہ انهيءَ آيت جي پڙهڻ سان ڪم پورو ٿيندو.

## سورة الانبياء جون خاصيتون:

دشمنن ۽ حاسدن جي دفع ڪرڻ لاءِ 5 دفعا پڙهي، اميد تہ سڀ دفع ٿي ويندا. الله تعاليٰ ڪانئس راضي ٿيندو.

## سورة الحج جون خاصيتون:

ڪمن پوري ٿيڻ لاءِ 3 ڀيرا ۽ ٻيڙي ۾ سوار ٿيڻ وقت 4 دفعا پڙهندو، تہ ڪم بہ پورا ٿيندا ۽ ٻيڙيءَ مان بہ سلامتيءَ سان لهندو.

## سورة المؤمنون جون خاصيتون:

جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي نماز پڙهڻ ۾ سُستي ٿيندي هجي، تہ هن سورة جي پڙهڻ سان نماز تي ٻيهڪ نصيب ٿيندس.

## سورة النور جون خاصيتون:

ڪوڙين تُهمَتن جي دفع ٿيڻ لاءِ 21 ڀيرا پڙهڻ گهرجي، اميد تہ سڀ تهمتون دفع ٿي وينديون.

## سورة الفرقان جون خاصيتون:

زبردست دشمن جي هلاڪ ڪرڻ لاءِ 7 دفعا، ٻئي روايت موجب هڪ سو يا 70 دفعا پڙهي.

## سورة الشعراء جون خاصيتون:

(1) زمين ۽ آسمان جي مصيبتن ۽ بلائن کان بچڻ لاءِ 7 دفعا پڙهجي.

(2) جيڪڏهن ڀاڄوڪڙ نوڪر يا ڇوڪري جي ڳچيءَ ۾ سائي ڪپڙي تي لکي ٻڌجي، تہ ڀڄڻ کان روڪجي پوندو.

## سورة النمل جون خاصيتون:

ڏهہ دفعا پڙهي شَڪَر (کنڊ) تي دم ڪري کائي تہ، ڪم تي پوندو.

## سورة القصص جون خاصيتون:

گم ٿيل ماڻهوءَ لاءِ پڙهجي تہ واپس ايندو.

## سورة العنكبوت جون خاصيتون:

غم ۽ ڏک ۽ بيماريءَ جي دفع لاءِ 7 دفعا پڙهڻ مفيد آهي، جيڪڏهن زعفران سان لکي ڌوئي پيئجي تہ جهڙو بہ غم يا بيماري هوندي تہ ڇوٽڪارو لهندو.

## سورة الروم جون خاصيتون:

(1) دشمن جي دفع لاءِ 21 ڀيرا پڙهي.

(2) جيڪڏهن "سورة روم" ڪي لکي، شيشي ۾ بند ڪري، گهر ۾ رکندو تہ ڪوبہ دشمن سندس گهر ۾ اچي ڪيس نقصان ڪونہ رسائي سگهندو.

(3) جيڪڏهن ڪنهن وظيفي پڙهڻ ۾ ناغو پيو هجي تہ آيت فَسُبحانَ اللّٰهِ تا تَخرُجُون. صبح ۽ شام جو پڙهي تہ فوت ٿيل وظيفي جي پورت ٿي ويندي.

(4) جيڪڏهن سُهمٹي جي نماز کان پوءِ اها آيت پڙهندو تہ رات جي نماز جو ثواب پرائيندو.

## سورة لقمان جون خاصيتون:

پيٽ جي سڀ ڪنهن بيماريءَ لاءِ اها سورة مجرب آهي. ان سورة بابت آيل آهي تہ: مَن كَتَبهاَ وَسَقَاهَا آمِن مِنَ الحُمىٰ وَمِن كُلِ مَا تُصِيبُ بَني آدم باذ الله تعالىٰ. يعني: جيڪو انهيءَ سورة کي لکي پيئندو تہ تپ ۽ ٻين بيمارين کان، جي انسان سان لاڳو آهن، امن ۾ رهندو.

## سورة الم السجدة جون خاصيتون:

ڏيئرن جي بخت کلڻ لاءِ 41 دفعا پڙهڻ مجرب (آزمايل) آهي ۽ قرآن شريف جي ياد ڪرڻ لاءِ 21 ڀيرا. ابن مسعود رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ الم السجدة عذاب قبر کي روڪيندڙ آهي. جنهن گهر ۾ اها سورة پڙهي ويندي 3 ڏينهن برابر شيطان انهيءَ گهر ۾ نہ ايندو.

## سورة الاحزاب جون خاصيتون:

دشمنن تي فتح لهڻ لاءِ 3 دفعا ۽ ڏيئرن جي بخت کلڻ لاءِ 41 دفعا پڙهڻ سان مقصد حاصل ٿيندو.

## سورة السباء جون خاصيتون:

زمين ۽ آسمان جي سيني بلائن جي دفع ڪرڻ لاءِ 15 دفعا پڙهي، انشاء الله تعاليٰ اهي دفع ٿي وينديون.

## سورة فاطر جون خاصيتون:

بادشاھ يا ٻين بزرگن مان جيڪڏهن ڪم ڪيڏو هجي، 75 دفعا پڙهي ۽ سيني آفتن کان امن ۾ رهڻ لاءِ 17 دفعا پڙهي.

## سورة يٰسين جون خاصيتون:

(1) حديث شريف ۾ آيو آهي تہ سڀ ڪنهن شيءِ جو هينئون ٿيندو آهي. قرآن شريف جو هينئون آهي: سورة يٰسين. سورة يٰسين کي قريب الموت وارن ماڻهن تي پڙهو تہ شفا ملندي!

(2) قيديءَ جي ڇڏائڻ لاءِ 75 ڀيرا پڙهڻ گهرجي. ٻئي ڪنهن بہ مشڪل لاءِ 41 ڀيرا پڙهڻ ڪافي آهي. جڏهن سورة پوري ڪري، تڏهن هيءَ دعا پڙهي: اَللهُـمَ اَحَـدي صَمَـدي مِـن عَـبدکَ مَدَدي عَـجِـل فَـرَجـي بِـحَـقِ مُـحَـمد العَـرَبِـي يا اَللهُ يَـا اَللهُ يا اَللهُ يا وَهَـابُ. جڏهن آيت سَلَامٌ قَوْلًا مِنْ رَبٍ رَحِيم پڙهي، تڏهن چوي: اَللهُـم اجعَـلناَ مِـنَ خِـيَـارِ اَهلِـه بِـجُـودِکَ وَفَـضـلِکَ وَرَحَـمـتِکَ.

## سورة الصافات جون خاصيتون:

جيڪڏهن رزق جي برڪت ۽ ٻين مشڪلاتن جي خلاصي لاءِ اها سورة ست دفعا پڙهي ويندي تہ سڀ مهم انشاءَ الله آسان ٿيندا.

## سورة ص جون خاصيتون:

نظر لڳڻ واري حالت ۾ 9 دفعا يا پنجاهہ دفعا پڙهي دم ڪجي تہ انشاء الله نظر جو اثر لهي ويندو.

## سورة الزمر جون خاصيتون:

عزت حاصل ڪرڻ لاءِ 7 دفعا پڙهڻ گهرجي.

## سورة غافر جون خاصيتون:

هن سورة جو 3 دفعا پڙهڻ هر درد ۽ ڏک کي دور ڪندڙ آهي. پر جيڪڏهن ڪنهن وڏيءَ مشڪل ۾ ڦاٿل آهي تہ پوءِ هڪ سؤ ڀيرا پڙهي تہ انشاء الله مقصد حاصل ٿيندو.

## سورة حٰم السجده جون خاصيتون:

جيڪڏهن ڪنهن ظالم حاڪم کان خوف هجيس ۽ هو مٿس ڪاوڙيل بہ هجي تہ 80 ڀيرا پڙهي، اميد تہ سندس شر کان محفوظ رهندو.

## سورة حٰم عٓسق جون خاصيتون:

دشمن جي خوف وقت 3 دفعا پڙهي، اميد تہ انهيءَ جي شر کان بچي ويندو.

## سورة الزخرف جون خاصيتون:

جيڪا بہ مراد دل ۾ رکي 3 دفعا يا 7 دفعا پڙهندو، سا جلد پوري ٿيندي.

## سورة الدخان جون خاصيتون:

آفتن جي دفع ٿيڻ ۽ سڪرات جي آساني ۽ موت جي تلخي دفع ڪرڻ لاءِ 3 دفعا پڙهي، تہ سڪرات سؤلي ٿيندس.

## سورة الاحقاف جون خاصيتون:

(1) بي وقتيءَ برسات جي دفع ڪرڻ لاءِ 13 دفعا پڙهي. (2) عزت ۽ آبرو حاصل ڪرڻ لاءِ 7 دفعا پڙهڻ گهرجي.

## سورة مُحمد ﷺ جون خاصيتون:

ڪمن ۽ مهمن جي پوري ٿيڻ لاءِ 41 ڀيرا پڙهڻ گهرجي. اميد تہ دل گهربل ڪم پورا ٿيندا.

## سورة الفتح جون خاصيتون:

وعدي وفائيءَ لاءِ 41 دفعا انهيءَ سورة جو پڙهڻ مجرب آهي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ سورة فتح مون کي سيني شين کان پياري آهي.

## سورة الحجرات جون خاصيتون:

سيني بيمارين لاءِ 7 دفعا پڙهڻ مجرب آهي.

## سورة ق جون خاصيتون:

قبر جي روشنائي ۽ عذابِ قبر کان بچڻ لاءِ هر جمعرات پڙهڻ گهرجي.

## سورة الذاريات جون خاصيتون:

اناج جي تنگي ۽ ڏڪار جي دفع لاءِ 75 دفعا پڙهڻ گهرجي.

## سورة الطور جون خاصيتون:

جذام جي بيماريءَ کان محفوظ رهڻ لاءِ جمع جي رات جيڪو پڙهندو، سو انهيءَ منحوس بيماريءَ کان امن ۾ رهندو.

## سورة النجم جون خاصيتون:

دل جي مراد پوري ٿيڻ لاءِ 3 دفعا پڙهجي تہ اها مراد پوري ٿيندي.

## سورة القمر جون خاصيتون:

سيني بلائن ۽ آفتن کان محفوظ رهڻ لاءِ 7 دفعا پڙهجي.

## سورة الرحمٰن جون خاصيتون:

(1) حديث ۾ آيو آهي تہ سورة الرحمان قرآن شريف جي ڪنوار آهي.

(2) قرآن شريف جي ياد ڪرڻ لاءِ 3 دفعا يا 9 دفعا. ٻي هڪ روايت ۾ آهي تہ هڪ سو چاليهہ دفعا پڙهڻ مجرب آهي.

(3) جيڪڏهن 3 دفعا ڪنهن ڪم پوري ٿيڻ جي ارادي سان پڙهندو تہ انشاء الله. اهو ڪم پورو ٿيندو.

## سورة الواقعه جون خاصيتون:

عشاء جي نماز کان پوءِ هميشه هڪ دفعو پڙهڻ ڪري رزق جي ڪشادگي ٿيندي. مگر سندس پڙهڻ وقت ڪنهن سان گفتگو نه ڪري.

## سورة الحديد جون خاصيتون:

مُنجهي پيل مشڪلات جي ڪلڻ ۽ سمورن ديني ۽ دنيائي ڪمن جي سرانجاميءَ لاءِ 70 دفعا پڙهڻ مفيد ۽ مجرب آهي.

## سورة المجادله جون خاصيتون:

3 دفعا پڙهي زمين تي دم ڪري اميد ته دشمن خوار ٿيندا. جيڪڏهن ڪمان جي مُٺي ۾ ٻڌي دشمن ڏانهن تير اڇلائي، ته نه گسندو.

## سورة الحشر جون خاصيتون:

قرض جي لهڻ لاءِ 41 دفعا 41 ڏينهن لڳو لڳ پڙهي، اميد ته خزانه غيب مان سندس ڪشادگي ٿيندي ۽ قرض لهي ويندو.

## سورة الممتحنه جون خاصيتون:

(1) جذام ۽ ٻين خبيث بيمارين جي دفع لاءِ 5 ڀيرا پڙهي ته شفا حاصل ٿيندي.

(2) ڇوڪرين جي بخت کلڻ لاءِ 75 دفعا پڙهجي، ته بخت جي ڪشادگي ٿيندي.

## سورة الصف جون خاصيتون:

جيڪڏهن ڪو شخص 70 دفعا پڙهي ته سندس اولاد ۽ ٻيا گهر جا ڀاتي سندس مطيع ۽ فرمانبردار ٿي رهندا ۽ عزيزن ۽ مائٽن جي نظرن ۾ عزت وارو ٿيندو.

## سورة الجمعة جون خاصيتون:

صلاح ۽ مشوري ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ 75 دفعا پڙهڻ مفيد آهي.

## سورة المنافقون جون خاصيتون:

دشمنن، چورن ۽ چغلخورن ۽ غاصبن جي شر کان محفوظ رهڻ لاءِ هيءَ سورة شريف ٽي ڀيرا پڙهي مال و احباب تي شوڪارجي ته انشاء الله تعالىٰ سلامتي رهندي.

## سورة التغابن جون خاصيتون:

جيڪڏهن ڪنهن خزاني يا مال دولت تي 3 دفعا اها سورة پڙهي دم ڪئي ويندي، ته ڪوبه غاصب يا چور ان کي هٿ نه لائيندو.

## سورة الطلاق جون خاصيتون:

دوستن ۽ مائٽن ۾ تفرقي ۽ جدائي پوڻ جي خوف کان اها سورة 3 دفعا پڙهجي. اميد ته الله تعاليٰ انهيءَ ٽولي کي تفرقي ۽ ڦيٽي پوڻ کان محفوظ رکندو.

## سورة التحريم جون خاصيتون:

دشمن جي مهربان ٿيڻ لاءِ 21 ڀيرا پڙهي، اميد ته هن سورة جي برڪت سان دشمن به دوست ٿي پوندا ۽ دشمني ڇڏي ڏيندا.

## سورة الملڪ جون خاصيتون:

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو ماڻهو عشاء جي نماز کان پوءِ سورة ملڪ پڙهندو ته مرڻ کان پوءِ قبر جي سوال ۽ عذاب کان ڇُٽل هوندو. سورة ملڪ جي فضائل ۾ ٻيون پڻ حديثون آهن. اها سورة جيڪو ماڻهو 41 دفعا پڙهندو، ته سندس قبر روشن ٿيندي ۽ زماني جي مصيبتن کان محفوظ رهندو.

## سورة القلم جون خاصيتون:

75 دفعا هر مشڪل جي آسان ٿيڻ لاءِ پڙهڻ گهرجي ۽ قبر جي روشنيءَ لاءِ 20 دفعا پڙهڻ مُجَرب (آزمايل) آهي.

## سورة الحاقه جون خاصيتون:

قبر جي سوال ۾ آساني ۽ منڪر نڪير کي جواب ڏيڻ ۾ آساني ٿيڻ لاءِ 21 دفعا پڙهجي.

## سورة المعارج جون خاصيتون:

دشمنن سان جنگ واري حالت ۾ صلح ڪرڻ لاءِ 108 دفعا پڙهجي.

## سورة نوح جون خاصيتون:

هڪ هزار 22 دفعا، دشمن جي هلاڪ ٿيڻ لاءِ پڙهڻ گهرجي.

## سورة الجن جون خاصيتون:

ظالم جي دفع ٿيڻ لاءِ 360 پيرا پڙهجي. جن ڀوت ۽ بد نظر لاهڻ لاءِ هيءَ سورة 7 ڀيرا پڙهڻ گهرجي.

## سورة المزمل جون خاصيتون:

(1) سيني ڪمن جي پوري ٿيڻ ۽ تنگدستي جي دفع ڪرڻ لاءِ هڪ هزار ڀيرا پڙهجي.

(2) ڪنهن خلوت ۾ ويهي جيڪڏهن 41 دفعا هر ڏينهن پڙهي، جنهن جي اول ۽ آخر ڏهه دفعا درود شريف پڻ پڙهي، پوءِ جنهن به ارادي سان پڙهندو، سو ڪم، ڪريم جي حڪم سان پورو ٿيندو ۽ هيءُ آزمايل آهي.

## سورة المدثر جون خاصيتون:

بڪ، اُج، اُگهاڙپ، روزگار جي مشڪل وغيره لاءِ 7 دفعا پڙهندو ته سڀ ڪم پورا ٿيندس.

## سورة القيامــة جون خاصيتون:

هر جمع جي رات 3 دفعا پڙهندو رهي ته، قيامت جي ڏينهن جو خوف نه ٿيندس.

## سورة الدهر جون خاصيتون:

روزگار جي ڪشادگي ۽ فرانيءَ لاءِ ۽ پيغمبرن جي برابر ثواب حاصل ڪرڻ جو ارادو هجي ته، 75 دفعا پڙهي.

## سورة المرسلات جون خاصيتون:

صديقن جي ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ سؤ دفعا پڙهي. ڪنهن وڏي ماڻهوءَ وٽ ڪم سان وڃڻو اٿس ته 5 دفعا پڙهي. جيڪڏهن ڪنهن ڇوڪري کي زبان ۾ اٽڪ آهي ته هيءَ سورة زعفران ۽ مشڪ سان لکي پيارجي ته زبان کُلي پوندي.

## سورة النباء جون خاصيتون:

سڀ ڪنهن نماز ڪان پوءِ پڙهڻ واري جي اکين ۾ روشنائي زياده ٿيندي.

## سورة النازعات جون خاصيتون:

سڪرات جي سولائيءَ لاءِ 41 دفعا پڙهڻ گهرجي.

## سورة عبس جون خاصيتون:

ٻار ڪي روئڻ جي عادت هجي ۽ ان روج راڙي کي دفع ڪرڻ لاءِ 7 دفعا پڙهي اُن تي شوڪارجي. تنگي روزگار جي دفع ڪرڻ ۽ ڪنهن امير اڳيان وڃڻ لاءِ 79 دفعا پڙهجي. بي وقت مينهن روڪڻ لاءِ 3 دفعا پڙهڻ گهرجي.

## سورة ڪورت جون خاصيتون:

تنگي معاش جي دفع ڪرڻ لاءِ 70 دفعا ۽ بي وقتي برسات ٺارڻ لاءِ پڻ ايترا دفعا پڙهڻ گهرجي.

## سورة الفطرت جون خاصيتون:

ماڻهن جي مطيع ڪرڻ لاءِ 79 دفعا پڙهجي. ڪنهن ڪم ۾ عاجز ٿي پوڻ واري حالت ۾ هڪ هزار دفعا پڙهجي ته مراد پوري ٿئي.

## سورة المطففين جون خاصيتون:

ٻڪ جي دفع ڪرڻ ۽ ٻارن جي روئڻ ۽ ڪيٽي کي ختم ڪرڻ لاءِ 11 دفعا پڙهجي.

## سورة النشقت جون خاصيتون:

ويم جي سور دفع ڪرڻ لاءِ 70 دفعا پڙهي ته درد دفع ٿيندو.

## سورة البروج جون خاصيتون:

جِنَ ڀوتُ ۽ بد نظر جي دفع ڪرڻ، بد شد ڳالهائيندڙ جي زبان بند ڪرڻ لاءِ 21 ڀيرا پڙهڻ گهرجي.

## سورة الطارق جون خاصيتون:

جِنَ ڀوتُ جي آسيب وڃائڻ لاءِ ٽي دفعا پڙهڻ آزمايل آهي.

## سورة الاعلي جون خاصيتون:

سفر لاءِ گهر مان نڪرڻ وقت ٽي فعا پڙهي ته سفر ۾ سلامتي رهندي.

## سورة الغاشية جون خاصيتون:

بلا جي دفع ۽ امن امان ۾ رهڻ لاءِ 21 دفعا پڙهجي.

## سورة الفجر جون خاصيتون:

سڀ ڪنهن قسم جي بلا (مصيبت يا تڪليف) ٽارڻ لاءِ 7 دفعا پڙهي ته هر بلا کان حفظ ۾ رهندو.

## سورة البلد جون خاصيتون:

امن امان لاءِ 40 ڀيرا، بزرگن وٽ وڃڻ لاءِ 7 ڀيرا پڙهي ته مقصد حاصل ٿيندس.

## سورة الشمس جون خاصيتون:

41 سُج اُڀرڻ وقت41 دفعا پڙهي ته آفتن کان امن ۾ رهندو.

## سورة الليل جون خاصيتون:

41 دفعا هر روز پڙهندو ته سندس مال چورن کان محفوظ رهندو.

## سورة الضحيٰ جون خاصيتون:

ڪو ماڻهو گم يا غائب ٿي ويو هجي ته، سُمهڻي جي نماز کان پوءِ 41 دفعا هيءَ صورت پڙهي ته گم يا غائب ٿيل ماڻهو موٽي ايندو. قيدي جي ڇوٽڪاري لاءِ هڪ هزار ڀيرو پڙهڻ گهرجي.

## سورة الم نشرح جون خاصيتون:

واپار، سوداگري ۾ نفع لاءِ 3 دفعا پڙهجي ۽ ديني ۽ دنيائي ڪمن پوري ٿيڻ لاءِ 70 دفعا پڙهڻ گهرجي.

## سورة والتين جون خاصيتون:

گم ٿيل ماڻهوءَ کي گهر ڏانهن موٽائڻ جي ارادي سان 7 هزار ڀيرا پڙهجي ته موٽي ايندو.

## سورة الاقراء، ”العلق“ جون خاصيتون:

حاڪمن ۽ بزرگن وٽ عزت پرائڻ لاءِ ٽي دفعا پڙهي، انهن وٽ ويندو ته عزت وارو ٿيندو.

## سورة القدر جون خاصيتون:

اکين ۾ وار وڌي پوڻ لاءِ 31 دفعا پڙهڻ گهرجي تہ دفع ٿي ويندا.

## سورة البينة جون خاصيتون:

عبادت جي قبول پوڻ لاءِ 21 دفعا ۽ حاڪمن وٽ وڃڻ وقت 9 دفعا پڙهجي تہ عزت ۽ آبرو حاصل ٿيندي.

## سورة زلزال جون خاصيتون:

حديث ۾ آيو آهي تہ اذا زلزلت اڌ قرآن شريف جي برابر آهي. اها مبارڪ سورة خوفناڪ دشمن جي دفع لاءِ چاليهہ هزار ڀيرا پڙهڻ مُجَرب آهي.

## سورة العاديات جون خاصيتون:

نظر لڳڻ ۽ ٻين آسماني ۽ ارضي آفتن ٽارڻ لاءِ 3 دفعا پڙهجي.

## سورة التكاثر جون خاصيتون:

پنهنجي سر ۽ پنهنجي ايمان جي سلامتي ۽ بلائن جي دفع لاءِ 3 دفعا پڙهجي.

## سورة العصر جون خاصيتون:

پيٽ جي سُور ۽ اک جي سور لاءِ 75 ڀيرا پڙهي لکي پيارڻ سان اک جو سُور ۽ قولنج جو درد دفع ٿي وڃن ٿا.

## سورة همزه جون خاصيتون:

دشمنن ۽ بد چوندڙن جي دفع لاءِ 21 ڀيرا پڙهي.

## سورة الفيل جون خاصيتون:

دشمنن جي هلاڪت لاءِ هڪ هزار 5 دفعا پڙهي.

## سورة القريش جون خاصيتون:

گهر مان سفر جي نيت سان نڪرڻ وقت 7 دفعا پڙهي تہ سلامتيءَ سان گهر پهچندو.

## سورة الماعون جون خاصيتون:

ٻارن ۽ گهر ڀاتين جي مصيبتن کان محفوظ رهڻ لاءِ 41 دفعا پڙهجي.

## سورة الڪوثر جون خاصيتون:

محشر ڏينهن آب ڪوثر نصيب ٿيڻ لاءِ هزار دفعا پڙهجي ۽ دشمن ڪي پريشان ڪرڻ لاءِ ٽي هَزار ڀيرا پڙهجي.

## سورة ڪافرون جون خاصيتون:

گوناگون آفتن جي بچاءَ لاءِ 73 دفعا پڙهڻ گهرجي.

## سورة النصر جون خاصيتون:

حديث ۾ آيو آهي تہ سورة النصر قرآن شريف جي چوٿين پتي جي برابر آهي. ايمان جي سلامتي ۽ عمر جي زيادتيءَ لاءِ انهيءَ سورة ڪي هر روز 3 دفعا پڙهڻ بلڪل مفيد آهي.

## سورة الاخلاص جون خاصيتون:

نماز سُمهڻيءَ ڪان پوءِ پڙهندڙ ڪي ختم قرآن جو ثواب ملندو. جنهن مشڪل لاءِ هڪ هزار دفعو پڙهندو تہ اها مشڪل حل ٿي ويندي.

## سورة الفلق جون خاصيتون:

جادوءَ ۽ سحر وغيره لاءِ 7 دفعا پڙهڻ گهرجي. بلڪل مُجَرب آهي.

## سورة الناس جون خاصيتون:

حاسدن جي براين ۽ شيطان جي شر ۽ وسوَسي ڪان بچڻ لاءِ 7 دفعا انهيءَ سورة جو پڙهڻ ڪارائتو آهي.

هر قسم جي مشڪل حل ڪرڻ لاءِ ”رساله فتحيه“ ۾ لکيو اٿن تہ: هيءُ وظيفو پڙهڻ تمام عمدو آهي، جنهن جي ڪري هر مشڪل آسان ٿي ويندي. سورة فاتحہ شريف 77 دفعا، صلواة سڳوري (درود شريف) هڪ سوَ ڀيرا، سورت الم نشرح 70 ڀيرا سورت اخلاص هڪ هزار ڀيرا، اول ۽ آخر ۾ درود شريف هڪ سو ڀيرا پڙهي، مشڪل ڪشائي لاءِ دعا گهري تہ هر طرح سان انشاءُ الله تعاليٰ آساني ٿي ويندي.

---

نوٽ: ”قرآن شريف جون خاصيتون“ وارو باب مخدوم غلام حيدر صديقي صاحب جو لکيل آهي. (ادارو)

# ڪرامتون

هن اؤليهاء ڪامل ۽ ولي اڪمل جون ڪرامتون بيحد و عد آهن. سندن زندگي جو هر لمحو ۽ هر ساعت ڪرامت هئي. بلڪ سنڌ ۾ سندن جو وجود مسعود ئي ڪرامت هو. ان هوندي به اسان ڪي قدر ڪرامتون هت نقل ڪريون ٿا:

(1) نقل آهي ته هڪ شخص سندن خدمت ۾ افلاس ۽ قرض جي اچي دانهن ڏني ۽ ڏاڍي زاري نيزاري ڪيائين. پاڻ هڪ پٿر تي الحمد شريف پڙهي مٿس دم ڪيائون، ته خالص سونُ ٿي پيو ۽ اهو انهيءَ سائل جي حوالي ڪيائين، جو وجي پنهنجو مطلب پورو ڪري. سائل ڏٺو ته فقط الحمدلله پڙهي پٿر کي سون بنايو ويو آهي. اهو ڪو مشڪل مسئلو ناهي. سو گهر وڃي ڪئين دفعا الحمد شريف پڙهي پٿر تي شوڪاريائين، پر پٿر جو پٿر ئي رهيو. جنهن تي موٽي مخدوم معظم جن جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيائين ته قبلا! منهنجي پڙهڻ ۽ شوڪارڻ سان ته سون ڪونه ٿو ٿئي. پاڻ فرمايائون ته "جيڪو سون ۽ مٽيءَ ۾ فرق ڪندو، ان جي هٿ ۾ ڪڏهن مٽي سون نه ٿي سگهندي". (دليل الذاڪرين)

(2) ميان محمد ڪبير مخدوم معظم قدس سره جن جي پوٽي کان نقل آهي ته هڪ دفعي پاڻ هڪ جهنگل مان ويا ٿي، ته اُتي ڪنهن ڌاريءَ زال اچي ڪانئن واٽ پُڇي. پاڻ هٿ سان اشارو ڪري چيائون ته وڃ الله تعاليٰ توکي هدايت ڪري. فقط انهيءَ چوڻ سان انهيءَ مائيءَ جي دل جا پردا کُلي پيا ۽ سندس طبع الله تعاليٰ ڏي رجوع ٿي وئي.

1. آنانڪه خاڪ را بنظر ڪيميا ڪنند

آيا بود ڪه گوشه چشمي بما ڪنند

2. دَردمِ نهفته به طبيبان مدعي

باشد ڪه از خزانه غيبم دوا ڪنند

3. معشوق چون نقاب زِ رُخ بر نميڪشد

هرڪس حڪايتي به تصور چرا ڪنند

4. چون حسن عاقبت نہ برندي و زاهي يستہ
آن بہ کہ کار خود برعايت رها کنند

5. بيمعرفت مباش کہ دو من يزيد عشق
اهل نظر معاملہ با آشنا کنند
"حافظ" مدام وصل ميسر نمي شود
شاهان کم التفات بحالِ گدا کنند

ترجمو:

1. اُهي صاحبدل، جيڪي مٽيءَ کي هڪ نگاهہ سان سون ڪري ٿا ڇڏين، ڇا اهو ٿي سگهي ٿو (افسوس!) اُهي هڪ نگاهہ اسان ڏي بہ ڪن!!

2. دعويٰ ڪندڙ (ٺاهه هٺندڙ) طبيبن کان، منهنجو درد پوشيده آهي- ٿي سگهي ٿو تہ اُهي غيب جي خزاني مان منهنجي دوا ڪن.

3. جڏهن تہ معشوق پنهنجي چهري تان نقاب (پردو) ئي نٿو هٽائي تہ پوءِ سڀئي ماڻهو، پنهنجي گمان (خيال) سان ڳالهيون ڇو ٿا ناهين؟

4. جڏهن تہ عاقبت (آخرت) جي سهڻائيءَ ۽ ڀلائيءَ جو نتيجو رندي ۽ تقويٰ (پرهيزگاري) تي منحصر نہ آهي تہ پوءِ اهو بهتر آهي تہ پنهنجو سمورو معاملو مهرباني تي ڇڏي ڏجي. (انڪري، رندي ۽ تقويٰ کي اختيار ڪندي بہ پاڻ کي رب تعاليٰ جي رحمت، فضل، ڪرم ۽ مهربانيءَ جي حوالي ڪجي تہ بهتر آهي).[1]

5. اي "حافظ!" وصل (محبوب جو ملڻ) هميشہ حاصل نٿو ٿئي، ڇو تہ بادشاهہ، فقير ڏانهن گهٽ توجهہ ڏين ٿا. (حافظ شيرازي)

مگر پوءِ انهيءَ جو نتيجو هيءُ نڪتو جو انهيءَ ڏينهن ئي حضرت صاحب الفيض والفتوح ڪامل مڪمل حضرت مخدوم نوح رحمة الله علية جن جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ واري قوت ۾ فرق پيدا ٿي پيو يعني تہ: ڪنن کان ٿورا ٻُڌا ۽ اکين کان بہ ٿورا ڪمزور ٿي پيا. ڇوتہ جيئن آئنده لاءِ ڪنهن بہ ڌاريءَ عورت جو، نہ سخن ٻڌن ۽ نہ وري هن ڏانهن ڏسن. اها ڪرامت ڪمال پرهيزگاريءَ تي دلالت ڪري ٿي. هڪ عربي شاعر فرمائي ٿو:

[1] مٿيون شعر ڊاڪٽر گل حسن لغاري ڏنو آهي. (- ادارو)

حتيٰ خبرت ان الشمس انثي
ينهاني عفاف في ان اراها

يعني تہ مون کي جڏهن کر هيءَ خبر پيئي آهي تہ سج مؤنث آهي تہ منهنجي پرهيزگاري سندس ڏسڻ کان مون کي روڪي رهي آهي. ڇاڻ گهرجي تہ عربي گرامر ۾ سج جو لفظ جنهن کي عربيءَ ۾ شمس چئجي ٿو اهو صيغہ مؤنث سماعي آهي. شمس کان سواءِ ٻيا جيکي لفظ بہ سج لاءِ عربيءَ ۾ کر اچن ٿا. اهي مؤنث ٿي کم ايندا آهن، جنهن کري شاعر انهيءَ رمز ڏانهن اشارو ڪيو آهي.

چون ٿا تہ حضرت مخدوم صاحب جن جي ساري عمر ۾ انهيءَ زال کان سواءِ ٻي کنهن بہ نامحرم يعني ڌاريءَ عورت سان ڳالهائڻ کونہ ٿيو هو.

(3) مخدوم اسماعيل سومرو (متوفي سنہ 998ھ) وينل کوٽ اگهم جو نهايت مسکين ۽ تنگدست هو. هک دفعي سندس گهر ۾ فقط بہ ٽويا ٻج جا رکيل هئا. سندس والده چيو تہ حضرت مخدوم صاحب جن ڏانهن کٽي وڃ ۽ پڙهائي اچ ۽ پنهنجي مسکينيءَ جو بہ وجي احوال ٻڌاءِ. جڏهن مخدوم صاحب جن جي خدمت ۾ پهتو ۽ سمورو احوال عرض کيائين، پوءِ مخدوم صاحب جن کيس الحمد شريف پڙهي دم کري ڏنائون. جڏهن اهي ٻج جا بہ ٽويا پوکيائين تہ ان مان وڏي وڏي سوين خرار اناج جا پيدا ٿيا ۽ مخدوم اسماعيل مالا مال ٿي ويو. اهڙيءَ طرح مخدوم بايزيد[1] پنهنجي مسکينيءَ جي دفع ٿيڻ لاءِ دعا گهرائي تہ لکن رپين جو مالک ٿي پيو.

(4) مخدوم ساهڙ هک عيالدار ۽ نادار مڙس هو. حضرت مخدوم معظم جن جي خدمت ۾ اچي پنهنجو احوال پيش کيائين. حضرت مخدوم صاحب جن الحمد پڙهي کيس حکم کيو تہ وجي ماهيو مال ڌار، پوءِ جڏهن مخدوم صاحب جن کان موکلائي ڳوٺ ڏي هليا تہ رستي ۾ کن ڌنارن چيو تہ فقير اسان جي هيءَ وَڇ مَندي ٿي پئي آهي، جو هلي بہ نٿي سگهي. جيکڏهن اوهان انهيءَ کي کُهي کائو تہ ڏاڍو چڱو. مخدوم ساهڙ چيو تہ يار اها وڇ مان ضرور ڳوٺ نيندس، ڇوتہ حضرت مخدوم صاحب جن ماهي مال ڌارڻ جو

---

[1] مخدوم بايزيد، مخدوم عربي رح جو فرزند، وڏو اولياءُ الله ٿي گذريو آهي.

حڪم ڪيو آهي. پوءِ جڏهن وَچ ڪي گهر ڪاهي آيو تہ چڳي ڀلي ٿـي ۽ منڊائي ڇڏي ويس. پوءِ فقط انهيءَ وَچ جي نسل مان بہ سؤ ڪن مينهيون پيدا ٿيون.

(5) بهاؤالدين دلقپوش ڪان نقل آهي تہ هڪ دفعي حضرت مخدوم صاحب ٺٽي جي جامع مسجد "فرخ سير" ۾ تشريف فرما هئا. جمعي نماز ڪان پوءِ هڪ هزار ماڻهو منهنجي هٿان، سندن مريديءَ ڪان مشرف ٿيا ۽ پاڻ انهيءَ ڪي تلقين ڏنائون، جن ولايت جي درجي ۾ ايتري تہ ترقي ڪئي جو سيد عبدالڪريم بلڙي وارو ۽ صابو سومرو ۽ تاجن ڪماليت جي درجي ڪي وڃي پهتا، جي ان وقت ڪرامتن ۾ مشهور هئا. اتي هڪ ماڻهوءَ ڪي دل ۾ گمان آيو تہ اڄ حضرت مخدوم صاحب جن الائي ڪيترن ماڻهن ڪي ذڪر جي تلقين ڪئي آهي، جنهن تي پاڻ فرمايائون تہ ٻارنهن هزار ماڻهو منهنجي هٿ تي مشرف ٿيا آهن ۽ اها خبر ڪراما ڪاتبين جي دفتر مان پئي آهي.[1]

(6) ٺٽي جي مڪلي واري قبرستان ۾ هڪ درويش "پرڪيہ" نالي رهندو هو، جنهن هڪ چُوني جو حوض ترتيب ڏيئي نهرايو هو. پوءِ جيڪو ماڻهو بہ قبرستان ۾ ايندو هو، امير هجي توڙي گداگر، عالم هجي توڙي سيد. سڀ ڪان چُونو ڍوهائيندو ۽ ڪم وٺندو هو. جنهن تي ماڻهو ڏاڍو تنگ ٿيا. آخر ٺٽي جي مشهور سيد علي شيرازي (جيڪو حضرت غوث الحق رحہ جو چوٿون نمبر خليفو هو) وقت جي حاڪم وٽ شڪايت ڪئي تہ پرڪيو فقير مڪليءَ جي قبرستان ۾ سرڪار جي برخلاف ڪنهن سازش ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو. تنهنڪري ان ڪي اُتان تڙائڻ گهرجي. حاڪم حڪم ڏنو تہ بيشڪ ان جو سارو سامان ۽ اسباب ضبط ڪري سندس گهر تي سرڪاري مهر هڻي وڃي. سرڪاري ڪامورا جڏهن اهو ڪم سرانجام ڪري موٽي آيا تہ ڇا ڏسن تہ سرڪاري خزاني ۽ توشہ خاني تي فقير جون سيل مهرون لڳيون پيون آهن،

---

[1] اهو نقل "دليل الذاڪرين" مان ورتل آهي. مگر "رسالہ النصريہ" ۽ "انيس الفقراء" ۽ "گنجينة الاوياء" ۾ آهي تہ مٿيون گمان يا خطرو فقير عبدالرشيد ڪي دل ۾ آيو تہ مخدوم معظم جي هٿ تي اڄ ڪيترا ماڻهو مريد ٿيا آهن ۽ عبدالرشيد ڪي ٿي وري ڪشف طور معلوم ٿيو تہ جنن، انسانن ۽ ارواحن مان نو لک مخلوق سندس مريد ٿي آهي، جنهن ڪري حضرت مخدوم صاحب تي "نو لکي گودڙي" جو لقب پيو. انهن ٻنهي نقلن ڪي غور سان ڏسبو تہ پاڻ ۾ ڪابہ مخالفت ڪانہ اٿن. يعني پهرين نقل موجب انسانن مان ڪل ڏهہ هزار ٿيا ۽ پوئين نقل موجب جيڪي مون ڪي مريد ٿيا، انهن ۾ انسانن ڪان سواءِ جن ۽ ارواح بہ داخل آهن. والله اعلم.
(مخدوم غلام حيدر صديقي)

جنھن ڪري ڏاڍا حيران پريشان ٿيا ۽ پنھنجي ڪئي تي پشيمانيءَ جو پڻ اظھار ڪيائون. مگر حاڪم وقت سيد علي شيرازي ڪي گھرائي چيو تہ ڪنھن بہ صورت انھيءَ فقير کي ڪوھ مڪليءَ مان دفع ڪيو وڃي. جو تہ ان وقت فقير وٽ ڪجھہ ھٿيار بہ جمع ٿي چڪا ھئا. آخر سيد علي شيرازي حضرت غوث الحق مخدوم نوح قدس الله تعاليٰ سرہ العزيز جن کي خط موڪلي دعوت ڏئي گھرايو. جڏھن پاڻ درياءَ جي ڪناري سان ٺٽي جي ٻاھران پھتا تہ سيد علي شيرازي نھايت عزت سان استقبال ڪيو ۽ پنھنجي ھڪ نئين عاليشان بنگلي ۾ جو بھشت جو ڏيک ڏئي رھيو ھو، وٺي رھايائين ۽ مخدوم صاحب جن جي ارادتمنديءَ ۾ داخل ٿيو. پوءِ جڏھن جمعي جو ڏينھن ٿيو، تڏھن سيد علي شيرازي معبر تي چڙھي ھزارن ماڻھن کي خطاب ڪري چيو تہ مسلمانو! اسان مسلمان سمورا حضرت مخدوم معظم جن جا تابع ۽ مخلص آھيون. جنھن جو اثر ماڻھن تي ڏاڍو چڱو پيو. پوءِ عرض ڪيائين تہ مڪليءَ جي قبرستان ۾ ھڪ اھڙو فقير رھي ٿو، جو شھر جي ماڻھن ڪان ھٽن سان ڇُونو ڳوھائي ٿو. پاڻ فرمايائون تہ پوءِ ڇا ٿيو اھڙا بہ ڪي فقير ھوندا آھن. پوءِ وري سيد علي عرض ڪيو تہ سائين مرد تہ ھن وٽ وڃن ٿا، پر زالون بہ وٽس موجود رھن ٿيون. فرمايائون تہ پوءِ ناھي جو خدا جي طلب جھڙي مردن تي فرض آھي، اھڙي زالن تي بہ فرض آھي. جڏھن سيد علي شيرازيءَ جو مطلب انھيءَ عرض معروض مان بہ حاصل نہ ٿيو، تڏھن عقلمنديءَ جي ڪيڏ ڪري حضرت مخدوم صاحب جن کي عرض ڪيائين تہ اھو فقير بدعتي بہ آھي جو ڪڏھن ڪڏھن قبلي ڏانھن پير ڪري سُمھي ٿو ۽ ڪڏھن قبلي ڏانھن ٿُڪ بہ اُڇلي ٿو ۽ ھر طرف سجدو بہ ڪري ٿو. ان تي مخدوم صاحب جن غصي ۾ اچي پنھنجي ھٿ ڪي چنڊڪو يا اشارو ڏئي فرمايو تہ اھو بدعت جو ڪم ۽ بد طريقو آھي. بس ھڪدم سيد سمجھي ويو تہ مخدوم معظم جن رحمة الله عليہ جي ھٿ واري اشاري سان پرڪيي فقير ضرور مڪلي ڇڏي، بي اختيار وني ڀڳو ھوندو. سرڪاري سپاھي جڏھن پرڪيي جي تلاش ۾ ويا، ڏٺائون تہ غائب آھي. وري اڄ تائين سندس پتو ڪونہ پيو.

(7) انھيءَ واقعي بابت "دليل الذاڪرين" جو مؤلف: سيد مير لطف الله ٺٽويءَ کان نقل ڪري ٿو تہ مون کي مير صاحب دستخط لکيل جيڪو بيان

ڏنو، اهو لفظ بلفظ هيٺ درج ڪجي ٿو، تہ جڏهن سيد علي شيرازي جي التماس سان مخدوم نوح شيخ پرڪيي جي فساد دفع ڪرڻ لاءِ ٺٽي ۾ وارد ٿيو، تڏهن سيد علي شيرازي جي هڪ بنگلي ۾ اچي لٿا جو بهشت جهڙو پرتو هو. حضرت مخدوم معظم جن انهيءَ بنگلي کي ڏسي فرمايو تہ الله تعاليٰ اوهان کي هن دنيا ۾ بهشت ڏنو آهي. سو آخرت ۾ بہ بهشت عطا ڪندو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ جڏهن حضرت مخدوم معظم جن رحمة الله تعاليٰ مڪليءَ جي قبرستان ڏانهن تشريف فرما ٿيا، تہ رستي ۾ هڪ جامع مسجد آئي، جا خواجہ شمشاد وڏي خرچ سان تيار ڪرائي هئي ۽ قبلي تي پوري نہ هئي، خواجہ مذڪور جي التماس ڪرڻ تي سيد علي صاحب جي مدد سان انهيءَ مسجد کي قبلي تي پورو ڪري اڳتي وڌيا. جڏهن مڪليءَ ۾ پهتا، تڏهن حضرت مخدوم معظم جن جمع مرحوم جي مزار جي لڳ وڃي ترسيا ۽ شيخ پرڪيو بہ اتي ئي ماڻهن کان چُونو ڳوهائيندو هو. حضرت مخدوم معظم جن رحمہ ربہ بہ پنهنجي هڪ خادم کي موڪليو تہ پرڪِيئِي درويش کي وٺي اچي. مگر خادم موٽي اچڻ ۾ ڏاڍي دير لاتي، ٻيو ماڻهو موڪليائون. انهيءَ چيو تہ اڳيون موڪليل خادم وينو چُونو ڳوهي. وري ٽيون ماڻهو موڪليائون، جنهن اچي ٻڌايو تہ شيخ پرڪيو مورڳو ئي گم ٿي ويو آهي ۽ وري سندن پتو ڪونہ مليو. سيد علي شيرازي قدس الله تعاليٰ سره العزيز حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جن جو چوٿون نمبر خليفو هو.

(8) حضرت مخدوم نوحؒ جن جي خدمت ۾ هڪڙا بہ شخص آيا، جن مان هڪ جو ارادو هو تہ منهنجي اهڙي حالت ٿئي جو ساري زندگي مرڻ تائين ۽ مرڻ کان پوءِ قيامت جي ڏينهن تائين ذڪر ڪندو رهان ۽ ٻي جو ارادو هو تہ قرآن شريف جو حافظ ٿيان. پوءِ جڏهن اهي ٻئي شخص حضرت بابرڪت صاحب الفيض والفتوح مخدوم نوح رح جن جي خدمت ۾ پهتا، تڏهن پهرين تي فقط نظر پوڻ سان اهڙي حالت ٿي پئي جو دل ذڪر ”لا الـه الا الله“ سان زندهہ ٿي پيس. پوءِ تہ ننڊ ۽ سجاڳيءَ ۾ ذڪر جاري رهيس ۽ پڇاڙي عمر ۾ گونگو ۽ ٻوڙو ٿي پيو ۽ هوش کان بي هوش ٿي ويو. مگر ان حالت ۾ بہ ”لا الـه الا الله“ جي تنوار جاري هئس. باقي ٻئي شخص سان بہ اهڙوئي فضل الاهي ٿيو جو فقط حضرت جناب مخدوم معظم جن جي ڏسڻ شرط قرآن شريف جو حافظ ٿي ويو

۽ ڪڏهن ڪڏهن قرآن شريف جو تفسير به لکندو هو. "دليل الذاڪرين" جو مؤلف لکي ٿو ته: مان خود انهن ٻنهين کي پنهنجن اکين سان ڏٺو هو.

(9) هڪ دفعي ٺٽي جي سفر ۾ ٽي مهينا برابر ڪجهه به کاڌو پيتو ڪونه هئائون، يا ڪڏهن ڪڏهن ڪٿي ٿوري افطاري ڪندا هئا، جڏهن دولت خاني تي واپس آيا، تڏهن گهر وارن ڏٺو ته پاڻ بدن ۾ متارا ۽ تندرست هئا. اهل خانه عرض ڪيو ته سائين انهيءَ سفر ۾ ڇا کائيندا هئا ته هاڻي به اهو پيش ڪجي. پاڻ فرمايائون ته مون ته انهيءَ سفر ۾ ڪجهه به ڪونه کاڌو هو بلڪ الله تعاليٰ جي نعمت آهي جا روحاني طرح منهنجي بدن ۽ وجود ۾ پهچي رهي آهي. لذت انهيءَ جي اُن کي معلوم هوندي جو انهيءَ درجي کي پهتل هوندو.

(10) نقل آهي ته ڪنهن شهر جي حاڪم کي هڪ ڏاري زال سان حد درجي جو عشق هو. مگر هو پاڻ پرهيزگار، صلاحڪار ۽ نيڪ ڪردار هو، جنهنڪري پاڻ کي بچائيندو آيو ٿي ۽ سندس محبت واري باهه روز بروز تيز ٿي رهي هئي. سندس کي هم صحبت ماڻهو اهڙ ابه هئا، جو ڪيس آماده ڪري رهيا هئا ته هو، انهيءَ عورت سان هڪ دفعو نزديڪي ڪري ته محبت جو جيڪو غلبو آهي، من اهو گهٽجي وڃي. پر هو نيڪ مرد حاڪم انهيءَ ناشائسته ڪم کان پاڻ کي روڪيندو آيو. هوڏانهن محبت جو مچ ٻري رهيو هو. آخر محبت کان عاجز اچي حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو. بس ويهڻ شرط پاڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ مسلمانن لاءِ هن دنيا ۾ چار زالون حلال يا مباح فرمايون آهن، جي ڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي چار به پورت نه ڪن ته پوءِ ٻانهي خريد ڪري گهر ۾ رکي. باقي ان کان سواءِ ته سخت مجرم ۽ گنهگار ٿيندو. پوءِ هيءَ آيت شريف پڙهيائون: وَإِنْ خِفْتُمْ أَلَّا تُقْسِطُوا فِي الْيَتَامَى فَانكِحُوا مَا طَابَ لَكُمْ مِنَ النِّسَاءِ مَثْنَى وَثُلَاثَ وَرُبَاعَ فَإِنْ خِفْتُمْ أَلَّا تَعْدِلُوا فَوَاحِدَةً أَوْ مَا مَلَكَتْ أَيْمَانُكُمْ (۽ جيڪڏهن اوهين ڊڄو ته يتيم ڇوڪرين جي حق ۾ (انهيءَ سان نڪاح ڪرڻ وقت) انصاف نه ڪري سگهندؤ ته پوءِ ڪيل ٻيون، جيڪي زالون اوهان کي وڻن. ٻه ٻه ۽ ٽي ٽي ۽ چار چار نڪاح ڪريو. پوءِ جيڪڏهن اوهين ڊڄو ته (هن صورت ۾ به) اوهين انصاف نه ڪري سگهندؤ ته پوءِ هڪ سان شادي ڪريو. (سوره النساء - آيت - 3)

پوءِ وري پاڻ هيءَ آيت شريف پڙهيائون: وَالَّذِينَ هُمْ لِفُرُوجِهِمْ حَافِظُونَ O إِلَّا عَلَى أَزْوَاجِهِمْ أَوْ مَا مَلَكَتْ أَيْمَانُهُمْ فَإِنَّهُمْ غَيْرُ مَلُومِينَ (سوره معارج، آيت 29 ۽ 30) ۽ جيڪي پنهنجين شرمگاهن کي پنهنجين زالن ۽ پنهنجين ٻانهين کان سواءِ (ٻين کان) بچائيندڙ آهن، ڇو ته (اُنهن کان شرمگاهن نه بچائڻ ۾) اُهي ملامت ڪيل نه آهن.

بس فقط انهيءَ صحبت ۽ ملاقات ۽ انهن آيتن جي تفسير ٻڌڻ سان انهيءَ عاشق کي جيڪو اندر ۾ سوز گداز هو، اهو سڀ گم ٿي ويو ۽ مريد ٿي ڪلمهءَ "لا اله الا الله" جي سان مشرف ٿيو.

(11) حضرت مخدوم معظم جن جي هڪ فرزند بزرگ کي نانگ ڏنگيو ۽ زهر جو اهڙو اثر ٿيو جو باقي پوين پساهه وڃي بچيو. صاحبزادي جي والده حضرت مخدوم معظم رحمة الله عليه جن جي خدمت ۾ روئندي ۽ غم کان ٻُڪندي آئي ۽ عرض ڪيائين ته اوهان جو فلاڻو فرزند نانگ ڏنگڻ جي ڪري وفات ڪري چڪو آهي. پر ايترو سو هو جو گهر وارا ميت جي ڇپن تي مُشڪڻ جا آثار ڏسي رهيا هئا. حضرت مخدوم معظم صاحب عليه الرحمة جن ڪلي فرمايو ته سندس عمر ڊگهي آهي. اهو ڇوڪر چار پٽ ۽ هڪ ڌيءَ ٻه جو پيءُ ٿيندو. اها ڳالهه ٻڌي جڏهن اها صاحبزادي جي والده موٽي گهر ۾ پهتي ته پنهنجي پٽ کي چڱو ڀلو اچي ڏٺائين ۽ ان کان پوءِ برابر ان صاحبزادي کي اولاد ٿيو، جيئن حضرت مخدوم معظم جن فرمايو هو.

(12) مخدوم عثمان جهيجو، جو وڏو عالم ۽ اهلِ ڪشف جو صاحب هو، هڪ دفعي سندن خدمت ۾ آيو ۽ ملاقات ڪندي نماز جو وقت به اچي ويو. حضرت مخدوم معظم رحمة الله عليه جن گهڻو ڪري نماز تمام تڪڙي پڙهندا هئا. جنهن تي يوسف نالي ميان عثمان جي هڪ شاگرد دل ۾ اعتراض ڪيو ته ايڏي تڪڙ ۾ قرات جو فرض ڪڏهن به ادا ٿي نه سگهندو. مخدوم معظم جن فرمايو ته ڪي فقير اهڙا به آهن، جو جڏهن هڪ تڪبير تحريمه چوندا آهن، تڏهن هنن جي بدن جو وار هڪ هڪ ڪلمه قرآن جو پڙهي ٿو، جو هڪ رڪعت اندر لمحي ۾ قرآن شريف ختم ٿيو وڃي. مخدوم عثمان پنهنجي شاگرد کي چيو ته خاموش رهه، ڇوته حضرت مخدوم معظم جن پنهنجي قول ۾ سچا آهن. پوءِ حضرت جناب مخدوم معظم جن فرمايو ته جنهن مون کي ڏٺو، ان

تي دوزخ جي باھ حرام آھي. ان تي ھن شاگرد کي دل ۾ آيو تہ حضرت مخدوم معظم جن وڏي ڳالھہ ڪري وينا آھن. مخدوم ميان عثمان پنھنجي شاگرد کي خطاب ڪري چيو تہ دل کي ھٿ ۾ رک. حضرت مخدوم صاحب جن جيڪي فرمائين ٿا، اھو حضرت شفيع المذنبين سند العاصين رسول رب العالمين عليہ الصلواة والسلام جن جي اذن سان فرمائين ٿا. تنھنڪري اعتراض ڪرڻ جي ڪا گنجائش ڪانہ آھي.

(13) حضرت مخدوم معظم، جن جي خدمت ۾ ھڪ پرديسي حاجي آيو. جنھن چيو تہ ھي اوھان جي مسجد، قبلي تي پوري ناھي، جنھن تي حضرت مخدوم صاحب جھٽ پٽ اٿي حاجيءَ جو ھٿ وٺي مسجد ۾ اندر وٺي وڃي ھٿ سان اشارو ڪري ڪعبة الله ڏيکاريائونس تہ ھي پورو آھي يا ڪين؟ پوءِ ھو نادم ٿيو ۽ بيعت ورتائين.

(14) حاجي نعمت الله نالي پاڪ پتڻ جو رھاڪو حج جي ارادي سان سفر ڪندي اچي ھالن ۾ نڪتو ۽ حضرت مخدوم معظم رحمہ ربہ جن جي فيض جي ان وقت ڏاڍي شُھرت ھئي ۽ انھيءَ مسجد ۾ اچي رھيو. جنھن ۾ حضرت مخدوم معظم جن پنج وقتي نماز پڙھائيندا ھئا. ھن حاجي سڳوري آزمائش طور عشاء جي نماز کان پوءِ ڪٺي مسجد ۾ پيل تڏي ۾ پاڻ کي لڪايو. يعني تہ حضرت مخدوم معظم جن جيڪڏھن ولايت جا والي ھوندا تہ ضرور خودبخود مون کي ڳولي ھٿ ڪندا. حضرت مخدوم معظم جن رحمہ ربہ عشاء جي نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ حاضرين کي حڪم ڏنائون تہ نعمت الله نالي ھڪ شخص شيخ فريد شڪر گنج رحمة الله عليہ (متوفي: سن 664) جي اولاد مان مسجد جي پراڻي تڏي ھيٺان پيو آھي، ان کي مون وٽ آڻي حاضر ڪريو. جڏھن ھن کي آڻي حاضر ڪيائون، تڏھن پاڻ فرمايائونس تہ مسجد ۾ تڏي ھيٺان چولڪو ھئين، پر جيڪڏھن آسمان جي ستن طبقن ۽ زمين ۾ پاڻ کي وڃي لڪائين ھا، تہ بہ اسان کان ڪو ڳجھو ڪونہ رھي سگھين ھا. پوءِ پاڻ کيس ھڪ ڪوٽرو ڏئي حج جي رخصت ڏنائونس. حاجي نعمت الله مدينہ منوره ۾ حضور سرور ڪائنات عليہ افضل الصلواة واڪمل التحيات جي زيارت کان خواب ۾ مشرف ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ ڪنھن کان وڃي فيض حاصل ڪريان. ارشاد ٿيس تہ مخدوم نوح ھالائيءَ کان، جو ھن وقت زماني جو مرشد اھو آھي. پوءِ حرمين شريفين مان سڌو

حالن ۾ آيو ۽ حضرت مخدوم معظم جن کان ذڪر جي تلقين حاصل ڪيائين ۽ ڪجھ وقت اتي رهي پيو ۽ پوءِ اجازت مليس تہ شيخ عيسيٰ برهانپوري جي خدمت ۾ وڃي حاضر ٿي. باقي ڪمالات حاصل ڪري جيئن تہ حڪم جي تعميل ڪرڻ سان، هو پنهنجي سموري مطلب ۾ ڪامياب ٿيو.

(15) هڪ دفعي مخدوم صاحب جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ويو، تہ نبلا هڪ چوڪرو آهي، جنهن جون ٻئي واٽون ڪُلي پيون آهن، جو بند ٿئي نہ ٿيون ٿين. پاڻ فرمايائون تہ ڪريم جي ڪرم سان ٻئي بند ٿي وينديون. انهيءَ ڪلام جو هيءُ اثر ظاهر ٿيو جو انهيءَ ڇوڪري جون اهڙيءَ طرح ٻئي واٽون بند ٿي ويون، جو ڪاڏي پيتي هوندي بہ انساني حاجت کان آزاد ٿي ويو. فقط بدن مان هڪ پگهر ايندو هوس، جنهن ڪري هن جي حاجت روائي ٿي ويندي هئي. (دليل الذاڪرين)

(16) هڪ دفعي ڪي فقير حضرت مخدوم صاحب جن جا قيامت جي عذاب جون ڳالهيون ڪري خوف ڪائي رهيا هئا تہ ايتري ۾ مخدوم معظم جن مسجد ۾ آيا ۽ فرمايائون تہ ڇا ڇئي رهيا آهيو؟ عرض ڪيائون تہ سائين جن روشن ضمير آهن. فرمايائون تہ هيڏي اچو. پوءِ هنن جو هٿ وٺي سورة الضحيٰ ۽ والليل پڙهي هٿ ڇڏائي ڇيائون، تہ اوهان ڪي هاڻ قيامت جي عذاب کان خلاصي حاصل ٿي ۽ ٻيو جيڪو بہ اوهان سان عقيدت رکي هٿ وٺندو ۽ دين تي هلندو تہ ان تي قيامت جو هول آسان ٿي ويندو.

(17) هالن جي هڪ قاضيءَ جو نقل آهي، تہ هڪ دفعي مان پنهنجي والد سميت حضرت مخدوم معظم جن جي خدمت ۾ حاضر هوس. انهيءَ وقت ڪي عورتون اچي مستدعي (عرضدار) ٿيون تہ سندن مردن کي وقت جي حاڪم قيد ۾ رکيو آهي، سو مخدوم صاحب جن سفارش لکي ڏيڻ جي عنايت ڪري. پاڻ فرمايائون تہ مجلس ۾ ڪو ماڻهو لکڻ ڄاڻندو هجي، تہ اهو انهن عورتن ڪي اسان جي پاران سفارش لکي ڏئي. ڪنهن خادم منهنجي طرف اشارو ڪري چيو تہ هيءُ لکڻ ڄاڻي ٿو. مون کي لکڻ لاءِ ارشاد ٿيو، تہ عرض ڪيم تہ قبلا لکندو آهيان پر بادشاهن جي لائق نہ. ان تي فرمايائون، تہ تون لکي ڏي، تنهنجو لکيو قبول آهي. پوءِ تہ انهيءَ لفظ جو اهڙو تصرف ٿيو جو ساري عمر جنهن ماڻهوءَ ڏانهن خط لکيم، تہ اهو قبول پوندو رهيو. تان جو ڪڏهن تہ، جو ڪم منهنجي روبرو ربڻ سان بہ نہ ٿيو، تہ اهو خط لکڻ سان جهٽ پٽ ٿي پوندو هو.

(18) چون ٿا تہ حضرت مخدوم بلال ٿلٽيءَ واري کي جنهن جاءِ تي حضور سرور ڪائنات جو ديدار فيض آثار نصيب ٿيو هو، اتي هڪ حجرو ٺهرائي در بند ڪري انتظار ۾ ويهي رهيو هو تہ من، ٻيهر بہ اها دولت ديدار فرحت آثار هٿ اچي. هڪ دفعي جناب حضرت مخدوم صاحب جن جڏهن انهيءَ حجري وٽان اچي لنگهيا ۽ اها حقيقت معلوم ڪيائون تہ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جلشانہ جي فضل ڪرم سان اسان جي مسجد جو سارو حجرو ديدار آهي جو وقت بوقت مون کي اتي ديدار سردار دوجهان ﷺ جي دولت نصيب ٿيندي رهندي آهي ۽ بار بار ملاقاتون ٿيون آهن. (بيشڪ اها هڪ وڏي ڪرامت آهي، جنهن جو نصيب سعادتمند اوليائن جي حق ۾ ئي لکيل آهي.)

(19) فرمايائون تہ: هڪ دفعي منهنجون اکيون اٿي پيون هيون ۽ رسول الله ﷺ فقير جي طبع پرسيءَ لاءِ آيا هئا ۽ اچي فرمايائون تہ اوهان جي چڱ ڀلائيءَ جي خوشخبري آندي اٿم. مگر اوهان اُمت لاءِ گناهن جي بخشش گهرو. پوءِ حضور ﷺ جن جي حڪم موجب سر کي نياز لاءِ سجدي ۾ رکي اُمت محمديہ جي گناهن جي عفو لاءِ درخواست ڪيم. الله تعاليٰ وٽان مون کي ڪن ۾ آواز پهتو تہ اُمتِ محمديہ جا سمورا گناهہ معاف ڪيا ويا. پوءِ سجدي مان سر ڪنيم ۽ شڪرانو ڪيم.

(20) سندن ڪرامتن مان آهي جو عرش جو سير سندن اڳيان هڪ آسان شيءِ هئي. جيئن تہ هڪ دفعي فرمايائون تہ: هن فقير کي ڪڏهن ڪڏهن عرش ڪان مٿي بہ سير ٿئي ٿو جو عرش ايڏي وسعت ۽ عظمت هوندي بہ هيئنان هڪ مشعل وانگي نظر ايندو آهي.

(21) مٿي گذري آيو آهي تہ قرآن پاڪ اهڙي سرعت سان پڙهندا هئا جو قرآن شريف جو هڪ هڪ لفظ وار وار مان وِراهجي جاري ٿي ويندو هو. جيئن تہ فرمايائون تہ: ڏهہ سيپارا چئن رڪعتن ۾ هميشہ پڙهندو آهيان. نماز حاجات ۾ سورة بقره ۽ سورة آل عمران معمول هونديون هين. هوڏانهن نماز وري اهڙي جلدي پڙهندا هئا جو ان کان وڌيڪ جلدي پڙهڻ وهم ۾ ئي نہ اچي سگهندو.

(22) هالن جي پرڳڻي ۾ هڪ بزرگ ڪشف ڪرامت سان مشهور هو ۽ مخدوم صاحب جن جي ارادتمندن مان هو. ان هڪ ڏينهن پنهنجي پُٽن کي چيو تہ: هن ايندڙ عيد جي ڏينهن تي هن جهان فانيءَ مان لاڏاڻو ڪري ويندس.

تنهنڪري اڳواٽ ئي منهنجي ڪفن دفن جو بندوبست ڪري ڇڏيو. اتفاقاً انهيءَ مقرر عيد جي ڏينهن حضرت مخدوم صاحب جن انهيءَ بزرگ وٽ اچي نڪتا ۽ انهيءَ ڏينهن سندس وفات وقوع نہ آئي، جنهنڪري پُـڇڻ حقيقت پُـڇي تہ ڇو وري اوهان جو موت ملتوي ٿي ڪيو ويو؟ بزرگ فرمايو تہ: مخدوم معظم جي اچڻ واري برڪت ڪري مون کي هڪ سال وڌيڪ عمر عطا ڪئي وئي. هاڻي وري ايندڙ عيد ڏينهن منهنجي رحلت ٿيندي.

(23) هڪ ڏينهن مخدوم صاحب جن کي پنهنجي ننڍي ڀاءُ سميت ڪنهن پاسي وڃڻ جو ارادو هو. سندن ڀاءُ چيو تہ بک لڳي آهي، تنهنڪري هٿ جو هٽ ڪاڏو هجڻ گهرجي. هالن جي ڳوٺ ۾ "ڪنڊي" هڪ جاءِ جو نالو هو. جڏهن انهيءَ جاءِ ۾ داخل ٿيا تڏهن ڏسن تہ اهو سارو گهر مختلف قسمن جي طعامن ۽ رنگارنگ خونچن سان ڀريو پيو آهي. پاڻ پنهنجي ڀاءُ کي فرمايائون تہ: هيءُ سمورو ڪاڌو تنهنجي لاءِ آهي، مگر في الحال ان مان ڪجهہ بہ نہ کاءُ.

(24) هڪ دفعي بہ ماڻهو عمدي صوفياڻي پوشاڪ سان مخدوم معظم جي مسجد جي دروازي تي اچي پهتا. جڏهن سندن نظر حضرت مخدوم صاحب جي پنيءَ تي پئي، تڏهن هو هڪدم اتان پوئتي موٽيا. حاضرين مان خليفي عثمان چاڪيءَ عرض ڪيو تہ انهن ٻن ماڻهن جي اچڻ جو سبب ۽ وري ايتري جلديءَ ۾ بيني پير موٽڻ جو مطلب ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ: اهي ٻئي طالب هئا، جن کي عرش ۽ فرش جو سير حاصل ٿي چڪو هو. فقط فقير تي نگاهہ ڪرڻ سان پنهنجي مطلب کي پهچي ويا. پوءِ فرمايائون تہ حق جي طالبن کي اهڙن سيرن جي ڪا احتياجي ڪانہ هوندي آهي.

(25) حضرت مخدوم معظم کي هڪ دفعو عرض ڪيو ويو تہ ڪڏهن اوهان جي خدمت ۾ خراسان ملڪ جا فقير بہ ايندا آهن؟ فرمايائون تہ هائو ايندا آهن. ائين وينا هئا تہ هڪ درويش اچي مسجد ۾ داخل ٿيو ۽ حضرت مخدوم صاحب جا اچي هٿ چميائين ۽ ٿورو وقت ويهي پوءِ وري پنهنجي وطن ڏانهن واپس ٿيو ۽ هينيون بيت پڙهيائين:

### قطعہ

1. حضرت مخدوم نوح عارفِ کون و مکان
آنکہ دمد چون مسیح در بدنِ مرده جان

2. صادق اهل يقين سالک روئي زمين
آنکہ در اطوار دين آمده عالي مکان

3. سر خفي و جلي هر دم زو سرزند
آنچہ تصور کند پيش وي آيم عيان

4. بنده چہ گويد فقير در حقيقت اي کبير
از کرمت دستگير تابکنم فکر آن

1. (حضرت مخدوم نوح جهان جي زمين و زمان جو عارف آهي، هر اهڙو عارف آهي جو جيئن حضرت عيسيٰ عليہ مرده جسمن ۾ روح ڦوکيندو هو، تيئن هيءُ بہ مرده دلين کي حق تعاليٰ جي ذکر سان زندھ کندڙ آهي).

2. (هو اهل يقين جو مخلص ۽ سچو رهبر آهي ۽ روءِ زمين جو حقيقي سالک آهي، هو اهو آهي، جيکو دين جي شريعت جي طريقي ۾ اعليٰ مقام تي فائز آهي).

3. (هن جي معرفت اِنهيءَ ۾ ذکر جي رتبن، سر خفي و جلي جا چشما هر وقت جاري و ساري آهن).

4. (ايڏي عالي رتبي واري شخصيت جو هيءُ فقير ڇا بيان ڪري سگهندو. اي الله! پنهنجي ڪرم سان منهنجي مدد ڪر تہ جيئن آءٌ اها معرفت حاصل ڪري سگهان).

جيڪي ڪجھہ سالڪ، واردات قلبي جو مشاهدو پيش ڪن ٿا، سو سندس اڳيان ظاهر ٿي ويندو آهي.

پوءِ حضرت مخدوم معظم فرمايو تہ: اهو فقير اوتارن مان هڪ اوتار آهي ۽ فقير جو يار (مريد) ۽ ارادتمند آهي.

(26) فرمايائون تہ هن فقير جو مرتبو "ڪن فيڪون" وارن جي مرتبي کان بہ مٿانهون آهي. فقير کي منزلت ۽ ڪرامت جون چوڏنهن خلعتون عطا ٿيل آهي. جن جو راز ظاهر بين ماڻهن (ظاهري طرح سان ڏسندڙن) تي ڪڏهن بہ پڌرو ڪين ٿي سگهندو پوءِ فرمايائون تہ اها ڳالهہ فقط الله تعاليٰ جي نعمت ظاهر ڪرڻ جي ارادي سان ڪئي اٿم، ۽ هي آيت سڳوري پڙهيائون: "واما بنعمت ربک فحدث".

انهيءَ وقت حضرت سرور عالم ﷺ جن تشريف فرمائي آب دهن مبارڪ سندن اکين ۾ وڌائون. سندن اکين واري تڪليف ويندي رهي ۽ اکيون چڱيون ڀليون ٿي ويون ۽ حضور سرور عالم ﷺ جن جي سنت ادا ڪرڻ لاءِ فرمايائون: ساٿي حاضر ڪونهن باقي آءُ حاضر آهيان. اڃا بہ سجدا ڏنا ۽ ٿيون سجدو ڏنائون ٿي، تہ پاڻ حڪم ڪيائون تہ ٿيون سجدو نہ ڏي، نہ تہ ڪافر بخشجي ويندا. پوءِ حاضر مجلس وارن سوال ڪيو تہ قبلا ڇا سبب جو حضور سرور عالم ﷺ جن اوهان وٽ آيا؟ پاڻ فرمايائون تہ "ابا اهو سبب هيءُ آهي جو سوا ڪثيرو ڪونہ هو."

(27) "حديقة الاولياء" ۾ سيد عبدالقادر نصرپوري کان نقل آهي تہ حضرت مخدوم معظم فرمايو تہ: اڃا بلوغت کي نہ پهتو هوس تہ ستر هزار پردا، جيڪي اونداهي جا آهن، انهن مان لنگهي ويس ۽ بلوغت کان پوءِ "موتوا قبل انت موتوا" (مرڻ کان اڳي مرڻ) واري عنوان جي رتبي تي پڻ خدا تعاليٰ پهچايو آهي. فارسي عبارت هن ريت آهي: "ونيز مخدوم نوح فرمود: در حد بلاغت نرسيده بودم کہ هفتاد هزار حجاب کہ نور کلمت است، گذر کردم و بعد از بلاغت. مرتبہ مضمون. موتوا قبل انتموتوا. نيز خداي تعاليٰ رساينده است: "حديقة الاولياء" (فارسي) ص – 138 سنڌي ادبي بورڊ، ڇاپو ٻيو، حيدرآباد 1967ع)

---

نوٽ1: پيرا 19 کان 26 تائين مخدوم غلام حيدر صديقي صاحب پاران واڌارو آهي. ۽ پيرا 27 ڊاڪٽر گل حسن لغاري پاران واڌارو آهي. (ادارو)

# ملفوظات

(1) هڪ ڏينهن العلم حجاب الله الاڪبر يعني تہ علم هڪ وڏو پردو آهي. انهيءَ جي معنيٰ ۾ فرمايائون تہ: هيءُ پردو يا حجاب عينڪ جي حجاب وانگي آهي، جنهنڪري اکين ۾ ڏسندڙ کي نور پهچائي ٿو. يعني تہ علم اهڙو حجاب نہ آهي، جنهنڪري خدا تعاليٰ کان پري ڪري ڇڏي. بلڪ اهڙو حجاب آهي، جنهن سان وڌيڪ روشني ۾ حق شناسيءَ جي طاقت پهچي ٿي. جيئن عينڪ جيتوڻيڪ هڪ حجاب آهي، مگر بصيرت کي وڌيڪ تيز ۾ طاقتور ڪري ٿي.

(2) فرمايائون تہ: علم، مِينهن جي ڦُڙن وانگي آهي، جو جيڪڏهن سپَ جي وات ۾ وجهي تہ موتي ٿئي ۽ جيڪڏهن نانگ جي پيٽ ۾ پئي تہ زهر قاتل ٿئي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪو ماڻهو رضاءُ حق ۽ نيڪ ارادي سان علم حاصل ڪري متس عمل ڪندو، تہ معرفت جا موتي هٿ ڪندو، پر جيڪڏهن دنيائي عزت ۽ جاهہ لاءِ پڙهندو، تہ اهو علم زهر قاتل بنجي ويندو، پوءِ شيخ سعديءَ جو هيءُ مصرع پڙهيائون:

بـاران کـہ در لطـافت طبعـش خـلاف نيسـت

در بـاغ لالــہ رويــد در شــوره بــوم و خــس

(بارش، جنهن جي لطيف ۽ پسنديده فطرت ۾ ڪوبہ فرق نہ آهي، ان جي وسڻ ڪري، باغ ۾ لالہ جا گل ٽڙن ٿا تہ ڪلراٺي زمين ۾ ڪک ۽ ڪانديرا ڦُٽن ٿا.)

(3) درويش محمود بوبڪائيءَ کان نقل آهي تہ مخدوم معظم فرمايو تہ ذڪر ڪليل جاءِ ۾ ڪرڻ گهرجي ۽ ڏارين عورتن سان هرگز نہ ڳالهائجي، بدڪار ماڻهن سان هرگز صحبت نہ ڪرڻ گهرجي ۽ ظاهري علم وارن سان مناظرو نہ ڪجي ۽ ڪيتي گهٽي پوکڻ نہ گهرجي. اميرن ۽ وڏن ماڻهن جي در تي نہ وڃجي، پر جيڪڏهن گهرائين، تہ انڪار بہ نہ ڪجي.

(4) درويش مـِنئي کان نقل آهي تہ مخدوم صاحب فرمايو تہ پنج شيون الله تعاليٰ تائين پهچائين ٿيون: 1- دل جي سچائي 2- ماڻهن سان خوش خلقي 3- خنده پيشاني 4- سڀ سان نوڙت ڪرڻ 5- سخاوت.

(5) ميان فتح محمد، مخدوم معظم جي پوٽي کان نقل آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ: ولي ڪامل اهو آهي، جنهن کي ظاهر ۽ باطن ۾ حضرت ختم الانبياء عليه الصلواة والسلام جي متابعت تي پوري استقامت هجي، نہ تہ ڪجھ بہ نہ آهي. (سراج العارفين)

(6) هڪ دفعي خدمت ۾ عرض ڪيو ويو تہ فلاڻو ماڻهو هميشہ روزا رکندڙ ۽ راتيون جاڳندڙ آهي. فرمايائون تہ: کائڻ ۽ پيئڻ تقدير ۾ وراهيل آهي. سڀ ڪو ماڻهو پنهنجي لکئي موجب کائي پيئي ۽ سُمهي ٿو. باقي پنهنجي مقسوم کان وڌيڪ ڪجھ بہ حاصل نٿو ڪري سگهي، پر حقيقي روزيدار اهو آهي، جنهن کي نفساني خطرن کان روزو هجي. سچي سُجاڳي اها آهي، جو سندس چُرڻ پُرڻ خدا جي تسبيح ۽ حمد ۾ گذري. پوءِ جيتوڻيڪ هو ننڊ ۾ پيو هجي. باقي بلڪل نہ کائڻ، سا تہ حَي قدير جي عادت آهي ۽ ڪارائڻ صفت آهي رازق قدير جي وَهُو يُطعِمُ ولا يُطعَمُ.

(7) هڪ دفعي پاڻ فرمايائون تہ: الله تعاليٰ ڏانهن پهچڻ جون 18 ڪروڙ 18 لک 20 هزار 78 واٽون آهن. مگر انهن سڀني مان ويجهڙي واٽ آهي: "لا اله الاالله."

(8) سماع جي متعلق پاڻ هڪ دفعي فرمايائون تہ ڪِن کي حلال ۽ ڪِن کي حرام آهي يعني تہ: جيڪڏهن شهوت ۽ نفساني لذت جي ارادي سان ٻڌندو تہ حرام، پر جيڪڏهن فقيرن جا آداب سامهون رکي صالحن وانگي ٻڌندو تہ جائز آهي[1].

(9) فرمايائون تہ: جيڪڏهن ڪو فقير مستجاب الدعوات ڪنهن ماڻهوءَ کي بد دعا ڪندو تہ سندس مرتبي ۽ عزت ۾ ضرور نقصان

---

[1] جامع اصول الاولياءُ وارو فرمائي ٿو تہ: نظم يا شعر ڪنهن خاص سُريلي آواز ۽ سرود کان سواءِ ٻڌڻ جائز آهي. حضرت انس بن مالڪ بن جريح ۽ حجاز جا ٻيا رهاڪو تہ الحان سان بہ شعر کي جائز چون ٿا. الا استاد ابو علي فرمائي ٿو تہ عام ماڻهن تي سماع حرام آهي. حضرت جنيد بغدادي رح فرمايو آهي تہ جيڪو شوق ڪري سماع ٻڌندو، تہ ان لاءِ فتنو آهي، پر نہ ان لاءِ، جنهن کي اوچتو اتفاق ٿئي. وڌيڪ فرمايائين، تہ جڏهن ڪنهن مريد کي سماع جو طالب ڏسو تہ سمجهو تہ ان ۾ اجا گهڻو نقص ۽ کوٽ آهي. ابو عثمان مغربي فرمائي ٿو، تہ جيڪي ماڻهو پکين جي آوازن ۽ دروازي جي چيچاٽ ۽ واءُ لڳڻ جي گهوگهٽ سان سماع حاصل نٿو ڪري، پر اجا راڳ جو طالبو آهي تہ اهو ڪذاب آهي. ڪن صوفين جو چوڻ آهي تہ سماع ان ماڻهوءَ کي جائز آهي، جنهن جي دل جيري ۽ نفس مرده هجي (ص: 327 ۽ 328) بهرحال موجوده وقت جا ڏنبوئي فقير جيڪو راڳ سرود ڪن ۽ نچن ٽپن ٿا تہ اهو شريعت ۽ صوفياء ڪرام جي طريقت ۾ بالڪل ناجائز ۽ حرام آهي. انهن فقيرن کي توبهہ تائب ٿي، عارفن جي افعالن ۽ اقوالن ڏانهن رجوع ڪرڻ گهرجي. (مؤلف)

رسندو، پر جيڪڏهن انهيءَ ظالم کي جاني نقصان پهتو يا سندس ايمان ۾ خلل پيو ته پوءِ قيامت ڏينهن انهيءَ دعا ڪندڙ کان ضرور باز پرس (پڇا) ٿيندي. فرمايائون ته ظالم لاءِ هن ريت دعا ڪرڻ گهرجي ته اي الله تعاليٰ فلاڻي کي ماڻهن تي مهربان ڪر.

(10) هڪ دفعي فرمايائون ته: الله تعاليٰ پنهنجي ملڪ ۾ مختلف شهر ۽ پرڳڻا پنهنجي اوليائن کي وراهي ڏنا آهن، جن جي رهاڪن تي قيامت ڏينهن شفاعت ڪندا، ان تي هڪ حاضر مجلس عالم کي خيال ٿيو ته انهيءَ شفاعت ۽ نجات ۾ فقط اهلِ اسلام شريڪ هوندا نه ٻيا؟ پاڻ فرمايائون ته اهل اسلام لاءِ ته صاف شريعت جو حڪم آهي، باقي ٻيا به جيڪي انهن شهرن جا رهاڪو هوندا، پوءِ ڪٿي ڪافر يا منافق هجن ته اهي به ولين جي حوالي آهن ۽ ولي شفاعت لاءِ اذن يا اجازت ڏيندڙ رهندا.

قال الله تعاليٰ: ”يَوْمَئِذٍ لاَ تَنفَعُ الشَّفَاعَةُ إلاَّ مَنْ أَذِنَ لَهُ الرَّحْمَانُ وَرَضِيَ لَهُ قَـوْلاً“ اُن ڏينهن ڪا سفارش فائدو نه ڏيندي مگر اُن کي جنهن لاءِ وڏي، مهربان (الله) اجازت ڏني هوندي ۽ اُن جي ڳالهه کي پسندڪيو هوندائين). (سوره طٰـه، آيت 109).

وايضا ”وَآخَرُونَ مُرْجَوْنَ لِأَمْرِ اللَّهِ إمَّا يُعَذِّبُهُـمْ وَإِمَّـا يَتُـوبُ عَلَيْهِـمْ“ ۽ ڪي ٻيا آهن جن کي الله جي حڪم لاءِ ڇڏيل آهي يا ته کين سزا ڏي يا مٿن مهرباني ڪري ۽ الله (سڀڪجهه) ڄاڻندڙ حڪمت وارو آهي). (سوره توبه، آيت 106) وري انهيءَ عالم جي دل ۾ آيو ته اهي آيتون مسلمانن جي شان ۾ آيل آهن. پاڻ فرمايائون ته جيتوڻيڪ ظاهر جا علماءَ انهن آيتن جي تفسير ۾ مسلمانن کي خاص ڪن ٿا، پر باطن جا علماءُ هن ريت راوي آهن، جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي ۽ هاڻ هن مجلس ۾ ٻه ٽي دفعا انهيءَ آيت جي اها معنيٰ ٻڌي اٿم. هن ڳالهه جو ناقل (روايت ڪندڙ) مولانا يوسف فرمائي ٿو ته: اسان پنهنجي اکين سان ڏٺو ته فقط انهن لفظن جي چوڻ سان انهيءَ عالم جي بدن ۾ اهڙو لرزو پيو جو ڳويا سندس سَنڌ سَنڌ جدا ٿي رهيو هو. پوءِ ته بيهوش ٿي ويو. جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن مريد ٿي موڪلائي هليو ويو. (دليل الذاڪرين)

ائين به فرمايو اٿن ته سڀ ڪنهن ڪافر کي سندس ڪفر جي انداز موجب سزا ملندي، پوءِ ڪن کي گهٽ ۽ ڪن کي وڌ جيئن[1] ته: قرآن پاڪ ۾ آهي ته:

وَيَوْمَ يُعْرَضُ الَّذِينَ كَفَرُوا عَلَى النَّارِ أَلَيْسَ هَذَا بِالْحَقِّ قَالُوا بَلَى وَرَبِّنَا قَالَ فَذُوقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْفُرُونَ. ”۽ جنهن ڏينهن ڪافرن کي باهه جي اڳيان آڻبو (تڏهن چئبن ته) ته ڇا هي (وعدو) سچو نه آهي؟ چوندا ته هائو اسان کي پنهنجي پالڻهار جو قسم آهي. الله فرمائيندو ته پوءِ جو اوهين انڪار ڪندا هئا، ان ڪري عذاب چکو.

(11) فرمايائون ته جڏهن ڪو ماڻهو مرشد ڪامل کان تلقين حاصل ڪري ٿو ته الله تعاليٰ جا سڀ امر بجاءِ آڻي ٿو ۽ بُرن ڪمن کان روڪجي پوي ٿو. الله تعاليٰ جي فضل سان ذڪر الاهي هن جي ساري بدن ۾ گهڙي سرايت ڪري وڃي ٿو ۽ سمورين بُرين عادتن کان روڪجي پوي ٿو ۽ ذڪر جي برڪت سان قرب الاهي کي حاصل ڪري ٿو. قدسي حديث ۾ آهي ته: ”ڪنت سمعه وبصره وقلبه ويده ورجله“ (مان هن جو ٻڌڻ، ڏسڻ ۽ دل ۽ هٿ ۽ پير هئس). يعني جيڪي چوندو ته حق جي پاران چوندو ۽ سندس وجود کي هڪ قسم جي فنائيت اچي حاصل ٿيندي.

(12) فرمايائون ته ڪي اهڙا فقير به آهن، جن کي هميشه الله تعاليٰ جو ديدار رهي ٿو، جيڪڏهن ان ۾ ٿورو به فرق اچي ته انهن کي ڏاڍي پريشاني ٿي حاصل ٿئي. فرمايائون ته: مون کي اول عمر ۾ حالت ۾ جڏهن تجليات ديدار ڏيکاريندا رهيا، تڏهن تمام گهڻي انداز ۾ لا حول ولا قوة پڙهندو رهيس، هن لاءِ ته انهيءَ مشاهدي جي رحماني يا شيطاني هجڻ ۾ سنڌو ٿيندو رهي ٿو. پوءِ جيڪڏهن شيطاني نڪي هجي ها ته دفع ٿي وڃي ها. مگر مشاهدو ترقيءَ ۾ رهيو ۽ ڪثرت استغفار جي ڪري، حالت به هميشه ترقي ڪندي رهي.

---

[1] جيئن ته ڪن حديثن ۾ پڻ ائين وارد آهي ته ڪافرن جا بعض نيڪ اعمال ڪين عذاب جي هلڪائي ۾ مدد ڪندا. ان مان ائين نه سمجهڻ گهرجي ته ڪافر دائمي عذاب کان ڇٽڪارو لهي ويندا. جيئن شيخ محي الدين ابن عربيءَ جو مذهب آهي ته قصوص الحڪم ۾ فرمائي ٿو ته مخلوق جو آخر مال رحمت ڏانهن آهي. و رحمتي وسعت ڪل شيءِ. چوي ٿو ته ڪافرن کي 240 سال عذاب ٿيندو، پوءِ مٿن دوزخ برد سلام ٿي پوندو. سندس چوڻ آهي ته ڪو عارف اهل دل ڪافرن جي دائمي طرح دوزخ ۾ رهڻ جو قائل ڪونه آهي، مگر حضرت امام رباني مجدد الف ثاني فرمايو آهي ته درين مسئله نيز از صواب دور افتاده الخ (مڪتوبات دفتر اول ص122) (مؤلف)

(13) فرمايائون تہ اولياء الله حڪيمن وانگر آهن، جو انسان جي حرص ۽ بـُڇڙاين جون نبضون سڃاڻن ٿا ۽ انهن کي پاڙن کان ڪپـڻ ڪڍڻ ۾ ماهر ۽ عالم آهن. پهريائين هو معتقد جي حالت کي درست ڪندا آهن ۽ سندن دل کي آئيني وانگر صاف بڻائي، پوءِ اصل حقيقي مدعا تائين ڪيس پهچائيندا آهن.

(14) هڪ دفعي حضرت مخدوم صاحب جي خدمت ۾ عرض ڪيو ويو تہ مٽيارين جو سيد طيب، جو ظاهري علمن جو وڏو عالم ۽ باطني فيض جو بہ مالڪ آهي، جنهن بہ بدعتي ماڻهوءَ کي ڏسي ٿو تہ ان کي سخت تعزير ڏياري ٿو ۽ ڏاڍي تنبيهہ ڪري ٿو. خاص طرح انهن فقيرن کي، جي مٽي ۽ پيرين اگهاڙين گداگري ڪندا ۽ گهمندا وتن ٿا. پاڻ فرمايائون تہ: موجوده وقت جي فقيرن ۾ ستن قسمن جون بدعتون آهن. جن مان چار تمام وڏيون آهن: 1- وَاعْبُدْ رَبَّكَ حَتّٰى يَأْتِيَكَ الْيَقِينُ (سورت الحجر، آيت - 99) يعني: جيستائين تو وٽ يقيني ڳالهہ (موت) اچي، پنهنجي پالڻهار جي بندگي ڪندو رهہ. ڪي بدعتي فقير چون ٿا تہ زالون گلن جي مثال آهن، تنهن ڪري هو ظاهري تصرف ڪرڻ انهن ۾ جائز رکن ٿا ۽ اهي چارئي وڏيون بدعتون آهن. باقي فقير چوندا آهن تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ لَنْ تَنَالُوا الْبِرَّ حَتّٰى تُنْفِقُوا مِمَّا تُحِبُّونَ(سورة آل عمران، آيت 92) يعني: تہ اوهان تيستائين نيڪيءَ کي نہ پهچندا، جيستائين پنهنجي پيارين شين کي الله جي واٽ ۾ خرچ نہ ڪندا. اهي فقير پنهنجي زالن کي بہ وقف ڪن ٿا، چوتہ اُهي پياريون شيون آهن: فَأَيْنَمَا تُوَلُّوا فَثَمَّ وَجْهُ اللّٰهِ مان دليل وٺي هر طرف سجدو ڪن ٿا، پر انهن کي آيت جي شانِ نزول جي خبر ڪانہ آهي. باقي ٽي بدعتون هي آهن: 1- ڳچيءَ ۾ مالها يا تسبيح پائڻ ۽ سرخ رنگ جا ڪپڙا پائڻ، جيڪا هندو جوڳين جي رسم آهي. 2- نوڙين جو وٽيل پٽڪو ٻڌڻ. 3- لوهہ جو ڪڙو گهڙائي ٻانهن ۾ پائڻ ۽ مٿو ۽ پير اگهاڙا رکڻ. ڪي عالم شريعت خواه طريقت کي بدعت نٿا چون، جو تہ ڪڏهن ڪڏهن حضور ﷺ کان بہ ائين ڪرڻ ۾ آيو آهي.

(15) سيد اسماعيل بخاريءَ جي جواب ۾ فرمايائون تہ: سـِـجَ جي چورس مسافت 12 ڪروڙ 12 لک 14 سؤ 52 ڪوهہ آهي ۽ چنڊ 9 ڪروڙ 9 لک ڏهہ هزار 89 ڪوهہ آهي. ڪـَـتين ۾ 9 ڪروڙ 9 لک ڏهہ هزار 89 عدد تارا آهن، پوءِ فرمايائون تہ ايڏو وڏو پنڌ بہ ڪن فقيرن اڳيان تمام ٿورڙي شيءِ آهي ۽ سندن ادنيٰ سير آهي.

(16) حضرت شاھ خير الدين بکري جي مريد خاص درويش سنڌو کان روايت آهي تہ حضرت شاھ خير الدين فرمايو تہ جڏهن مان ڦيريائين عرب ملڪ مان سنڌ ۾ آيس، ڪيترو وقت اچي مخدوم معظم جي خدمت ۾ رهيس. هڪ ڏينهن مخدوم صاحب گهر ڏانهن ويندي جماعت کي حڪم ڪيو تہ اڄ هڪ فقير مسجد ۾ ايندو، جو ظاهر ۾ اهل بدعت هوندو، اهو جيڪو ڪم اوهان کي چوي سو قبول نہ ڪجو. پاڻ ويا هليا تہ ايتري ۾ هو فقير صاحب اچي داخل ٿيو. ڪاغذ ڪٽي ان ۾ پيشاب ڪري چيائين تہ جيڪو هن پيشاب کي پيئندو يا چَٽيندو تہ ان جا ديني ۽ دنيائي احتياج سڀ پورا ٿي ويندا ۽ ان کي قدرت جو مشاهدو بہ ٿيندو. پر ڪنهن بہ قبول نہ ڪيو. آخر پاڻ ڀِي ۽ چَٽي ويو. پوءِ جڏهن مخدوم صاحب آيو، تڏهن فرمايائون تہ جيڪڏهن انهيءَ صوفيءَ جو چوڻ وٺي اهو پيشاب پيتو وڃي ها تہ ضرور ائين ٿئي ها جيڪي چيائين ٿي، پر بدعت جي ذريعي جيڪو بہ نفع حاصل ٿئي ٿو، اهو بلڪل بيهُودو ۽ بيڪار آهي. پوءِ جيتوڻيڪ واصل بالله ڪٿي تَجي، پر مسنون طريقي سان ائين ٿي رهڻ خود واصل بالله هجڻ جي برابر آهي.

(17) فرمايائون تہ فقير جي جڏهن عيسيٰ عليہ السلام سان ملاقات ٿي، تڏهن خيال آيو تہ ظاهري ٽڳا (لباس) لاهي روحانيت جي حالت قبول ڪري مرد ٿجي. پر وري سلطان الانبياء ﷺ ڏي جڏهن ڏٺم تہ پاڻ هن جهان سان بہ ڪجھ خيال رکندا هئا، تہ پوءِ هُن جهان جي ڪن شين سان بہ تعلق پيدا ڪرڻو پيو آهي، ڇوتہ آنحضرت ﷺ جو لاڙو عالم ارواح ۽ اجساد ٻنهين ڏانهن هو. فرمايو اٿن تہ حبب الي من دنياکم ثلث الطيب والنساء وقرة العيوه في الصلواة. انهيءَ برڪت ڪري هن عالم اجساد سان تعلق پيدا ٿيو آهي نہ تہ اسان تہ عالم ارواح مان آهيون.

(18) هڪ ڏينهن وقت جو بادشاھ سندن خدمت ۾ آيو ۽ دعا جي خواهش ڪيائين. پاڻ فرمايائون تہ اوهان تي عدل ڪرڻ واجب آهي ۽ عدل سياست کان سواءِ ممڪن نہ آهي ۽ سياست لشڪر کان سواءِ حاصل نہ ٿي سگهندي ۽ لشڪر خزاني کان سواءِ گڏ نہ ٿيندو ۽ خزاني جي حاصلات رعيت جي خوشحال تي موقوف آهي ۽ رعيت ۾ عدل ۽ انصاف ڪرڻ شرط آهي، جنهنڪري هوءَ آباد رهندي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: إِنَّ اللَّهَ يَأْمُرُ بِالْعَدْلِ

وَالإِحْسَانِ وَإِيتَاءِ ذِي الْقُرْبَىٰ. ائين چئي خادم کي حڪم ڏنائون تہ سلطان کي چئي تہ مون وٽان اتي هليو وڃي ۽ وڃي [1] عدل سان مشغول ٿئي.

(19) هڪ دفعي فرمايائون تہ ميثاق جي ڏينهن ڀريائين پيغمبرن جي صف هئي. ان کان پوءِ اوليائن جي، فقير جو روح حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي پاڇي ۾ بيٺل هو ۽ امام محمد غزالي جو روح حضرت موسيٰ ڪليم الله جي سايي ۾ هو ۽ روح حضرت شيخ بهاؤ الدين زڪريا ملتانيءَ جو حضرت سليمان نبيءَ جي پاسي ۾ هو، يعني تہ هر ولي پنهنجي مرتبي سارو ڪنهن نہ ڪنهن پيغمبر جي پاسي ۾ بيٺل هو. انهيءَ موقعي تي امام محمد غزالي منهنجي روح کان پڇيو تہ مان الست بربڪم تي هائو چئي آهي يا نہ. مون چيس تہ برابر هائو چئي اٿئي، جنهن ڪري يقين ڪامل ٿيس.

(20) نقل آهي تہ هڪ ڏينهن حضرت غوث الحق مخدوم صاحب وضو ڪرڻ کان پوءِ آسمان ڏانهن مُنهن ڪري ڪي لفظ ڳالهائي ۽ چپ مبارڪ چوري رهيا هئا، ۽ سندن لحيہ (سونهاريءَ) مبارڪ مان نور ٽمي رهيو هو. حاضرين خدمت وارن کي دل ۾ آيو تہ هن وقت ڪنهن خاص تجلي حق سان مشغول آهن، جو سندن منهن مبارڪ تي خوشي ۽ نور جي روشني چمڪي رهي آهي. فرمايائون تہ الله تعاليٰ سان گفتگو ڪري رهيو هوس، جوتہ حضرت موسيٰ عليہ السلام وانگر اُمت جي ڪِن فقيرن کي جي دل واري طور تي الله تعاليٰ پنهنجي تجلي وجهي ٿو، جنهن ڪري هو گفتگو ڪن ٿا.

(21) هڪ دفعي هڪ طالب العلم استدعا ڪئي تہ مون کي دعا ڪريو تہ عِلم نصيب ٿئي. پاڻ فرمايائون تہ: علم جي بجاءِ، عليم جي ڳولا ڪر جو پوءِ پاڻهي علم حاصل ٿي ويندو.

(22) پاڻ فرمايائون تہ: بين درويشن کي مريد ڪرڻ وقت قئنچيءَ سان وارن ڪترڻ، ٽوپي پهرائڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. مگر هن فقير کي "لا الہ الاالله" جي قئنچي عطا ٿي آهي، جنهن سان دل جا سمورا خطرا ۽ خيال نفي ڪيا ۽ ڪپيا وڃن ٿا ۽ "الا الله" جي ايمان واري ٽوپي پارائي وڃي ٿي ۽ ان ريت هنن کي پنهنجي ٽوليءَ ۾ داخل ڪيو وڃي ٿو.

---

[1] مقدمہ ابن خلدون

(23) هڪ دفعي ڪنهن شخص سوال ڪيو تہ عرش عظيم ۽ ڪرسي ايڏي وڏيءَ وسعت هوندي مؤمن جي دل ۾ ڪيئن ماپي سگهنديون. جنهن بابت صوفين جا چوڻ ۽ قول آيل آهن. پاڻ فرمايائون تہ: اهڙي طرح ماپي سگهن ٿا، جهڙي طرح انسان جي اک جي ماڻڪيءَ ۾ زمين آسمان ماپي سگهي ٿو. يعني تہ جڏهن انسان جي دل تي رباني تجليات جا انوار پون ٿا، تڏهن هوءَ اک کان وڌيڪ روشن ٿي سڀ شيءِ کي پاڻ ۾ ماپائي سگهي ٿي.

(24) فرمايائون تہ جيڪي پيغمبر ظاهر ۾ جاهہ جلال سان ٿي گذريا آهن، سي مسڪين پيغمبرن جي درجي جي سڌ ڪندا. نبوت جو مرتبو ولايت جي مرتبي کان تمام وڏو آهي، ڪاڏي ولايت ۽ ڪاڏي نبوت. اهو هڪ تمام ڳجهو راز آهي، جو سڀ ڪنهن جي سمجهہ ۾ نہ ايندو. هر نبي ولي آهي ۽ هر ولي وري نبوت جي ولايت مان فيض پرائيندڙ آهي.

(25) ڪن ماڻهن کي خيال هو تہ حضرت مخدوم معظم. جناب خضر عليہ السلام کان علم ۽ تعليم حاصل ڪئي آهي. انهن جي جواب ۾ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جي عنايت ۽ حضور ﷺ جي شفقت سان مون کي ڪنهن بہ مخلوق جي محتاجي ڪانہ آهي. (نہ خضر جي ۽ نہ ٻئي ڪنهن جي) بلڪ ڪيترا دفعا خضر، فقير جي پوئتان نماز پڙهي آهي.

(26) فرمايائون تہ: منهنجي جماعت جا ناپسند ڪم ۽ ناپسند ڳالهيون معاف ڪيون ويون آهن ۽ ان سان گڏ، اهي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جا امتي بہ آهن ۽ حضور جن جا اُمتي سمورا بخشيا ويندا. اڻين بہ فرمايائون تہ قيامت جي ڏينهن فقير بہ الله تعاليٰ ۽ رسول الله ﷺ جي اذن سان اُمت جي شفاعت ڪندو ۽ اها سُنت انهيءَ ڏينهن پوري ٿيندي ۽ ان ريت ٻنهي جهانن ۾ ڪا بہ سُنت ترڪ ڪرڻ ۾ نہ ايندي.

(27) ڪنهن شخص حضرت مخدوم صاحب جي خدمت ۾ پنهنجي فرزند جي حافظ ٿيڻ جو اچي عرض ڪيو. پاڻ فرمايائون تہ صالح ٿيندو، وري بہ هن ساڳيو عرض ڪيو ۽ پاڻ ساڳيو صالح ٿيڻ وارو جواب ڏنائون. پوءِ فرمايائون تہ جيتوڻيڪ حفظ قرآن جو درجو الله تعاليٰ وٽ تمام وڏو آهي، مگر صالحن جو رستو ان کان تمام اعليٰ ۽ ارفع آهي جو حضرت يوسف عليہ السلام نبوت جي هوندي بہ الله تعاليٰ کان اسلام تي موت ۽ صالحن جي

جماعت ۾ گڏجڻ جي دعا گهري هئي. توفني مسلماً والحقني بالصالحين. يعني تہ: مون کي مسلمان ڪري مار ۽ صالحن سان وجي ملاءِ.

(28) ابليس جي مردود ٿيڻ بابت فرمايائون تہ: جڏهن هُن الله تعاليٰ جي رحمت بي انداز ڏني، تڏهن انهيءَ راز کي مخلوق تي ظاهر ڪرڻ گهريائين تہ جنهن کي جيڪي وٽي سو ڪري، ڇوتہ رحمت الاهي دوست يا دشمن کان ڪانہ روڪي ويندي، سڀ ڪو ڇڱو ۽ بڇڙو غريق رحمت جو ٿيندو. ابليس کي انهيءَ جرم سبب ڪري مردود ۽ ملعون ڪيو ويو تہ جيئن ڪوبہ ماڻهو سندس انهيءَ ڳالهہ تي ڀروسو نہ ڪري ۽ ماڻهو جيئن ياد الاهيءَ ۽ عبادت کان پوئتي رهجي نہ وڃن. وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْاِنسَ إِلاَّ لِيَعْبُدُون. (سورة الذاريات، آيت ـ 56) يعني تہ جِنن ۽ انسانن کي خاص هن لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي تہ هو منهنجي بندگي ڪن. حقيقت ۾ الله تعاليٰ جي ٻاجهہ ۽ رحمت بلڪل اڻ ڪٿ آهي. جيئن تہ حديث شريف ۾ آهي تہ "جيڪڏهن اوهان مان ڪوبہ ماڻهو گناهہ نہ ڪري ها تہ الله تعاليٰ اوهان کي فنا ڪري وري ٻئي هڪ قوم پيدا ڪري ها، جا گناهہ ڪري. الله تعاليٰ کان بخشش جي طالب ٿئي، پوءِ الله تعاليٰ هنن کي بخشي." (مصابيح)

(29) حضرت مخدوم معظم جي هڪ اهليہ دل ۾ خيال آندو تہ الله پاڪ جڏهن اسان کي هن دنيا ۾ نتو سجاڻي تہ پوءِ قيامت جي ڏينهن ڪيئن سڃاڻندو. جنهن بابت قرآن ۾ ارشاد آهي تہ: "إِنَّ زَلْزَلَةَ السَّاعَةِ شَيْءٌ عَظِيمٌ" (سورة حج، آيت ـ 1 پ ـ 17) يعني تہ: قيامت جو زلزلو هڪ تمام وڏي شيءِ آهي. بر وقت جواب ۾ فرمايائون تہ الله تعاليٰ اسان جي زالن ۽ اولاد ۽ دوستن کي انهيءَ ڏينهن جي هول ۽ زلزلي کان ذڪر و عبادت ۽ خدمت خلق جي بدولت پنهنجي امن ۾ رکندو. جيئن اسان کي انهن شين جي طفيل هت پنهنجي حفاظت ۾ رکيو اٿس. پوءِ هيءَ آيت پڙهيائون: وَمَنْ صَلَحَ مِنْ آبَائِهِمْ وَأَزْوَاجِهِمْ وَذُرِّيَّاتِهِمْ وَالْمَلَائِكَةُ يَدْخُلُونَ عَلَيْهِمْ مِنْ كُلِّ بَابٍ O سَلَامٌ عَلَيْكُمْ بِمَا صَبَرْتُمْ فَنِعْمَ عُقْبَى الدَّارِ (سوره الرعد، آيت ـ 23 ـ 24 پ ـ 13) يعني تہ اهي بهشت ۾ داخل ٿيندا ۽ سندن پيئر ۽ زالون ۽ سندن اولاد جن ۾ نيڪوڪاري هوندي ۽ بهشت جي سڀ ڪنهن دروازي کان ملائڪ هنن ڏي اچي چوندا: اوهان تي اوهان جي صبر ڪرڻ ڪري سلامتي هجي ۽ هي پوئين حويلي (اوهان لاءِ) ڏاڍي ڇڱي آهي. (آخرت جو گهر ڏاڍو پلو آهي).

(30) درويش يحيٰ لنگ نقل ڪيو تہ: حضرت مخدوم صاحب جي نيائي بي بي مريم روزيءَ جي ڪشادگيءَ لاءِ عرض ڪيو. پاڻ فرمايائون تہ جيڪي تنهنجو مقدر آهي، ان مان ڪجهہ بہ گهٽ ڪين ٿيندو ۽ ٻين جو حصو توکي ڪونہ ملندو. توکي جيڪي ڏيندو ان لاءِ سرگردان نہ ڪندو ۽ جيڪو تنهنجو نہ آهي ان لاءِ توکي پريشان ٿيڻ نہ گهرجي.

(31) سندن مريد مسعود جي پٽ محمود جو پيءُ سان گڏجي حضرت مخدوم معظم جي خدمت ۾ آيو هو، دل ۾ خيال ڪيائين تہ جيڪڏهن حضرت مخدوم معظم پنهنجي پالڻهار کي چوي تہ هي ڏڪار ۽ تڪليف ماڻهن تان معاف ٿي وڃي، جواب ۾ پاڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ: وَلَوْ بَسَطَ اللَّهُ الرِّزْقَ لِعِبَادِهِ لَبَغَوْا فِي الْأَرْضِ وَلَكِنْ يُنَزِّلُ بِقَدَرٍ مَا يَشَاءُ إِنَّهُ بِعِبَادِهِ خَبِيرٌ بَصِيرٌ (الشوريٰ، آيت 27 پ 25) يعني تہ جيڪڏهن الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن جو رزق ڪشادو ڪري ها تہ هو زمين تي ضرور سرڪشي ڪن ها، پر جيڪي گهُري ٿو، جنهن کي اندازي سان راهي ٿو. بيشڪ الله پنهنجي ٻانهن جي پوري خبر رکندڙ ڏسندڙ آهي. پوءِ فرمايائين تہ اهو ڪم يعني ڏڪار جو دفع ڪرڻ بلڪل آسان آهي. مگر الله تعاليٰ حڪمت وارو ۽ ڄاڻندڙ پنهنجي حڪمت ۽ اڳاٽي علم موجب ائين گهربو آهي، ملڪ سندس ملڪيت آهي، جيئن گهري تيئن ڦير گهير پيو ڪري.

(32) فرمايائون تہ: ولي ڪامل اُهو آهي جو ظاهر ۽ باطن ۾ حضرت رسول الله ﷺ جي متابعت ۽ فرمانبرداريءَ تي هجي تہ قولاً فعلاً هن ڪان ذرڙي جيتري بدعت بہ ظاهر نہ ٿئي. وڌيڪ فرمايائون تہ پهريان حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي اڪيلائيءَ واري زندگي ڏسي مجرد رهڻ جو خيال ٿيم، مگر پوءِ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي متابعت ڪري اڪيلائيءَ واري حياتيءَ کي ترڪ ڪيم. حديث ۾ حڪم آهي تہ: لارهبانية في الاسلام. يعني تہ: ويراڳي رهڻ جو اسلام ۾ حڪم نہ آهي. رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ مون کي اوهان جي دنيا مان ٽي شيون پسند پيون آهن: 1- خوشبو 2- زالون 3- نماز بلڪ نماز تہ منهنجي اکين جو ٺار آهي.

(33) فرمايائون تہ: ديوانن يا چرين وٽ وڃڻ نہ گهرجي، ڇوتہ اهي بدعتي آهن ۽ انهن مان دنيائي مقصد حاصل ٿيڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو، حق جي طالب کي گهرجي تہ انهن وٽ نہ وڃي.

(34) هڪ شخص سندن خدمت ۾ ڳالهه ڪئي ته ڪهڙيان طالب ڪسي گهرجي ته، تيل ۽ وٽ پنهنجي ڏيئي ۾ تيار ڪري ڪٺي اچي، پوءِ جهٽ پٽ اچي مُرشد جي مشعل مان ٻاري وڃي، ان تي حضرت مخدوم معظم فرمايو ته مون ڪي ساري ڄمار ۾ فقط هڪ اهڙو فقير ڏٺو، جنهن جهٽ پٽ ڏيئو ٻاري ورتو. مناسب ته هن ريت آهي ته ميزبان کي گهرجي ته طعام تيار ڪري پنهنجن ٽانوَن ۾ وجهي تعظيم سان آڻي مهمان جي اڳيان رکي ته هو کائي. (پر هي بلڪل مناسب نه آهي ته مهمان ٽانـوَ پنهنجي گهران کڻي اچي، اهڙيءَ طرح طالب جيڪڏهن سڀ ڪجهه پنهنجو پاڻ تيار ڪري آيو ته پوءِ مرشد مان ڪهڙو فائدو رسيس. بلڪ مرشد جو فرض آهي ته سگهڻي طالبن کي پڻ پُسائي ڇڏي)

(35) سندن خدمت ۾ ڳالهه نڪتي ته رڪن الدين درويش چوي ٿو ته جيڪڏهن مان خدا تعاليٰ کان دعا گهران ته روءِ زمين تي جيترا به ساهه وارا حيوان آهن. سي سڀ مري وڃن ته منهنجي ضرور دعا قبول پوندي ۽ سمورا مري سگهن ٿا. شيخ پرڪيي ڪاتيار چيو ته: جيڪڏهن مان پنهنجي خدا کي چوان ته سيني کي جيئرو ڪر ته سيني کي حياتي بخشيندو. حضرت مخدوم صاحب فرمايو ته: گهرجي ته مثل دلين کي الله تعاليٰ جي ذڪر سان جيئرو ڪيو وڃي! اهڙي ڳالهه جنهن جي شريعت موڪل نه ڏئي، زبان تي به آڻڻ نه گهرجي. ڇو ته هن جهان ۾ سيني ماڻهن جو جيئڻ يا سيني جو مرڻ محال آهي.

(36) درويش احمد نساج جو شيخ پرڪيي ڪاتيار جو معتقد هو، انهيءَ کان نقل آهي ته جڏهن ملڪ ۾ مشهور ٿيو ته مخدوم معظم فرمائي ٿو ته جنهن مون کي ڏٺو يا منهنجي ڏسندڙ کي ڏٺو ته اهڙي طرح ستن ماڻهن تائين ڏسندڙن جو ايمان شيطان جي غارت کان بچاءَ ۾ رهندو! اها ڳالهه ٻڌي مون کي شوق ٿيو ته روبرو وڃي مخدوم صاحب کان اهي الفاظ سندن زبان مان ٻُڌان ۽ وڃي زيارت به ڪريان، پوءِ جڏهن خدمت ۾ پهتاسون، تڏهن اسان جي دل واري ڳالهه ڪري ڏنائون. يعني ته فرمايائون ته: جنهن مون کي ڏٺو يا انهيءَ کي ڏٺو جنهن مون کي ڏٺو آهي. ستن ماڻهن تائين سندن ايمان شيطان جي گرفت کان امن ۾ رهندو ۽ جهنم جي باهه کان آزاد رهندو. وڌيڪ فرمايائون ته انهيءَ جا ڪيترا به ڳرا گناهه هجن، مگر قيامت جي ڏينهن انهن سيني کان الله تعاليٰ جو اسم غالب ايندو. تانجو جيڪڏهن ساري دنيا جا ڏوهه هڪ پـڙ ۾ رکن ۽ ٻئي ۾ فقط الله تعاليٰ جو اسم ته اسم ڳرو ٿي پوندو.

ساڳي احمد درويش کان نقل آهي تہ ڪنهن ماڻهو مخدوم معظم جي خدمت ۾ اچي ظاهر ڪيو تہ ڪنهن ڪتاب ۾ لکيل ڏٺو آهي تہ الله تعاليٰ سڀ ڪنهن جمعي جي ڏينهن چاليهن دوزخين کي آزاد ڪري ٿو. فرمايائون تہ ان ۾ ڪهڙو عجب آهي. جيڪڏهن چاليهہ هزار ماڻهو يا چاليهہ هزار ڳوٺ يا چاليهہ هزار ملڪ دوزخ کان سڀ ڪنهن جمعي تي آزاد ڪندو رهي تہ سندس ڪرم ۽ ٻاجھہ کان پري نہ آهي ۽ حيرت ڪرڻ جي ڪا ضرورت ڪانہ آهي.

(37) درويش ۽ مرد مؤليٰ جو فرق بيان ڪندي فرمايائون تہ: درويش ۾ چار عادتون ٿينديون آهن: 1- هميشه حضور ﷺ جي مجلس نصيب هجيس. 2- لوح محفوظ جي لکت معلوم هجيس. 3- قرآن پاڪ جو تفسير ڇاڻي 4- امام سان تڪبير اوليٰ وقت جماعت ۾ شريڪ ٿئي. مرد انهيءَ کي چوندا آهن جو بيڪار ۽ بي حوصلي طالب کي ڪم جهڙو ڪري ۽ پورو پورو حوصلو بخشي. ان کان پوءِ کيس الله تعاليٰ جي فيض سان نوازش ڪري ۽ الله تعاليٰ جي الطافن جا خزانا سندس حوالي ڪري، جنهن ڪري سندس پير شريعت جي واٽ تان ٿڙي نہ پوي.

(38) "دليل الذاڪرين" ۾ لکيل آهي تہ: هڪ دفعي سندن مجلس ۾ ڳالهہ نڪتي تہ سيد رڪن الدين متعلوي جڏهن بازار مان لنگھندو آهي، تڏهن سندس ذڪر جو اثر هندن تائين پهچي ٿو. بلڪ در ديوار تي اثر ڪري ٿو. پاڻ فرمايائون تہ ڪن فقيرن جو اثر الله تعاليٰ جي مخلوق تائين پهچي ٿو. مگر سڀ کان وڏيڪ آهي امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر ڪرڻ. يعني تہ نيڪي بابت ماڻهن کي چوڻ ۽ بديءَ کان روڪڻ. پوءِ هيءَ آيت پڙهيائون: ولتکن منکم امت يدعون الي الخير ويامرون بالمعروف وينهون عن المنکر. يعني تہ اوهان مان هڪ اهڙي جماعت هجڻ گهرجي، جا ماڻهن کي خير ڏانهن سڏي نيڪيءَ جو امر ڪري ۽ برائين کان روڪي. جڏهن اها ڳالهہ سيد رُڪن الدين جي ڪنن تائين پهتي. تڏهن چيائين تہ جيڪڏهن مخدوم معظم هڪ دفعي ئي صحيح طرح دل سان الله جو اسم پنهنجي زبان تي آڻي تہ قيامت تائين هن ملڪ جي ماڻهن جون دليون ٽڪرا ٽڪرا ٿي پون. پوءِ سيد صاحب مخدوم ڪرم الله صاحب جي سنگت ۾، جو حضرت غوث الحق جو معتقد ۽ مريد هو. دست بَوسي لاءِ خدمت ۾ پهتو. پهريائين ئي سيد اڳرائي ڪري ميان ڪرم الله اچي، حضرت مخدوم معظم جو هٿ چُميو. پاڻ فرمايائون تہ ڪرم الله چَريو ٿيو آهي جو

سيد صاحب کان اڱرائي ڪري ٿو. فقط انهيءَ اکر چوڻ سان ڪرم الله اتي جو
اُتي چريو ٿي پيو، جو پوءِ هميشه ديوانو رهيو ڪن جو چوڻ آهي ته "الله هو" جي
گهڻي ذڪر ڪرڻ سبب هو چريو ٿي پيو هو"- پوءِ سيد صاحب کي فرمايائون ته
ذڪر جا ٽي سو سٺ نمونا آهن، تن مان مخدوم ساهڙ لنجار اوهان کي کهڙو
قسم تلقين ڪيو آهي. پوءِ ته هڪدم سيد صاحب جي اچي پيرن تي ڪريو ۽
هٿ چميائين ۽ عرض ڪيائين ته مان مخدوم ساهڙ جو مريد ۽ هو اوهان
صاحبن جو مريد آهي. ان تي پاڻ ڪيس مبارڪباد ڏنائون.

(39) فرمايائون ته: اولياءَ الله روحاني بيمارين جا حڪيم آهن، حرص ۽
ٻين بڇڙين عادتن جون رڳون پوري طرح سڃاڻن ٿا ۽ انهن جي ڪپڻ ۽ وڍڻ ۾
پوري طرح ڪوشش ڪن ٿا. پهريان حرص جي بيماريءَ کي ناس ڪندا آهن ۽
انسان جي دل واري آئيني کي صاف ڪري پوءِ ڪيس سندس مراد تي پهچائين ٿا.

(40) هڪ ڏينهن نقل طور فرمايائون ته هڪ سوداگر ڪنهن درويش وٽ
آيو ته مان سوداگريءَ تي وڃڻو آهيان، تنهنڪري پنهنجو مال اسباب اوهان وٽ
امانت طور رکيو وڃان ٿو. درويش فرمايو ته مان پنهنجن پَساهن جي ئي حفاظت
نٿو ڪري سگهان، سو تنهنجي اَمانت جي ڪيئن نگهباني ڪري سگهندس.
تنهنڪري ٻئي ڪنهن وٽ وڃي اَمانت رک، جو چاليهه ڏينهن لڳولڳ جماعت
سان نماز ادا ڪرڻ ايندو هجي. چور اها ساري گفتگو ٻڌي ورتي. رقم هٿ ڪرڻ
جي ارادي سان نماز باجماعت شروع ڪري ڏنائين ۽ سوداگر به ڏسندو رهيو ته
اهوئي هڪ ماڻهو آهي، جو باقاعده لڳولڳ جماعت سان شريڪ پيو ٿئي. تنهن
ڪري چاليهن ڏينهن کان پوءِ سمورو مال متاع سندس حوالي ڪرڻ گهريائين. پاڻ
ڪنهن وڏي سفر تي وڃڻ جو ارادو ڏيکاريائين. مگر هن شخص اها امانت رکڻ
قبول نه ڪئي. جيتوڻيڪ هو چور هو ۽ بُڇڙيءَ نيت سان نماز شروع ڪئي
هئائين، مگر هن جي بُڇڙي عادت نماز جي برڪت ڪري بدلجي چُڪي هُئي
۽ جماعت سان نماز گڏجي پڙهڻ جي برڪت، هن کي هميشه نيڪ آدمي بڻائي
ڇڏيو. نيڪيءَ جو نتيجو آخر نيڪي آهي.

(41) ڪنهن ماڻهوءَ مخدوم معظم جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته نماز
پڙهندي دل ۾ خطرا ۽ وهم جو پَون ٿا ۽ اهڙي ماڻهوءَ جي نماز ڪيئن آهي؟
پاڻ فرمايائون ته تڪبير اوليٰ ڏِيئي وانگي آهي، جو ڏيئي روشن ٿيڻ کان پوءِ

جيڪي گهر ۾ هوندو آهي، سو ظاهر ٿي پوندو آهي. (تنهنڪري اهي خطرات ظاهر ٿين ٿا ۽ نماز کي نقصان ۾ خلل ڪونہ رسي ٿو)

(42) حضرت مخدوم معظم فرمايو تہ: جاهل اُهو آهي، جو بي انصاف هجي. يعني تہ جنهن ماڻهوءَ کي الله تعاليٰ جي بندگيءَ جو دل ۾ خيال يا انصاف ڪونہ آهي، سو جاهل آهي. پوءِ ظاهر ۾ جيتوڻيڪ ڪيترو بہ ڪٿي علم پڙهيل هجي.

(43) "حديقة الاولياء" ۾، درويش بهاؤ الدين دلقپوش کان نقل آهي تہ حضرت غوث الحق مخدوم معظم فرمايو تہ پهرين دفعي جڏهن منهنجي رسول الله ﷺ جن سان ملاقات ٿي، تڏهن فرمايائون تہ هٿ ڏي. عرض ڪيم تہ يا حبيب الله ﷺ وضو ڪونہ اٿم، ان تي پاڻ فرمايائون تہ مؤمن جو هٿ پاڪ آهي. "رسالہ فتحيہ" لکي ٿو تہ اهو ڪشف فقہ جي ظاهري ڪتابن جي بلڪل موافق آهي.

(44) حضرت مخدوم صاحب کان هڪ مريد پڇيو تہ الله تعاليٰ جي ذات انسان جي اندر ۾ آهي، پر ان کي ڪيئن سڃاڻجي؟ پاڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ کي گهڻي ذڪر ۽ زهد سان سڃاڻي سگهجي ٿو. (ارشاد الطالبين)

(45) فرمايائون تہ: جڏهن ذڪر ڪندڙ ذڪر کان فارغ ٿي هڪ ٻئي کي هٿ ڏين ٿا، تڏهن ملائڪ الله تعاليٰ کي عرض ڪن ٿا تہ يا الاهي! هي تنهنجا ٻانها تنهنجي رضا لاءِ هڪ ٻئي کي هٿ ڏين ٿا ۽ هڪ ٻئي سان ڳانڍاپي جو رستو رکڻ گهرن ٿا ۽ پاڻ ۾ محبت رکن ٿا، تنهنڪري تون بہ انهن کي پنهنجي لُطف ۽ ڪرم سان پنهنجو وصل نصيب فرماءِ.

(46) فرمايائون تہ: جيڪڏهن فرض نماز جماعت سان پڙهجي ۽ هڪڙي شخص جي تسبيح ئي قبول پئجي وئي تہ ان جي طفيل ساري جماعت جي نماز قبول پئجي ٿي وڃي. اهڙيءَ طرح عيد جي جماعت ۽ جمع جي جماعت ۽ عرفات تي حاجين جي ميڙي ۾. ذڪر جي حلقي ۽ مجمع ۾ بہ جيڪڏهن ڪنهن ٻانهي جو ذڪر قبول پيو تہ باقين کي بہ اهو شرف نصيب ٿئي ٿو.

(47) هڪ شخص حضرت مخدوم معظم کان ٻڌو، جو پاڻ فرمايائون تہ جماعت ۾ جيڪڏهن پنج ماڻهو هوندا تہ انهن مان هڪ مقبول آهي. اهڙي طرح چاليهن ماڻهن ۾ هڪ ولي هوندو. انهيءَ شخص، راوي جو چوڻ آهي تہ حضرت مخدوم معظم جي انهيءَ ارشاد جي آزمائش لاءِ پنهنجي گهر ۾ چاليهہ

ماڻهو آڻي مزدوريءَ لاءِ ڇڏيم. انهيءَ راوي جي چوڻ مطابق، ڪم پوري ٿيڻ کان پوءِ هو جڏهن سڀ ڪنهن کي مزدوري ڏيندو ويو، تڏهن هرهڪ کي غور سان ڏسندو رهيو. آخر هڪ ماڻهوءَ ۾ گمان پيس ته هي اولياءُ الله مان آهي، آخرڪار ڳولي سندس گهر وجي لڌائين. ظاهري ڪوبه سامان گهر ۾ ڪونه هوس. بلڪ کاڌي پيتيءَ لاءِ به ڪجهه نه هوس. هن شخص ارادو ڪيو ته موٽي ڪجهه کاڌي جو سامان آڻي فقير کي ڏيان، واپس اچي ته اتي ڪوبه انسان موجود ڪونه هو.

(48) مشهور آهي ته حضرت مخدوم معظم جن هڪ وقت ويٺا هئا ته هڪ فقير گداگر اچي صدا هڻي چيو ته "سمين ڄام آئي عالم سڀ آجو ٿيو." اتي پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته: "سمو به ساڻن گڏ تون به لوڇج لڇ ڪي." هلندي سمي سامهون تون پڻ ڪيتُ (ڪاتو، اندازو) ڪڍ ته تو پڻ ٿئي ڏيِ، اڳيان سمين جي به سوپ ٿئي. اتي سمين مان مراد آن سرور عالم عليه الصلواة والسلام آهي. ساڻن مان مراد سندين اُمت آهي.

---

نوٽ: پيرا 24 کان 48 تائين مخدوم غلام حيدر صديقي صاحب پاران واڌارو آهي. (ادارو)

# طرزِ معاشرت

حضرت مخدوم معظم جي ظاهري رهڻي ڏاڍي سادي هوندي هئي ۽ ڪو به ناهه نٽ پسند نہ ڪندا هئا ۽ سادو ڪائيندا ۽ سادو پهريندا هئا. ظاهر ۾ پاڻ گهڻو ڪري ساون يا نيرن ڪپڙن کي پسند ڪندا هئا ۽ انهيءَ سادي پوشاڪ کي ئي فقيريءَ جو لِباس ڪري سمجهندا هئا. نقل آهي تہ ڪنهن عالم سڳوري ڪانئن اهڙي سادي فقيراڻي لباس ڍڪڻ بابت سوال ڪيو تہ آخر ان جو مطلب ڪهڙو آهي؟ فرمايائون تہ هن دنيا فاني جي اجائي بار ڪڻڻ کان بہ جند آزاد آهي ۽ آخرت جي بہ پُڇا ڪان بي فڪري ۽ ظاهر ۾ نيڪن جي شڪل بنائڻ بہ نهايت سهڻي آهي. شيخ سعدي فرمائي ٿو:

هر کہ را جامہ پارسا بيني
پارسا دان ونيڪمرد انگار
ور نداني کہ در نهانش چيست
محتسب را درون خانہ چڪار

(جنهن کي بہ پرهيزگاريءَ جي پوشاڪ ڏسين تہ، ان کي پرهيزگار سمجهہ ۽ نيڪ مرد شمار ڪر، جيڪڏهن تون نٿو ڄاڻين تہ ان جي اندر ۾ ڇا آهي تہ محتسب (حساب وٺندڙ) جو گهر جي اندر ڪهڙو ڪم آهي[1]).

نقل آهي تہ هڪ دفعي "سيد عالي" هڪ عمدو لباس پهري سندن خدمت ۾ آيا. پاڻ فرمايائون تہ هي ڪير آهي؟ جواب مليَن تہ هي 'سيد عالي' آهي جو پنهنجي فقيريءَ کي عمده لباس هينان لڪائڻ گهري ٿو. غصي ۾ اچي فرمايائون تہ فقيرن کي عمدو لباس پائڻ نہ گهرجي، ۽ پاڻ چيائون تہ سادي پوشاڪ پهرڻ شريعت موجب آهي.

قطعہ

خرقہ بنگر لباس خاصانست
خلعت خاص لطف سبحان است

---

[1] فارسي شعرن جو ترجمو ڊاڪٽر گل حسن لغاري صاحب ڪيو آهي. (ادارو)

هرکـــ پوشـــيد از ره اخلاصـــي
مـن تشبـه بقـــول زايشـــان اســت

معنيٰ: (فقيرانٿو لباس (جُبو) ڏس، جيڪو خاص درويشن جو آهي، اهو لباس، رب تعاليٰ جي طرفان خاص لطف (مهرباني) آهي، جنهن به خلوص جي راهه سان اهو لباس پهريو ته اها شبيه ۾ صورت انهن (درويشن) جي آهي.)[1]

”سفينـة النوح“ ۾ آيل آهي تـه: هڪ دفعي فرمايائون تـه: جيڪڏهن هٿيي ڪپڙا ساوا آهن تـه اهو ماڻهو دنيا جو تارڪ آهي، پر جيڪڏهن هڪ سائو ۽ هڪ اڇو آهي تـه اهو بـه بهتر آهي ۽ اهو وچون درجو آهي. پنهنجي خاص خليفي سيد ابوبڪر لڪعلوي (لڪياري) کي فرمايائون تـه ملائڪن جو لباس بـه نيري رنگ جو آهي. [2]

مخدوم صاحب جي ڪاڏي بابت بيان آهي تـه پاڻ ٽن گراهن کان گهٽ ۾ نون کان وڌيڪ ڪڏهن بـه ڪونـه ڪاڌو اٿن. هڪ دفعي تـه سارو سال بـه روزو رکيو اٿن. شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو چوڻ آهي تـه حضرت مخدوم معظم گهٽو ڪري انين پهر بـه ٽي لقما ڪائي روزو کوليندا هئا. (سراج العارفين)

پاڻ هلڻ وقت اڳ ۾ تي نـه هلندا هئا، بلڪ هلڻ وقت سندن هڪ خادم هوندو هو، جو اڳ ۾ هلندو هو ۽ پاڻ ان جي پوئتان هلندا هئا ۽ اڳ ۾ تي هلڻ کي نفس جي خوشيءَ جو سبب سمجهندا هئا ۽ ان کان پرهيز ڪندا هئا.

هڪ دفعي سندن دولت خاني ۾ مڇيءَ ۾ پلاءُ تيار ڪيو هئائون. ڪين سڌ تي تـه اهو بـه ڪائي تـه ڏسجي، پر گهر جي ماڻهن ڪان مخدوم صاحب جو حصو رکڻ وسري ويو. جڏهن طلب ڪيائون تڏهن عرض ڪيو ويو تـه هڪ چوڪر جو حصو رکيو آهي. بيو تـه ڪجهه بـه نـه آهي. پوءِ پاڻ فرمايائون تـه پرايو

---

(1) فارسي شعرن جو ترجمو ڊاڪٽر گل حسن لغاري صاحب ڪيو آهي. (ادارو)

(2) رسول الله ﷺ بـه سائي ڪپڙي کي پسند ڪيو اٿن. جيئن تـه مرقات شرح مشڪوات جي ڪتاب اللباس ۾ آيل آهي تـه: فتح مڪي جي ڏينهن بـه رسول الله ﷺ جي سر مبارڪ تي ڪاري دستار هئي، باقي ملائڪن جو لباس بـه سائو يا نيرو هجڻ حديثن ۾ نظر ڪونـه ٿو اچي. شايد مخدوم صاحب کي ڪشف جي ذريعي معلوم ٿيو هجي. عرب ملڪ ۾ سائي دستار سعادت جي نشاني آهي. پر جيڪڏهن انهيءَ ڪپڙي کي فقط مشهوري ۽ جاهه طلبيءَ لاءِ پهريندو تـه پوءِ هن حديث جو مصداق ٿيندو تـه من لبس ثوب شهرة في الدين لبة الله ثوب مذلة يوم القيامة (رواه ابوداؤد و احمد وابن ماجه) يعني تـه جيڪو هن دنيا ۾ مشهوريءَ لاءِ ڪپڙو پائيندو تـه الله تعاليٰ قيامت ڏينهن ان کي خواري واري پوشاڪ پهرائيندو. (مؤلف)

حصو واپرائڻ جائز نہ آهي. حسن بانگو پاٽوني، جيڪو سندن خاص مريد هو. پنهنجي پير مان عمدا پير چوندي سندن خدمت ۾ آڻيندو هو. مگر ادب جي ڪري چوندو هو تہ صاحبزادن لاءِ آندا اٿم. انهن پيرن مان مخدوم معظم باوجود خواهش جي بہ هن ڪري نہ ڪائيندا هئا تہ منهنجي نالي نہ آندا اٿس. تنهنڪري پرائي ملڪيت مان ڪيئن ڪائجي؟ جڏهن انهيءَ درويش کي اها خبر پيئي تڏهن پاڻ سندن خدمت ۾ پير ڪٽي آيو ۽ قبول ڪرڻ واسطي التماس ڪيائين، جنهن مان پاڻ هڪ يا ٻہ عدد ڪٽي ڪاڏائون.

نقل آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ: مان پنهنجي ساريءَ عمر ۾ ڪاڏي يا پيتي سان پيٽ ڪونہ ڀريو آهي[1]. هڪ دفعي اهڙو موقعو بہ ٿي گذريو جو عيد جي ڏينهن بہ سندن گهر ۾ ڪاڏي پيتي لاءِ ڪجهہ موجود نہ هو. فرمايائون تہ الحمدللہ جو اها بہ هڪ رسول اللہ ﷺ جي سُنت پوري ٿي، جو ڪڏهن سندن دولت خاني ۾ عيد جي ڏينهن فاقو رهندو هو.

پاڻ ساري عمر ۾ ڪڏهن بہ نماز فرضي جماعت کان سواءِ اڪيلي ڪانہ پڙهندا هئا ۽ گهڻو ڪري تڪبير اوليٰ ۾ شامل ٿيندا هئا. جماعت سان نماز پڙهڻ کي سڀ کان وڏي عبادت ڪري سمجهندا هئا. هڪ عارف جو دنيا کي ترڪ ڪري وڃي گوشہ نشين ٿيو هو. ان کي هن لاءِ پيغام موڪليائون تہ اڪيلائيءَ ۾ جماعت سان نمازون قضا ٿينديون، تنهنڪري بهتر آهي تہ انهيءَ ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ شهر ۾ هليا اچو.

سندن عادت هوندي هئي تہ ڪڏهن بہ مان يا آءٌ يا اسان جو لفظ جنهن مان اَنانيت جي بوءِ اچي، ڪم نہ آڻيندا هئا. بلڪ چوندا هئا تہ فقير چوي ٿو يا فقير چون ٿا. پاڻ بدعات جي ايترو برخلاف هوندا هئا، جو هڪ فقير کي ڳچيءَ ۾ تسبيح پيل ڏٺائون تہ ان کي نصيحت طور فرمايائون تہ اي درويش! هٿ ۾ تسبيح ڪرڻ بدعت آهي، پر مباح. مگر گردن ۾ تسبيح پائڻ بدعت بُڇڙي

---

[1] "جامع الاولياءَ" ۾ لکيل آهي تہ: شيخ ابو سلمان داراني فرمايو آهي تہ پيٽ ڀرڻ، دنيا جي ڪُنجي آهي ۽ آخرت جي ڪُنجي آهي بُک. سهل بن عبداللہ تستري هميشہ هڪ نہ ٻئي ڏينهن ڪجهہ ڪائيندو هو، فرمائيندو هو تہ ڍؤ ۾ جهل ۽ شهوت آهي ۽ بک ۾ علم ۽ حڪمت آهي. شيخ ابو تراب بصري بک هوندي بہ سفر ۾ هڪ دفعي ڪائيندو هو. ذوالنون مصري فرمايو آهي تہ جيڪو پنهنجي پيٽ تي اختيار رکي ٿو تہ سندس دين قوي رهندو. (مؤلف)

آهي، جو هندو پنهنجي گردن ۾ تسبيح پائيندا آهن. تنهنڪري انهن جي مشابهت ڪرڻ نہ گهرجي. (دليل الذاڪرين)

"دليل الذاڪرين" ۾ نقل آهي تہ مخدوم صاحب جي زماني ۾ هالن ۾ هڪ بزرگ آيو، جو تمام زبردست ڪرامتون ڏيکاري رهيو هو ۽ ڪيترا ماڻهو هن جي فيض کان مالا مال ٿي رهيا هئا. حضرت مخدوم صاحب جي خدمت ۾ اهڙي درويش جي اچڻ جي خبر پهچائي ويئي. پاڻ فرمايائون تہ اسان بہ اهڙي بزرگ جي زيارت لاءِ هلنداسون. مگر حڪم ڪيائون تہ پوري طرح جاچ ڪريو تہ بدعتي تہ نہ آهي. جنهن ڪري ڪنهن سنت کي نقصان پهچندو هجي. چيائون تہ ڏاڍو متشرع ۽ مُتَورع (پرهيزگار) آهي. فرمايائون تہ وري بہ پوري طرح جاچ ڪريو. پوءِ عرض ڪيائون تہ سندس ڪنن ۾ سوراخ آهن جو شايد ننڍيءَ ڄمار ۾ سندس پيءُ ماءُ ڪنن ۾ والا وڌا هجن. پاڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي حفاظت ۽ حمايت ۾ وٺندو آهي تہ ان جا پيءُ ماءُ بہ سندس حق ۾ بدعت روا نہ رکندا آهن. مطلب تہ بدعات کان ايتري قدر بيزار هئا جو موهم (وهم يا ڪيالي) امر کي بدعت سمجهي ان کان بہ بيزاري ڏيکاري ويندي هئي.

فرمايائون تہ: بدعتي فقير مان جيڪو فائدو حاصل ٿئي، اهو بلڪل بيڪار آهي. باقي سُنت جي رستي موجب جيڪڏهن ڪو فائدو ڪٿي نہ رسي تہ اهو بدعت وارن نفعن کان هزار درجا بهتر آهي.

مخدوم صاحب تي محويت ۽ فنائيت ايتري قدر طاري رهندي هئي، جو ڪڏهن تہ پنهنجي بدن جي بہ خبر ڪانہ رهندي هُئين ۽ ڪڏهن ڪڏهن پاڻ پنهنجن فرزندن ۽ بيبين کي بہ نہ سڃاڻندا هئا. مگر ٻئي طرف کان هي حالت هئي جو هڪ ماڻهوءَ کي خيال آيو تہ مخدوم صاحب جي اهڙي حالت وڃي ٿي جي هڪ هڪ ڦُڙي سان جو ملائڪ اچي ٿو، ان جو نالو بہ مون کي ياد آهي. پنهنجن فرزندن جا نالا بہ ياد ڪونہ اٿن! ان تي پاڻ فرمايائون تہ برسات پڻ جا نالا نہ آيا تہ ان ڪري ڪو ولايت جي مرتبي ۾ نقصان ڪونہ ٿو پوي.

هڪ دفعي هالن کان ٻيڙي ۾ نئين وڃي رهيا هئا تہ رستي ۾ مڇرن ڪين تڪليف پهچائي، جنهن تي پڇيائون تہ اسان جي مسجد ۾ بہ مڇر پيدا ٿيا آهن ڇا؟ هڪ فقير عرض ڪيو تہ قبلا سائين جن مدت کان درياءَ جي سفر ۾ آهن،

جو ڪن مظلوم ماڻهن جي خواهش موجب ٿئي هلڻ ٿئي ٿو. اهو ٻڌي پاڻ خاموش رهيا.[1] سندن فرمائڻ هو تہ اسان کي هميشہ محويت ذات پاڪ جي دولت نصيب آهي. جيڪڏهن ان ۾ هڪ لمحي لاءِ بہ نقصان بہ اچي تہ سڙي خاڪ ٿي وڃجي ۽ محويت کان سواءِ ٻيو سڀ ڪجهہ نقصان ۽ خسران آهي.

يَاأَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا لاَ تُلْهِكُمْ أَمْوَالُكُمْ وَلاَ أَوْلاَدُكُمْ عَنْ ذِكْرِ اللّٰهِ وَمَنْ يَفْعَلْ ذَٰلِكَ فَأُوْلَٰئِكَ هُمُ الْخَاسِرُونَ.

"سفينة النوح" جو صاحب لکي ٿو تہ: حضرت غوث الحق مخدوم صاحب گهڻو وقت تہ رات ڏينهن ۽ گرمي ۽ سردي جي خبر بہ ڪانہ رکندا هئا. سندن خود فرمواشيءَ جو هڪ واقعو آهي تہ هڪ دفعي سندن اک اٿي پئي، جڏهن دارو وجهڻ لاءِ تيار ٿيا تہ پاڻ فرمايائون تہ اهو ڇا ٿا ڪريو؟ عرض ڪيائون تہ اسان جي مرشد سائين جي اک ۾ سور آهي، ان جو علاج ڪريون ٿا. فرمايائون تہ مون کي اک ۾ سور آهي ڇا؟

هڪ رات پاڻ مسجد مان دولت خاني ڏانهن تشريف فرما ٿي رهيا هئا تہ مسجد جي صحن ۾ وڏي سڏ الله اڪبر چيائون. خادمن مان هڪ چيو تہ مخدوم صاحب کي وڇونءَ ڏنگيو آهي، پوءِ ڏسن تہ برابر ائين آهي. پوءِ ڪا دوا گرم ڪري انهيءَ جاءِ تي ٻڌائون، پر انهيءَ سموريءَ حالت جي ڪين خبر نہ رهي تہ ڇا هو ۽ ڇا ٿي گذريو. انهيءَ محويت ۽ بي خوديءَ جي حالت ۾ وحدت وجود جو دم هڻندا هئا ۽ باربار چوندا هئا تہ: لا شيءِ موجود غير الله. يعني الله کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ موجود ڪانہ آهي. ڇوتہ لانہ لا ذات الا ذات الله ولا وجود الا وجوده. يعني تہ الله جي ذات کان سواءِ ٻي ڪا حقيقي ذات ڪانہ آهي ۽ الله تعاليٰ جي وجود کان سواءِ ٻيو ڪو وجود ڪونہ آهي. فرمايائون تہ مؤمن موحدن جو ايمان هن ريت هوندو آهي جو پاڻ کي خدا کان ۽ خدا

---

[1] "دليل الذاڪرين" ۾ لکيل آهي تہ: اهي ماڻهو غوث بهاؤ الدين زڪريا ملتاني جي اولاد مان هئا، جن کي مرزا محمد باقي سنڌ مان نيڪالي جو حڪم ڏنو هو ۽ حضرت مخدوم معظم کي ٿٽي ميڙ طرح وٺي آيا هئا. مرزا جڏهن مخدوم صاحب جي آمد ٻڌي، تڏهن هڪدم اچي خدمت ۾ حاضر ٿيو. مخدوم صاحب فرمايس تہ اولياءُ الله جي اولاد سان ظلم ڪرڻ جو نتيجو تباهي ٿيندي آهي ۽ مرزا ڏاڍو ڏڪي ويو. آخر هي فيصلو ٿيو تہ اهي پيرزادا ٺٽي مان نڪري وڃن، باقي سنڌ جي ٻئي ڪنهن بہ حصي ۾ رهي سگهن ٿا، جيئن تہ انهن مان ڪي مغلپين جاتي ڪي بدين وڃي رهيا. (مؤلف)

کي پاڻ کان جدا نہ ڏسندا آهن ۽ يقين هن معنيٰ تي اٿن: لا شيءِ موجود غير الله. هي جيتري بہ ڪثرت آهي، اها سندن نظرن ۾ فقط وحدت ٿي وحدت آهي. پاڻ ڪڏهن ڪڏهن خواب جي حالت ۾ منصور وارو آواز انا الحق انا الحق بہ پڪاريندا هئا. [1]

سندن اتقا ۽ پرهيزگاري جي حالت هن حد کي پهتل هئي جو ساري عمر ۾ نہ ڪنهن ذاريءَ عورت کي ڏٺو هئائون ۽ نہ وري ڪنهن ذاريءَ عورت جو ڪلام ٻڌو هئائون. شُهرت ۽ عزت جو هي حال هو جو وقت جا حاڪم ۽ امير امراءَ سندن دَر جا محتاجي ۽ سوالي هوندا هئا. اوهان هن ٺئي رسالي ۾ پڙهي آيا هوندا تہ جڏهن ٺٽي جي حاڪم مرزا محمد باقي جو تڪرار هڪ درويش پرڪيي سان ٿيو ۽ فقير سان پُڇي نہ سگهيو تہ لاچار ٿي ٺٽي جي مشهور عارف ڪامل سيد علي شيرازي جي معرفت مخدوم معظم کي ٺٽي ۾ گهرائي، پرڪيي درويش کان جان خلاصي ڪئي. دنيا وارن کان ايڏي نفرت هُين جو مرزا محمد باقي سندن خدمت ۾ ملاقات لاءِ آيو تہ ڪيس حڪمراني جي حڪيمانہ نصيحت ڪري، پنهنجي خادم کي حڪم ڏنائون تہ ڪيس مون وٽان اُٿاريو وڃي. حڪومت وارن کان سواءِ وقت جا علماءُ بہ سندن وڏي عزت ڪندا هئا. جيئن تہ مخدوم مولوي حامد اگهمي جيڪو پنهنجي وقت جو لاثاني عالم هو. تنهن جو فرمائڻ آهي تہ، مخدوم نوح رح سڀ ڪجهہ رسول الله ﷺ جي اجازت سان ڳالهائيندو آهي. اهڙيءَ طرح شاهہ خير الدين بڪري جو قول آهي تہ مخدوم نوح خدا تعاليٰ جي مراد آهي ۽ ٻيا اولياءُ حق تعاليٰ جا مريد آهن.

تاريخ ۾ هيءَ ڳالهہ بلڪل ثابت آهي تہ سندن فيض جو درياءُ سندن وقت ۾ موجون هڻي سنڌ ۾ وهي رهيو هو. اهڙا واقعا بہ نظر اچن ٿا جو سندن هڪ نظر ڪيميا

---

[1] هن مان ظاهر آهي تہ حضرت مخدوم معظم وحدت الوجود جو قائل آهي. مگر جنهن طريقي سان انهن بزرگن اهو قول پنهنجي زبان تي هلايو آهي. ان مان ڪابہ قباحت شرعي لازم نہ ٿي اچي. هو صاحب آفتاب جلاليت جي اڳيان ٻي موجودات کي ستارن وانگي ڪجهہ نٿا سمجهن ۽ نڪي ڏسن ٿا، جنهن ڪري هنن جي زبان تي جاري ٿئي ٿو: لا وجود الا هو. ائين نہ آهي تہ هو سڀ شيءِ خدا سمجهن ٿا، جيئن بعض جاهل صوفي ٻي سمجهي سبب، اجايا داڦوڙا هڻي رهيا آهن. حضرت امام رباني مڪتوبات شريف ۾ اناالحق جي معنيٰ ۾ فرمائي ٿو تہ وا معنيٰ انا الحق آن است ڪہ حق است نہ من چون خودرا نمي بيند نہ آنڪہ خود را مي بيند و آنرا حق ميگويد اين خود ڪفر است (مڪتوبات چهل، سيوم دفتر اول صفحو 70) (مؤلف)

جي اثر سان هزارين ماڻهو ولايت ڪبريٰ جي درجي ڪي وڃي پهچندا هئا. بلڪ ڪن کي مخدوم صاحب تي فقط نظر ڪرڻ سان ئي سچو ۽ صحيح پسڻ ٿي ويندو هو. ائين بہ معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت مخدوم معظم کي رسول الله ﷺ جي زيارت دائمي رهندي هئي. اهڙيءَ طرح بعض اوقات ۾ سيدنا يعقوب عليہ السلام، سيدنا يوسف عليہ السلام، سيدنا خضر عليہ السلام سان روحاني ملاقاتيون ٿينديون رهيون اٿن. حضرت پير سيد عبدالقادر جيلاني رح ۽ حضرت غوث العالم بهاءُ الدين زڪريا رح ملتاني ۽ ٻين اولياءُ الله تعاليٰ سان سندن ملاقاتن جا بيان ڪتاب "دليل الذاڪرين" ۽ "سفينة النوح" ۽ "ڪئوس فخريہ" ۾ عام جام موجود آهن. اهل بيت ساداتن جو حد درجي جو ادب رکندا هئا، سندن اولاد مان هڪ نينگري جي سيدن ۾ شادي ڪيل هئي، پوءِ جيتوڻيڪ سندن اولاد هو، مگر ساداتن جي رشتہ نسبت ڪري سندن سخت ادب ڪندا هئا.[1] حضور سرور ڪائنات جي عشق ۽ محبت ۾ ايتري قدر غرق هئا جو جنهن شخص جو عبدالله نالو هوندو هو تہ فقط حضور ﷺ جي والد جي همنام هجڻ ڪري بہ انهيءَ نالي واري ماڻهوءَ جو ادب ڪندا هئا.

ڌارئي جي مال (پرائي مال) کان ڏاڍي نفرت هوندي هُين، نذر نياز بلڪل ڪونہ وٺندا هئا. هڪ عارف شخص غوث العالم ملتاني جي اولاد مان سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ مون کي ڪيميا جو نسخو ايندو آهي، ارادو آهي تہ حضور جن جي خدمت ۾ پيش ڪريان. پاڻ فرمايائون تہ جنهن وقت کان وٺي مون کي حضور سرور ڪائنات ﷺ جي ملاقات جو شرف حاصل ٿيو آهي، ان وقت کان وٺي نذر نياز وٺڻ جو سارو ڏنڊو ڦٽو ڪيو اٿم. هڪ دفعي جو واقعو آهي تہ هڪ شخص سندن ارادتمندن مان ڪنهن مريض لاءِ پاڻيءَ جو پيالو پڙهائڻ لاءِ سندن خدمت اقدس ۾ کڻي آيون، پاڻ ان ۾ آگر وجهي ڪجهہ پڙهي دم ڪري ڏنائون ۽ هن کي چيائون تہ منهنجي آگر اوهان جي پاڻي ۾ آلي ٿي آهي، جنهن ڪري اوهان جو حق مون تي رهجي ويو آهي، سو معاف ڪجو. ان تي هن شخص زاري ڪئي ۽ بخشيو. هي تہ آهي سندن پرائي مال بابت

(1) "دليل الذاڪرين" ۾ لکيل آهي تہ: سيد عيسيٰ لکياري، جو وقت جو وڏو مشهور ڪشف ڪرامت وارو هو. ان صاحب فرمايو آهي تہ مان مخدوم معظم جو درجو حضور سرور ڪائنات جي درٻار ۾ سڀني اوليائن کان مٿي ڏٺو، مگر واپسي وقت مخدوم صاحب مون کي اڳ ۾ ڪيو ۽ فرمايائون تہ هي سموري عزت ۽ شرافت فقير کي رسول الله ﷺ جي قرابت وارن جي عزت ۽ محبت ڪرڻ ڪري حاصل ٿي آهي. (مؤلف)

پرهيزگاري جي حقيقت. وري ٻئي طرف کان ڏسو ته ساري عمر ۾ ڪنهن ماڻهوءَ کان ڪنهن شيءِ جو سوال ڪونه ڪيو هيائون. جيئن ته هڪ دفعي جو واقعو آهي ته مٿن بخار جو اثر هو ۽ مسجد جي حجري ۾ آرامي هئا. اتي سندن هڪ خادم ننڍڙي عمر جو ڇوڪرو اچي نڪتو. نوڪر کي چيائون ته تون ۽ اسان سڀ الله تعاليٰ جا ٻانها آهيون. مگر توهان جي گذران جو ذمو اسان تي رکيو ويو آهي ۽ اوهان جي ذميداري آهي اسان جي خدمت ڪرڻ. سو انهيءَ ڪري مون کي ٿورو پاڻي ته پيئڻ لاءِ آڻي ڏي. ڇوڪرو ڪلندو ٻهڳو هليو ويو ۽ حضرت مخدوم معظم کي پاڻي ڪونه ڏنائين. جنهن تي پاڻ فرمايائون ته الحمدالله جو ساري عمر ۾ هڪ اهوئي سوال ڪيو هوم، سو به قبول نه پيو. پاڻ پاڻيءَ جي گهڙي ڏانهن ڏٺائون. اتي، هڪ خادم پاڻي حاضر ڪيو. پر نه پيتائون. فرمايائون ته انهيءَ گهڙي مان طمع جي بوءِ اچي ٿي. تنهن ڪري هاري ڇڏڻ گهرجي. ڇوته ان پاڻيءَ ڏانهن دل جو لاڙو ٿي پيو آهي. اهڙيءَ طرح ٻيو به سندن هڪ مثال آهي ته هڪ دفعي مسجد ۾ ويٺا هئا. ڏيڏيءَ لاءِ پترن جي ضرورت هُونِ ۽ ٺهرائڻ جي قيمت به اڳواٽ ڏئي چڪا هئا. مگر ڪو اهڙو ماڻهو ڪونه ٿي مليو، جو ڪٽي آڻي ڏي ته ايتري ۾ پترن جو جوڙيندڙ خود بخود پترون ڪٽي آيو. جنهن تي شڪرانو ڪيائون ته سواءِ سوال ڪرڻ جي پاڻ هُرتو (پاڻهين) مالڪن (مون) کي پترون پهچائي ڏنيون.

تَوڪل جو هي معاملو هو جو گهر ۾ ڪا شيءِ رکڻ پسند نه ڪندا هئا. هڪ دفعي بلڪل سندن ارادو هوندو هو ته گهر هميشه دنياوي ڪارخانا ۽ اسباب کان خالي رهڻ گهرجي. هڪ دفعي ڪو مهمان وٽن اچي رهيو هو، پاڻ پُڇا ڪرايائون ته گهر ۾ ڪجهه آهي، جواب مليُن ته گهڻو ئي ڪجهه موجود آهي. جڏهن ڪاڏي جي سامان جي موجودگيءَ جو يقين ٿين ته فرمايائون ته ايتري قدر سامان گهر ۾ رکڻ، رازق تي توڪل ڪرڻ جي برخلاف نظر اچي ٿو. بس پوءِ ته هڪدم فقيرن کي سڏي جيڪي به گهر ۾ رکيو هون، هڪدم ڏيئي صفائي ڪري ڇڏيائون.

حضرت مخدوم معظم جي پنهنجي رهڻي (زندگيءَ) عشق مجازي وغيره حالات کان بلڪل پاڪ صاف هئي، مگر سندن مريدن ۾ مجاز جو گهڻو رواج هو ۽ پاڪ باز رهندا هئا. انهيءَ ڪري هڪ دفعي

مخدوم صاحب کان سوال ڪيو ويو تہ اسان جي سنگت ۾ مجاز جو ڏاڍو اثر آهي. پاڻ فرمايائون تہ "المجاز قنطرة الحقيقة" يعني مجاز، حقيقت جي ڏاڪڻ آهي، تنهنڪري ڀلي هجي.

فقير جامع چوي ٿو تہ انهيءَ فقيري جي معنيٰ ڪن عارفن هن ريت ڪئي آهي تہ جيئن ڏاڪڻ بيهڻ ۽ ترسڻ يا رهڻ جي جاءِ نہ آهي، تيئن مجازي عشق يا محبت بہ ڪنهن درويش لاءِ قرار يا آرام گاهہ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو فقير انهيءَ آوڙ (ڪُوري) ۾ ايندو تہ هڪدم جلدي جلدي ان مان نڪري ويندو آهي. پر جيڪڏهن ڪو اڻ چاڻ فقير ان ۾ اڙجي پيو تہ پوءِ اهو مجازي عشق وارو نہ چئبو، پر بيڪار هوس باز يا شهوت پرست آهي.

اوهان مٿي پڙهي آيا هوندا تہ حضرت مخدوم معظم ڪي ٻين ماڻهن کان امتياز ۽ فرق سان رهڻ جي عادت نہ هوندي هئي ۽ ماڻهن ۾ پاڻ بہ هلڻ چلڻ ۾ سيني جي برابر رهندا هئا. بلڪ فرمائيندا هئا تہ جيڪو ماڻهو ٻن جي وچ ۾ فوقيت رکي يا پاڻ کي ٻين کان وڏو سمجهي ۽ هن انتظار ۾ هجي تہ ٻيا ماڻهو حڪم قبول ڪن تہ اهو جهنگلي جانور کان بہ بڇڙو آهي. حديث ۾ آهي تہ "ڪن واحد من الناس" يعني ماڻهن ۾، مجهانئن هڪڙو ٿي رهہ.

ماڻهن کي ذڪر ۽ تلقين ڏيڻ جو هڪ ئي رستو هون يعني فقط "لا الہ الاالله". هزارن ماڻهن جي مجمع کي تلقين ڪندا هئا تہ فقط پاڻ جماعت جي سامهون ويهي اشهد آڱر جو اشارو ڪري "لا الہ الاالله" پڙهائيندا هئا ۽ انهيءَ لفظ ٻڌڻ ڪري هزارين ماڻهو بيهوش ۽ بي خود ٿي ويندا هئا ۽ هزارن جا قلب جاري ٿي ويندا هئا. هزارين اهڙا عارف بہ مخدوم معظم جي خلفائن مان ٿي گذريا آهن، جن کي فقط حضرت مخدوم صاحب جي ديدار سعادت آثار سان سڀ ڪجهہ حاصل ٿي ويو. هڪ مريد کي اسم هادي جي تلقين ڏنائون، ان تي ايترا نور نازل ٿيا جو بيهوشيءَ ۾ فرضي نمازون بہ ڪانئس رهجي ويون ٿي، جنهن ڪري حضرت مخدوم معظم جي خدمت ۾ التماس ڪيائين ۽ پاڻ وري نظر شفقت فرمايائونس تہ سندس حالت درست ٿي ۽ نمازون باقاعده پڙهڻ لڳو.

هڪ دفعي سندن خاص خليفي سيد اسماعيل بخاريءَ ارادو ڪيو تہ مخدوم صاحب جيڪي فرمائين ٿا، اهو قلمبند ڪيو وڃي. پاڻ فرمايائون تہ

حق جا طالب قدرت واري قلم سان دل جي صحيفي تي لکندا آهن. انهن کي
ڪاغذ تي لکڻ جو احتياج ڪونه آهي.

هڪ دفعي فرمايو هيائون تہ جيڪڏهن تصوف جي علم ۾ ڪتاب
ڪٿي لکجي تہ اڳوڻن بزرگن جهڙو لکي سگهجي. بلڪ ڪوبہ ماڻهو اڳين
جي تصنيفات ڏانهن نظر ڪٿي بہ ڪونہ ڏسي مگر ادب مانع آهي،
تنهنڪري ان ڪم ڏانهن توجهہ ڪونہ ڪيو ويو. فقير جا دوست ۽ يار پاڻ
سلوڪ جا ڪتاب آهن، جيڪي سندن زبان مان ظاهر ٿيندو سو اڳوڻن
بزرگن جي قولن جي موافق ۽ شريعت سڳوريءَ جي مطابق هوندو.

حضرت مخدوم معظم جو گهڻو وقت استغراق ۽ فنائيت ۾ گذرندو هو مگر
انهيءَ حالت ۾ بہ قرآن شريف جي تلاوت ڪندا رهندا هئا ۽ ازان سواءِ قرآن شريف
ٻڌڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هُونِ. ڪنهن وقت بہ بزرگ هر هڪ عبدالواحد ۽
عبدالسلام علوي خرقان (هرات) مان رسول الله ﷺ جن جي حڪم سان هجرت
ڪري سندن خدمت ۾ اچي رهيا هئا، ۽ اُهي حضرات ٻئي قرآن پاڪ جا حافظ
هُئا ۽ هميشہ مخدوم معظم جي خدمت ۾ قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندا هئا ۽
پاڻ ٻڌندا رهندا هئا. انهن ٻنهي بزرگن کي مخدوم معظم جي وفات کان پوءِ
درگاهہ شريف جي مجاوريءَ جو اعزاز بخشيو ويو. جو اڄ ڏينهن تائين انهن
بزرگن جو اولاد درگاهہ شريف جو مجاور ۽ سندن اولاد جو پشت در پشت ديني
استاد ٿيندو اچي ۽ پاڻ حضرت مخدوم معظم رحہ جن کين اها بشارت ڏني تہ
"اوهان جو اولاد ۽ اسان جو اولاد يوم الحشر تائين گڏ رهندو." هنن ٻنهي
بزرگن جي اولاد ۾ بہ وڏا اولياء الله ٿي گذريا.

"دليل الذاڪرين" ۾ حضرت حسين تميم کان نقل آهي تہ حضرت
مخدوم صاحب پنهنجن هٿن سان ڪڏهن بہ ڪنهن جانور کي ڏک نہ هنيو،
بلڪ جنهن وهٽ تي سوار ٿيندا هئا، پوءِ گهوڙو يا گڏهہ هوندو تہ ان کي بہ
ڇُهبڪ ڪونہ هڻندا هئا. نہ ڪڏهن تلوار ٻڌائون نہ لَٺ يا عصا بہ هٿ ۾
کنيائون. پوئين ڄمار ۾ لَٺ آٽي سندن هٿ ۾ ڏنائون، تہ هن تي ٽيڪ ڏئي
هلو! فرمايائون تہ الله تعاليٰ جي ڪرم تي اعتماد ڪافي آهي.

# غوث الحق جا مريد ۽ طريقت جا يار

مخدوم معظم جي مريدن ۽ معتقدن کي مريد سڏڻ ۾ نہ ايندو هو، پر سندن يار يا سنگتي سڏيا ويندا هئا. حضرت غوث الحق مخدوم صاحب جو چوڻ هو تہ منهنجو قدم ظاهر شريعت تي بلڪل محڪم آهي ۽ آءٌ رسول الله ﷺ جن جي قدم بقدم هلي رهيو آهيان. تنهنڪري منهنجي معتقدن کي يار سڏيو وڃي ٿو، ڇوتہ جيڪو حضرت رسول اڪرم ﷺ جي ظاهري صحبت کان مشرف ٿيو هو، تہ ان کي بہ يار (اصحاب) سڏيندا هئا. پنهنجي مريدن جي حق ۾ فرمايائون تہ مون کي حضرت بي بي فاطمہ رضي الله تعاليٰ عنها خواب ۾ فرمايو آهي تہ اوهان جا سنگتي قيامت ڏينهن منهنجي ٻنهين پُٽن امام حسن ۽ امام حسين سان گڏ اُٿندا (نيڪ عملن جي طفيل) اهڙي طرح شاھ خيرالدين بکريءَ کان بہ اهڙو نقل روايت ٿيل آهي. جو درويش حسين کي فرمايائين تہ مخدوم معظم نوح رحہ جو جيڪو بہ مريد اسلام ۽ سنت رسول تي پيروي ڪندڙ هوندو، سو قيامت ڏينهن حضرت بي بي فاطمہ رضہ جي فرزندن حضرت امام حسن رضہ ۽ امام حسين رضہ جن جي پاڙي جو ٿي رهندو.

شيخ محمود کان نقل آهي تہ پهريان ٽي پهريان جن ماڻهن مخدوم صاحب کان "لا الہ الاالله" جي ذڪر جي تلقين حاصل ڪئي هئي، اُهي بہ ماڻهو هئا: (1) مخدوم ساهڙ لنجار ۽ (2) شيخ هوتي لاڪو. ازان سواءِ مخدوم صاحب جن جي جماعت ۾ چار وڏا خليفا هوندا هئا. جن جا نالا بہ چئن يارن يعني خلفاءِ راشدين وانگي آهن: (1) سيد ابوبڪر لڪعلوي (لکياري)[1]: هي

---

[1] لکياري سيدن مان جيڪو مخدوم معظم جن جي ارادتمندن مان هو، ان جو نالو "دليل الذاڪرين" ۾ ابوبڪر ڏيڪاريل آهي، جتان ڪتاب ۾ احوال درج ڪيو ويو آهي. "تحفة الڪرام" مان معلوم ٿئي ٿو تہ لکياري سيدن ۾ پوءِ بہ اهو سلسلو مدت تائين قائم رهيو، جيئن سيد ابوالحسن بن محمد (جو شاھ صدر جي اولاد مان هو.) اهو بہ انهيءَ سلسلي ۾ منسلڪ هو. فرمائي ٿو تہ سيد ابوالحسن پسر ديگر سيد محمد متشرع باڪمال از ارادتمندان سلسلۀ مخدوم نوح عليہ الرحمة برآمده. جو حضرت پير سيد محمد راشد لکياري مشهور روضي ڌڻي رحمة الله عليہ جو مريد ۽ خليفو هو. تنهن فرمايو تہ حضرت مرشد سائين جي عادت هوندي هئي تہ پاڻ عصر جي نماز کان (هلندڙ)

بزرگ حضرت مخدوم معظم جن جي بيعت ڪرڻ کان اڳئي صاحب زهد ۽ عبادت جو هو، هڪ دفعي ڏٺائين تہ چوٿين آسمان تي حلقو ٻڌيو ملائڪ "لا اله الاالله" جي ذڪر ۾ مشغول آهن. پڇيائين تہ انهيءَ ذڪر جي ترتيب ڪنهن کان سکي اٿو؟ چيائون تہ مخدوم فخر الدين جي اولاد مان لطف الله (حضرت مخدوم معظم نوحؒ) نالي هڪ شخص هالن جي شهر ۾ الله تعاليٰ جي عنايت ۽ رسول الله ﷺ جي اذن سان "لا اِله اِلاالله" جي ذڪر ڏسڻ لاءِ مقرر ٿيل آهي. اسان کي بہ ان ريت حڪم ٿيو آهي تہ "لا اِله اِلاالله" جي ذڪر ۾ مشغول ٿيون. جڏهن اها حقيقت ملائڪن کان ٻڌائين تہ هڪدم روانو ٿي مخدوم صاحب جي خدمت ۾ اچي پهتو ۽ هڪ زبردست ڪامل درويش ٿيو.

هڪ دفعي نئين مان ٻيڙيءَ ۾ گهر جو سمورو سامان ۽ مال اسباب ڪنيو مخدوم معظم جي نذراني لاءِ آڻي رهيو هو. جڏهن هالن ۾ پهتو ۽ مسجد ۾ پير وڌائين، تڏهن ياد آيس تہ سرمون وسري ويو آهي جو مخدوم صاحب جي خدمت ۾ پيش ڪرڻو آهي. پوءِ تہ اتان ئي موٽيو ۽ وري نئين ويو ۽ سرمون کڻي آيو ۽ ٻئي سموري سامان سميت مخدوم معظم جي خدمت ۾ پيش ڪيائين. مخدوم معظم فرمايو تہ اوهان لاءِ ضروري هو تہ ان مان پنهنجي فرزندن کي شرعي حصو ڏيو ها. اسان لاءِ تہ خدا ڪافي آهي. ومن يتوڪل علي الله فهو حسبه. سيد ابوبڪر حضرت مخدوم صاحب جي بي بي صاحبه مريم ثاني جي

---

پوءِ هميشہ مثنوي رومي تي جماعت کي ڪجهہ وعظ ڪري ٻڌائيندا هئا. هڪ ڏينهن سفر جي حالت ۾ وعظ جي مجلس کان پوءِ مريدن پڇيو تہ اسان جي مرشد سائين جو درجو سيني پيرن ۽ اوليائن کان مٿي آهي. اهڙي طرح سندس مريد بہ ٻين پيرن جي مريدن کان وڌيڪ پيلارا آهن. آخر ۾ تعريف ڪندي چيائون تہ اسان جو مرشد حضرت مخدوم نوح کان بہ پيلارو آهي. ان تي پير صاحب ناراضگي جي انداز ۾ هائو ڪندا رهيا! ٻئي ڏينهن هڪ ٻئي ڳوٺ ۾ منزل هئي، اتي عصر جي وقت وعظ لاءِ ڪتاب گهرايائون، فقيرن کي تعجب لڳو ۽ ڏاڍو ڳوليائون، پر ڪتاب هٿ نہ آيو ۽ چيائون تہ شايد اڳين منزل تي وسري ويو آهي، تنهن ڪري ڪو گهوڙي سوار موڪلي اتان گهرائي وٺجي. حضرت پير سيد محمد راشدي فرمايو تہ اوهان فقيرن مان ڪو هٿ ڊگهو ڪري ڪتاب کڻي وٺي، جنهن تي فقيرن پنهنجي عاجزي ظاهر ڪئي. ان تي حضرت روضي ڌڻي فرمايو تہ توهان ڪالهہ پاڻ کي دنيا جي اوليائن جي مريدن کان مٿي سمجهي رهيا هئا، تانجو پنهنجي مرشد کي، حضرت مخدوم نوح کان بہ بهتر پائيندا رهيا هئا. هاڻي ڇا ٿيو اٿو؟ جو ڪجهہ بہ نٿا ڪري سگهو. پوءِ مخدوم صاحب جي شان ۾ فرمايائون تہ هو اسان لڪياري سادات جي وڏن جو مرشد آهي، تنهنڪري جيڪڏهن اوهان جي اڳيان منهنجي ڪو گلا ڪري تہ اوهان کي ڪيڏو نہ غصو اچي، سو مون کي بہ پنهنجي وڏن جي مرشد جي گلا ٻڌڻ ڪري ڏاڍو غصو لڳو اچي. هن مان ظاهر آهي تہ لڪياري سيدن جي قديم خاندان جو مرشد حضرت مخدوم معظم آهي. (مخدوم غلام حيدر صديقي)

معرفت گذارش ڪرائي تہ منهنجي اولاد لاءِ بہ خدا ڪافي آهي. انهن کي الله تعاليٰ جي حوالي ڪريو. ان تي حضرت مخدوم معظم فرمايو تہ اوهان جو اولاد جوڌهين پيڙهين تائين پير ۽ امير هوندا جو آخر ائين ٿيو.

سيد ابوبڪر ايڏي پايي جو ولي هو، جو ڪڏهن ڪڏهن نماز ۾ لورو پوٽني هڻي ويندو هو. ڪنهن ماڻهوءَ چيس تہ نماز ۾ اهڙي حرڪت ڪرڻ مناسب نہ آهي. پاڻ فرمايائون تہ مون کي اها خبر آهي، پر ڇا ڪريان جو ڪعبة الله کي منهنجي سجدي واريءَ جاءِ تي آئي موجود ڪن ٿا. تنهن ڪري مون کي منهنجي جاءِ تان هٽڻو پوي ٿو تہ سجدو ڏيئي سگهان. پنهنجي مرشد ڪريم سان ايتري محبت هيس جو هڪ دفعي لکيءَ جي شهر ۾ ڪنهن ماڻهوءَ گدرو آڻي ڏنس. کيسَيَئين تہ ملو نڪتو. هڪدم هٿي ڦارون ڪٽي هالن ڏانهن روانو ٿيو ۽ مخدوم معظم جي خدمت ۾ پهچايائين.

سيد ابوبڪر جي عادت هوندي هئي تہ جيڪو بہ لفظ حضرت مخدوم صاحب جي زبان مبارڪ مان ٻڌندو هو تہ هڪدم ان تي عمل ڪندو هو. هميشہ فجر ۽ عصر جي نماز کان پوءِ نفلن جي پڙهڻ کان سواءِ 12 هزار دفعا ڪلمو "لا الہ الاالله" جو ذڪر پڙهندو هو. ڇو تہ انهيءَ طريقي جو اهو معمول آهي. ساري حياتيءَ ۾ ڪڏهن بہ جمعي جي نماز قضا ڪان نہ ڪئي هئائين. پوءِ ڪٿي ٽن ڏينهن جي پنڌ تي ڪنهن ڳوٺ کان پري هوندو هو تہ ڪنهن شهر ۾ پهچي جمعو ضرور ادا ڪندو هو. سيد صاحب جو قدم حضرت موسيٰ ڪليم الله جي قدم تي هو ۽ هميشہ معبود حقيقي جي عبادت ۾ گذاريندو رهيو. سندس پير ڀائي شيخ بهاؤ الدين گودڙيي سان ولايت ۽ عرفان جي ڳالهين ۾ ڏاڍيون چڪريون ۽ مناظرا رهندا هئا. هڪ دفعي ٻئي ڄڻا مخدوم معظم جي خدمت ۾ پهتا ۽ ان وقت سيد صاحب کي سائو ويس ۽ بهاؤ الدين کي ڳاڙهو ويس هو. مخدوم معظم ڏسي فرمايو تہ آسمان تي تنهن ڏينهن ملائڪ ڏٺم، جن جي پوشاڪ نيري هئي ۽ پر ڪالهہ پاروڻ (پاٽوڻ) جي ڍنڍ تي شيطان ڏٺم، جنهن کي ڳاڙهو لباس هو.

سيد صاحب هڪ دفعي اسحاق گونگي درويش سان ملاقات ڪرڻ ويو، پاڻ ۾ وحدت جي مسئلي تي گفتگو ٿين. فقير اسحاق گونگو، ترڪ دنيا جي هدايت ڪندو رهيس. پڇاڙيءَ ۾ سيد صاحب هڪ نيري چادر عطا ڪيس، جا اسحاق فقير ذوئاري ڪفن لاءِ رکي ڇڏي.

سيد ابوبڪر جو قول آهي تہ عرش جي مٿان هڪ نور آهي، جنهن جو مون کي هر دم حضور رهي ٿو، جيڪڏهن هڪدم ان کان غائب ٿيان تہ سڙي پوان. فرمايائين تہ اهي ڳالهيون الله تعاليٰ جي نعمت جي اظهار خاطر ظاهر ڪيون وڃن ٿيون. باقي پنهنجي نفس جي ستايش (واکاڻ) جو ڪو ارادو نہ آهي. ازانسواءِ ٻيون بہ ڪيتريون ڪرامتون ۽ واقعات سيد ابوبڪري[1] ڏانهن منسوب آهن.

(2) وڏن يارن مان آهي درويش عمر.[2] جو ڪثرت رياضت ۽ مجاهدان جي ڪري پنهنجي نفس کي ماري ڇڏيو هئائين. ڪاڏو پيٽو ڪنهن حالت ۾ بہ پورو نصيب ڪونہ ٿيندو هوس. لباس لاءِ فقط رلي ويڙهيل هيس.

جنهن ڏينهن کان وني حضرت مخدوم معظم جي ملاقات کان مشرف ٿيو هو، ان ڏينهن کان وني اجايو سجايو گفتگو ڪرڻ صفا ڪٽي بند ڪئي هئائين. صائم الدهر ٿي رهيو هو، گهٽي وقت کان پوءِ روزو کوليندو هو تہ بہ ڪي ٻہ چار گراهہ کائيندو هو ۽ ساري رات عبادت ڪندو هو ۽ جاڳندو رهندو هو. ننڊ کي اهڙو وساري ڇڏيو هئائين جو ڪڏهن بہ پنهنجي اختيار سان ڪونہ سُمهندو هو. نہ وري سمهڻ يا رهڻ لاءِ ڪو مقرر مڪان يا گهر گهاٽ هوس. سندن مقبرو تعلقي ٽنڊو محمد خان ۾ آهي.

(3) وڏن يارن مان هو عثمان عصار (چاڪي) جو رات ڏينهن حضرت مخدوم معظم جي خدمت اقدس ۾ حاضر رهندو هو. انهيءَ درويش جي معرفت ڪيترا ارادتمند سفارش ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي ارادن ۾ ڪامياب ٿيندا هئا، جو تہ هي صاحب اهڙي صفائي ۽ لطافت سان تقرير ڪري سفارش ڪندو هو جو مخدوم معظم رح انهيءَ ڪم ڪرڻ تي هڪدم راضي ٿي پوندو هو. هن جو لباس فقيري واري چادر هوندي هئي، جنهن جو اڌ هيٺ ٻڌندو ۽ اڌ ڳچيءَ ۾ ويڙهيندو هو. ان کان جيڪو واڌو ڪپڙو ٿيندو هوس، تہ اُهو ڦاڙي ڇڏيندو هو ۽ ڪڏهن بہ نذرانو قبول نہ ڪندو هو. هڪ دفعي ڪنهن شخص سفيد ڪپڙي جو ٽڪرو سندس خدمت ۾ هديو ڪري آندو تہ ونڻ کان انڪار ڪيائين تہ چادر پائڻ لاءِ اٿم. باقي هن ٻئي ڪپڙي کي ڇا ڪندس. هن چيس تہ اوهان مون کان وني ٻئي

---

(1) سيد ابوبڪر جي مزار شريف لڪيءَ جي شهر ۾ مشهور آهي ۽ سندس اولاد مان هن وقت آراضيءَ جا سادات ميان پوٽا مشهور زميندار آهن، جن مان سيد حسين علي شاهہ آهي. هن وقت فوت ٿي ويو آهي. سندس فرزند نالي شاهہ محمود شاهہ سندس جاءِ تي خليفو آهي. (مخدوم غلام حيدر صديقي)

(2) جو عمر بودلہ جي نالي سان مشهور آهي. (مخدوم غلام حيدر صديقي)

ڪي ڪٿي خيرات ڏيو. چيائين تہ اهو واپار تنهنجي حال جي لائق آهي. باقي فقيرن ڪي ڏيڻ وٺڻ سان ڪو تعلق ڪونہ آهي. سندس مقبرو حضرت صاحب جي درگاهہ ۾ وڏي روضي ڪان ڏکڻ پاسي پهرين چوڪنڊيءَ ۾ آهي. جنهن ۾ حضرت مخدوم نوح رحہ جي والد ماجد جي مزار مبارڪ آهي. هن بزرگ جو اولاد هالا نوان ۾ چاڪيءَ جي لقب سان مشهور آهي جيڪي اصل ۾ سومرا آهن.

(4) سيد علي متعلوي آهي، اهو برابر چاليهہ سال جهنگل ۾ برپٽ ۾ مجاهدا ۽ رياضتون ڪندو رهيو. هميشہ هڪ مهيني ڪان پوءِ روزو کوليندو هو. کوبہ ماڻهو سندس اوبر ڪونہ ڪائيندو هو، پر جيڪو بہ پُل چُڪ ۾ ڪائيندو هو تہ اهو بروقت مري ويندو هو، جيڪڏهن ڪانگ ٿي اهو پس خورد (بچيل کاڌو) ڪائيندو هو تہ اهو بہ ڦتڪي ڦتڪي مرندو هو. چون ٿا هڪ جوڳي هندو جو رات ڏينهن رياضتون ۽ ڪشالا ڪندو رهندو هو. انهيءَ جڏهن سيد صاحب جي رياضت جو احوال ٻڌو، تڏهن هو ڏسڻ لاءِ آيو ۽ سيد صاحب سندس نيت معلوم ڪري ويو، ڪيس گڏجي رياضت جي مقابلي ڪرڻ لاءِ دعوت ڏنائين. برابر ٽي راتيون ۽ ٽي ڏينهن رسا ٻڌي بيهي رهيا، نہ ڪاڌو، نہ پيتو. انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو بک ۽ اڃ ۽ بيهڻ ڪري، هندو فقير عاجز ٿي پيو ۽ مقابلو ڇڏي وني پڳو. هوڏانهن سيد صاحب برابر هڪ سال تائين انهيءَ حالت تي بيٺو رهيو. ڪڏهن ڪڏهن وري تمام عمدو لباس بہ پائيندو هو. جنهن بابت هڪ دفعي حضرت مخدوم معظم اشارتاً منع فرمائي ۽ سيد صاحب ان ڪي هميشہ لاءِ ترڪ ڪري ڇڏيو. سيد صاحب در حقيقت هڪ وڏو امير ماڻهو هو، مگر دنيا جي سمورن لاڳاپن ڪي لاهي ڇڏيو هئائين، سواءِ ظاهري اميري جي مخدوم محمد امام ولد مخدوم يوسف ڪان نقل آهي تہ سيد علي جي هٿ ۾ زر ۽ جواهرات هڪ اڻ ڪٽ غيبي خزانو هوندو هو، مگر ان مان هڪ دمڙي بہ خرچ نہ ڪندو هو ۽ نڪا اهڙي ضرورت پيش ايندي هيس. ازانسواءِ هن عارف ڪامل جون ڪيتريون ڪرامتون مشهور آهن، جن جو بيان تفصيل سان "دليل الذاڪرين" ۾ موجود آهي. سيد صاحب جو مقبرو هن وقت ٺٽو آدم جي گرد نواح ۾، اوير پاسي ۾ مشهور مرجع عام و خاص آهي.

(5) حضرت مخدوم معظم جي مريدن مان بهاؤ الدين دلقپوش بہ هڪ وڏو مشهور عارف ڪامل ٿي گذريو آهي. پهريائين هو غوث بهاؤ الدين زڪريا

ملتاني جو مريد هو ۽ ان کان پوءِ اچي حضرت غـوثُ الحق هالائيءَ جن جي بيعت ڪيائين ۽ مريدن ۾ داخل ٿيو. شروعات ۾ حضرت مخدوم صاحب جي صاحبزادن جو استاد ٿي رهيو ۽ پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ معبود حقيقي جي بندگي به ڪندو رهيو. سندس ساري ڄمار قرآن، حديث يا فقه ۽ تصوف جي ڪتابن لکڻ ۾ صرف ٿيل آهي. ماني کائڻ وقت هڪڙي لقمي کڻڻ کان پوءِ ٻئي لقمي تيار ڪرڻ تائين به ڪجهه نه ڪجهه لکي وٺندو هو. لکڻ جي وقت کان سواءِ، باقي وقت فقط عبادت ۽ ياد الاهيءَ ۾ مشغول هوندو هو. سندس گفتگو قال الله وقال الرسول هوندي هئي يا وري بزرگن جا قول بيان ڪندو هو ۽ سندس افعال سُنت جي طريقي تي هوندا هئا. رات ڏينهن اهو خيال رهندو هوس ته جيڪو ڪم ڪريان سو سُنت رسول اڪرم ﷺ جي مطابق هجي. رمضان شريف ۾ حضرت امام ابو حنيفه وانگر تراويحن ۾ هر رات ۾ هڪ ختم قرآن شريف جو پڙهندو هو. ازان سواءِ به هميشه سڀ ڪنهن رات ۽ ڏينهن ۾ جدا جدا ختما پورو ڪندو هو. هڪ دفعي فرمايائين ته ڪيترن اوليائن جون رياضتون ۽ مجاهدا جي ڪتابن ۾ پڙهيم، تن مان گهڻا عمل ۾ آندم. مگر مخدوم معظم جي کائڻ واري طريقي تي عمل ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿيس. جو پاڻ ٽن گراهن کان ۽ پاڻي جي ڍُڪن کان وڌيڪ يا ٻن لقمن طعام ۽ ٽن ڍڪن پاڻيءَ کان وڌيڪ ڪجهه به نه کائيندا پيئندا آهن. ازان سواءِ طي لساني (قرآن شريف جو ٽڪڙو ورد پڙهي پورو ڪرڻ) جو مرتبو جيڪو مخدوم معظم کي حضرت علي ڪرم الله وجهه کان حاصل ٿيو آهي، جو گهوڙي جي هڪ رڪاب ۾ پير وجهڻ کان پوءِ ٻئي ۾ پير رکڻ تائين سارو ختم ڪلام الله جو پورو ڪيو ٿي ويو. اهو به مون کي حاصل ڪونه آهي. انهيءَ مدت ۾ مان فقط 15 سيپارا پڙهي سگهان ٿو. (دليل الذاڪرين)

رمضان جي راتين ۾ ته پنهنجي روزانه وظيفن سان گڏ، 3 دفعا به ڪڏهن ڪڏهن ڪلام الله جو ختمو پورو ڪندو هو ۽ اهو سمورو ڪم اُسر کان اڳ ۾ لاهي ڇڏيندو هو. جڏهن پڇريان هي بزرگ حضرت مخدوم معظم جي خدمت ۾ پهتو، تڏهن عرض ڪيائين ته ٻندو هميشه وضوءَ سان رهڻ جو ارادو رکي ٿو. مخدوم صاحب فرمايو ته هي مرد عاقل آهي، ڇوته طالب موليٰ جي ٻچاءَ جو اوزار وضو آهي، پوءِ ته هي حالت هُيس جو صبح جي نماز واري وضوءَ سان عشاءَ جي نماز پڙهندو هو ۽ تهجد جي وضوءَ سان صبح جي نماز پڙهندو هو.

ڪجهه وقت وجي برپٽ ۾ رهڻ لڳو. هن لاءِ جهنگل جي جانورن يعني حيوانات ۽ جهنگل جي سَلـَن يعني نباتات وغيره جا حالات معلوم ڪري ۽ انهن سان همدردي پيدا ڪيائين، آخرڪار ڪيس حيوانات ۽ نباتات سان ايڏو ته اُنس ۽ وِرُونهه پيدا ٿيو، جو هنن جو ايذاءُ پنهنجو ايذاءُ ڪري سمجهندو هو. هڪ دفعي ڏڪار پيو ته برسات لاءِ مجاهدو شروع ڪيائين، تان جو الله جي رحمت وسي وس ڪيا. وڏي قحط سالي گهٽي برسات جي بي بها علاج سان دفع ٿي وئي. ڪانئس پڇيو ويو ته انهيءَ جهنگل جي رهڻ واري وقت ۾ اوهان کي ڪا تڪليف يا ڪو نقصان پهتو؟ چيائين ته هونءَ ته ڪجهه ڪونه پهتو ٿي، پر جنهن وقت ماڻهو گاهه لٽڻ آيا ٿي ته ان وقت سو مون کي تڪليف پهتي ٿي. چيائين ته جهان ۾ واءُ لڳڻ ڪري به جيڪڏهن وڻن جا پن ڇڻن ٿا يا گاهه لڏي لمي ٿو ته ان جو به احساس ۽ ايذاءُ منهنجي دل کي رسي ٿو. ان مان اندازو لڳائڻ گهرجي ته باقي ٻيءَ مخلوقات جو ڪيڏو نه احساس ۽ درد منهنجي دل ۾ هوندو.

ملا محمد حسن نالي هڪ شخص جو سندس دوست هو، سو رياست ڪڇ جي راجا جي ڏيءُ تي وجي عاشق ٿيو. راجا وٽس ڪٽي ملان صاحب کي جيل ۾ وجهرايو، جنهن تي دلقپوش بزرگ پنهنجي فقيرن جي جماعت پاڻ سان وٺي رياست ڪڇ ۾ وڃي پهتو ته جيئن محمد حسن کي قيد مان آزاد ڪرائي. راجا کي دلقپوش جي تشريف آوريءَ جو اطلاع مليو. سندس درٻارين صلاح ڏنس ته ملا حسن ۽ نئين فقيرن جي آيل جماعت کي ضرور قتل ڪرايو وڃي ته مَرُ ٻين لاءِ عبرت ۽ نصيحت هجي. انهن ڏينهن ۾ رياست ڪڇ ۾ سخت ڏڪار هو ۽ بارش بلڪل بند هئي. راجا فقير بهاؤ الدين دلقپوش کي چوارائي موڪليو ته جيڪڏهن اڄوڪي رات اسان جي ملڪ ۾ ايترو مينهن وسي جو رياست لاءِ ڪافي هجي ته پوءِ ملڪ جي خوشحالي تي ڏيءَ کي قربان ڪندس ۽ فقيرن کي به آزادي بخشيندس. جي نه ته پوءِ جيڪا حڪومت کي قانوني ڪاروائي ڪرڻي هوندي، اُها ڪري سگهندي. پوءِ جڏهن اهو پيغام دلقپوش جي ڪن تي پهتو ته سخت برسات اچي لٿي، تان جو رياست جي رهاڪن وري بندش لاءِ دانهون ڪيون. رياست جي طرفان ملا حسين کي آزاد ڪيو ويو ۽ ساڻس انجام ٿيو ته آئنده ڪو ايذاءُ ڪونه ڪيو ويندو ۽ دلقپوش جي خدمت ۾ رياست جي پاران عمدا نذر نياز پيش ڪيا ويا. سندس وقت ۾ ٺٽي جو حاڪم،

شريف الملڪ چشم، جهانگير (وفات 1037هه) جي پاران گورنر هو. انهيءَ زماني ۾ (يعني سال 1035هه) خورم شاهه جهان پيءُ کان ناراض ٿي سنڌ جو رخ ڪيو هو ۽ شريف الملڪ هن کي ٺٽي ۾ اچڻ کان روڪيو. شاهه جهان، شيخ بهاؤ الدين دلقپوش وٽ دعا طلبيءَ لاءِ آيو، جنهن ڪري شريف الملڪ، دلقپوش تي ڏاڍو وٽي ڪاوڙيو. جنهن ڪري دلقپوش کي ڪٽي جيل ۾ هٽايائين ۽ سندس عزيز ترين متاع يعني ڪتب خاني کي برباد ڪري ڇڏيائين. درويش جي دوستن ڪيس التماس ڪيو ته قيد جو اهڙو وقت آهي جو اوهان ڪرامت جو اظهار ڪيو. جيئن هي ظالم ذليل ٿئي. پاڻ فرمايائين ته اهو ظلم، هن ظالم جو منهنجي قسمت ۾ لکيل آهي، تنهنڪري ضرور ايترو پوڳيندس. ڪرامت واريءَ صورت ۾ شهرت حاصل ٿيندي ۽ شهرت خدا جي مردن لاءِ آفت آهي.

حضرت سيد عبدالڪريم شاهه بلڙي وارو هميشه سندس مجلس وعظ ۾ ويهندو هو ۽ فيض برڪت حاصل ڪندو هو. تصوف ۽ سلوڪ جا سندس رسائل مطالع ڪندو هو ۽ ڪيترا عقدا حل ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن وعظ جي مجلس اٿڻ کان پوءِ سيد صاحب، عارف دلقپوش جي جُتي به ٺاهي رکندو هو. ازانسواءِ دلقپوش بزرگ صلواة التسبيح هڪ دفعي ڏينهن ۾ ۽ هڪ دفعي رات جو ضرور ادا ڪندو هو ۽ جمع جي رات 41 دفعا نماز پڙهندو هو. چون ٿا ته صلواة التسبيح جي حالت ۾ الله تعاليٰ جي ديدار جو شرف حاصل ڪندو هو.[1]

”ارشاد الطالبين“ ۾ نقل آهي ته ”بلڙي جي شهر ۾ هڪ سيد علي نالي زميندار رهندو هو، جو سيد ميان عبدالڪريم بلڙيءَ واري کي ڏاڍيون تڪليفون ۽ ايذاءُ ڏيندو رهندو هو. هڪ دفعي بهاؤ الدين دلقپوش کي سيد ميان ڪريم احوال ڪيو ۽ سفارش لاءِ پاڻ سان گڏجي هلڻ لاءِ چيو. جڏهن بهاؤ الدين دلقپوش، سيد علي زميندار وٽ آيو ۽ سفارش ڪيائين، تڏهن سيد علي حقارت ڪندي چيو ته اي ميمڻ جا بچا! تون ڪير ۽ ڇو هن گداگر پينوءَ جي سفارش ڪرڻ آيو آهين. انهن اکرن ٻڌڻ شرط درويش بهاؤ الدين دلقپوش کي ڏاڍو جوش آيو ۽ ميان عبدالڪريم کي چيائين ته اڄ سيد علي جو خاتمو آهي. آئينده اهو بلڙي جو شهر ۽ سندس زمينداري اوهان جي آهي ۽ اوهان جي اولاد ۾ رهندي، جو آخر ٿيو به ائين. سيد علي پنهنجي غرور ۽ هڪ اولياءُ الله جي

---

[1] ”رسالہ فتحيه“ حوالو: مخدوم غلام حيدر صديقي.

غيرت ڪري تلف ٿي ويو ۽ ميئين ڪريم جو اولاد اڃا تائين بلڙي تي قابض آهي. ميان بهاؤ الدين دلقپوش جي دستخط سان لکيل ڏنو ويو ته، اسم اعظم هي آهي: يا من ذاتک القديم افتح علينا بالباء يا من ذاتک القديم.

هڪ دفعي مسجد ۾ لکي رهيا هئا ۽ مسجد جي ڪنڊ ۾ هڪ شخص جذام جي بيماريءَ وارو ٿنڊو منڊو پيو هو. پاڻ چيائونس ته اُٿي، پاٽي ڪٽي ڏي ته مَس ۾ وجهان. فقط هڪ اشاري ڪرڻ ۽ زبان جي چوڻ سان هو بلڪل چڱو ڀلو ٿي پيو ۽ اٿي وڃي پاٽي جو ڪونرو ڪٽي آڻي خدمت ۾ حاضر ڪيائين ۽ دلقپوش سان پنهنجي چڱيلائيءَ جي ڳالهه ڪيائين. فرمايائونس ته ڪنهن سان اها ڳالهه نه ڪج، جي ڪندين ته وري ساڳي بيماري موٽي اچي ونندءِ. جنهن ڪري هن شخص سندن وفات کان پوءِ اهو واقعو بيان ڪيو. سندن مقبرو مڪليءَ ٽڪريءَ تي آهي.

(6) مخدوم معظم جي وڏن مريدن مان، سيد عبدالڪريم صاحب بلڙيءَ وارو هو، جنهن پنهنجي حالات ۾ هڪ مستقل رسالو لکيو آهي. سيد صاحب جو بيان آهي ته: اسان ٽي ڄڻا، هڪ دفعو مخدوم معظم جي خدمت ۾ آياسون ۽ هن ريت اسان جا ارادا هئا يعني ته منهنجو ارادو هو ته مون کي اهڙي طاقت پيدا ٿئي جو مريدن کي پنهنجي مٿي ذڪر جي تلقين ڏيندو رهان، ۽ ميرڻ ڪاتيار جو ارادو هو ته سندس هڪ ڌيءَ جي شادي مخدوم معظم جي فرزندن مان ڪنهن سان ٿئي. فقير مريد بلوچ جو ارادو هو ته مون کي ڪشف ڪرامت حاصل ٿئي. پوءِ جڏهن اسان ٽيئي مخدوم صاحب جي خدمت ۾ پهتاسون، تڏهن فقط مخدوم صاحب تي نظر پوڻ شرط پنهنجي مراد کي وڃي پهتاسون.

سيد صاحب پنهنجي رسالي ۾ لکيو آهي ته اول وقت ۾ منهنجو ارادو هو ته لٽا لاهي اُگهاڙو ٿي گهمندو ڦرندو وتان، پر پوءِ جڏهن حضرت مخدوم معظم جي خدمت ۾ پهتس ته اهو خيال دل مان نڪري ويو ۽ شريعت جي سڌي رستي تي هلڻ جي توفيق عطا ٿي.

ڪنهن ماڻهوءَ سيد صاحب سان ڳالهه ڪئي ته اوهان کي هڪ دفعي پس غائبانه مخدوم معظم ياد فرمايو آهي. جنهن تي هڪدم خوشيءَ ۾ اچي پنهنجي ڪيتيءَ وارو ڏيگو ڪري ڪنائين ۽ چيائين ته اها منهنجي وڏي خوش قسمتي آهي جو پاڻ استغراق جي ڪري پنهنجي پُٽن کي ڪونه سڃاڻندا آهن. اڄ مون کي ياد

ڪرڻ لڳا آهن. ازانسواءِ سيد عبدالڪريم صاحب جي حالات ۽ ڪرامات بابت هڪ جدا ڪتاب 'بيان العارفين'[1] نالي لکيل آهي، جنهن ۾ تفصيل سان سندس سوانح عمري ڏسي سگهجي ٿي. سندن مزار مقدس بلڙي شهر ضلعو ٽنڊو محمد خان ۾ آهي، هن وقت سندن سجاده نشين پير غلام حيدر شاهه[2] آهي.

(7) منو فقير مخدوم صاحب جي وڏن مريدن مان آهي. "دليل الذاڪرين" ۾ آهي ته منو فقير اُمي ۽ مادر زاد اڻ پڙهيل هو. جڏهن هو مخدوم معظم ڏانهن مريد ٿيڻ لاءِ فقط ارادو ڪري هليو ته مٿس گهڻو ولايت جو احوال کُلي پيو ۽ الله تعاليٰ جو ذڪر سندس ساري بدن ۾ جاري ۽ ساري ٿيو. پوءِ ته برابر ست سال مخدوم معظم جي خدمت ۾ رهيو ۽ مخدوم صاحب جي صحبت ڪري ايڏو علومن جو فيض مٿس جاري ٿيو جو وقت جي وڏن علمائن جي سامهون قرآن پاڪ جو تفسير فرمائيندو هو، جنهن کي علماء قبول ڪندا هئا. بلڪ ڪڏهن ڪڏهن فارسي ۽ عربيءَ جا مشڪل شعر ۽ قصيدا علماء اچي مني فقير کان حل ڪرائيندا هئا. انهيءَ وقت جي وڏي عالم قاضي احمد صاحب جڏهن اها ڳالهه ٻڌي ته درويش منو جو بلڪل اڻ پڙهيل، قرآن حديث فقه جون معنائون ته ڪري ٿو، پر مشڪل ڪان مشڪل شعر به حل ڪريو ٿو ڇڏي. جنهن ڪري قاضي صاحب ڪي مشڪل بيت دل ۾ رکي مني فقير وٽ پهتو. اجا زبان سان بيان ئي نه ڪيا هئائين ته انهن بيتن جي معنيٰ صرف نحوَ جي مطابق بيان ڪيائين، جا معنيٰ قاضي احمد کي سمجهه ۾ نه آئي ته، ان بابت وري پڇيائين جو صاف تقرير ۾ ان جو جواب ڏنائين. تان جو قاضيءَ جي دل ۾ ويهجي وئي. پوءِ مني فقير چيو ته قاضي صاحب جيتوڻيڪ ظاهري علم مان ڪو بهرو (فائدو) ڪونه ٿا وٺن، پر عنايت الاهيءَ جو نور انهن جي دلين تي پرتوو (روشني) وجهي رهيو آهي، جنهنڪري هو سڀ ڪجهه بيان ڪري سگهن ٿا.

---

[1] "بيان العارفين و تنبيه الغافلين": عبدالڪريم شاهه بلڙي واري جي ملفوظات: تصنيف- محمد رضا بن عبدالواسع ننوي، تحقيق، ترجمو ۽ تشريحي حوالا: از ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو، حڪومت سنڌ اوقاف کاتو حيدرآباد، سنڌ سنه 1422هه /2002ع ۾ ڇپيو آهي. (ڊاڪٽر گل حسن لغاري)

[2] هن احوال لکڻ وقت (1926ع ۾) انهيءَ نالي سان سجاده نشين هوندو هو. پر پوءِ سال 1963ع ۾ اعجاز شاهه سجاده نشين ٿيو. هن وقت، (جنوري 2006ع ۾) پير شهباز شاهه سجاده نشين آهي (ڊاڪٽر گل حسن لغاري)

مني فقير جو حضرت غوث الحق بنسبت پنهنجي ٻين مريدن جي وڌيڪ تعشق هوندو هو. چون ٿا ته، منو فقير جڏهن ڪجهه مدت کان پوءِ غوث الحق جي خدمت ۾ ايندو هو ته، پاڻ فرمائيندا هئا ته:

منا! مناڻيءَ جون، اڄ ڪي ڪر ڳالهڙيون،
ڪيئن ٿا گذرن ڏينهڙا، ڪيئن ٿو گذرن راتڙيون.

منو فقير جواب ڏيندو هو ته:

ڏينهان ڏوريون ڏک سان، راتيان رت روئون،
ائين ٿا گذرن ڏينهڙا، ائين ٿيون گذرن راتڙيون[1]

مني فقير جي عادت هوندي هئي جو سماع جي حالت ۾ وجد ۾ اچي بيهوش ٿي ويندو هو ۽ انهيءَ بيهوشيءَ جي حالت ۾ سجدي ۾ وڃي پوندو هو، پر ڪڏهن به سندس سجدو قبلي کان سواءِ ٻي طرف نه ٿيو.

شيخ هاشم بن حماد درويش ڀهيڪري کان پڇيو ته حضرت منو وحدت جي پيالي مان سُرڪ پيئڻ سان بيهوش ٿي وڃي ٿو، پوءِ به سندس سجدو قبلي ڏانهن رهي ٿو. چيائين ته مرشد ڪامل جي برڪت ڪري جو هو رسول الله ﷺ جي قولاً ۽ فعلاً متابعت رکي ٿو.

قاضي مسعود نصرپوري، جو وقت جو تمام وڏو عالم هو. ان کان نقل آهي ته هڪ دفعي مخدوم معظم جي سامهون منو فقير وجد ۾ آيو، پنهنجو پيراهن ڪٽي قوال کي ڏنائين. ان حالت ۾ مان ڏٺو بلڪ پنهنجي ڪنن سان ٻڌو ته سندس هر هڪ بدن جو وار اسم الله جي ذڪر ۾ مشغول هو.

"درويش بهاؤ الدين دلقپوش کان هڪ ماڻهوءَ پڇيو ته ذڪر ڪيترن قسم جو آهي ۽ ذڪر خفي ڇا کي چئجي؟ چيائين ته ان بابت منهنجي سمجهاڻي نهايت مشڪل آهي، تنهنڪري مني فقير کان وڃي پُڇ! جڏهن اهو سوال مني فقير جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو، تڏهن فرمايائين ته ڪتاب "اصول روشن" ڪٽي اچو جو ان ۾ اهو سارو بيان ڏيکاريل آهي، انهيءَ ڪتاب ۾ لکيل هو ته ذڪر اٺن قسمن جو آهي: (1) اکين جو ذڪر (2) زبان جو ذڪر (3) ڪنن جو ذڪر (4) هٿن جو ذڪر (5) پيرن جو ذڪر (6) مٿي جو ذڪر (7) دل جو ذڪر (8) ساري بدن جو ذڪر. سوالي پڇيو ته مان اڃا ته ڪجهه به

[1] هيءُ اضافو ايڊيٽر مخدوم غلام حيدر صديقي پاران ڪيل آهي. (ادارو)

هي ذڪر آهي تہ نہ سمجھيو آهي. فقير فرمايو: خيال ڏئي ٻُڌُ: (1) اکين جو هي ذڪر آهي تہ قرآن پاڪ، علمائن، مرشد، ماءُ پيءُ جي زيارت ڪري. خدا جي ڪاريگريءَ ۾ نظر ڪري عبرت ۽ نصيحت حاصل ڪري ۽ پراين زالن ۽ لسَن ڇوڪرن ۽ ٻين نامحرمن ڪي نہ ڏسي. (2) زبان جو هي ذڪر آهي تہ قرآن ۽ حديث پڙهي اجائي گفتگو ۽ خاص ڪوڙ ۽ گلا ڪان پاڻ کي روڪي. (3) ڪنن جو ذڪر هي آهي تہ قرآن ۽ وعظ نصيحت ٻڌي ۽ تنبورن، سرود ۽ گلا گارين ٻڌڻ ڪان پاڻ کي روڪي. (4) هٿن جو ذڪر هي آهي تہ حرام شيءِ ڪي هٿ نہ لائي. (5) پيرن جو ذڪر آهي تہ وعظ، علم جي مجلس يا طلب علم لاءِ پنڌ ڪري وڃي ۽ بڇڙين مجلسن ڪان پاڻ کي روڪي. (6) مٿي جو هي ذڪر آهي تہ الله تعاليٰ جي فرمانبرداريءَ لاءِ زمين تي مٿو رکي. (7) دل جو ذڪر هي آهي تہ نيت ۽ ارادو نيڪ ڪمن جو هجيس. (8) ساري بدن جو ذڪر آهي تہ پاڻ کي ڪجھ بہ نہ ڀانئين ۽ هميشہ تواضع ۾ رهي ۽ اهو ذڪر خفي جو قسم آهي.[1]

مخدوم معظم جي مريد خليفي حسين مني فقير ڪان پڇيو تہ "الانسان سري وانا سره" (يعني انسان منهنجو راز ۽ مان انسان جو راز آهيان) ان انسان مان مراد ڪهڙو انسان آهي؟ فقير فرمايو تہ مراد انسان ڪامل آهي ۽ اهو حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ آهي جو الله تعاليٰ ان کي پنهنجي محبت لاءِ پيدا ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح فقير جي معنيٰ جڏهن نٽي جي علمائن پڇيس، تڏهن چيائين تہ اهو الله تعاليٰ ۽ ٻانهي جي وچ ۾ هڪ راز آهي. جنهن کي حضرت محمد ﷺ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ پروڙي نٿو سگهي.

هڪ دفعي جناب مولانا مخدوم حامد اگهمي مني فقير ڪان پڇيو تہ الله تعاليٰ ڪان ڪهڙو سوال ڪجي. فقير چيو تہ علم شريعت جو. مخدوم حامد چيو تہ اڳين اوليائن ڪان منقول آهي تہ الله تعاليٰ ڪان عقل ثابت جو سوال ڪرڻ گهرجي. ان تي مني فقير هيٺين عبارت پڙهي: العقل يدل علي امور الدنيا والعلم يُدلُ عليٰ امور الله تعاليٰ. يعني تہ عقل دنيائي ڪمن جو ڏس ڏئي ٿو ۽ علم خدائي ڪمن تي دلالت ڪري ٿو. تنهن ڪري علم جي تابعداريءَ سان نور هدايت حاصل ٿيندي ۽ الله تعاليٰ فرمايو آهي: وقل رب زدني علماء. چئو تہ الله تعاليٰ منهنجو علم زيادہ ڪر.

سيد بازيد ٺٽي جو گورنر فقير مٺي جو نهايت معتقد هوندو هو. جڏهن فقير صاحب جي خدمت ۾ ايندو هو ته ڪجهه ريپا گهوڙ طرح سنڌس قدمن ۾ هاريندو هو، مگر فقير صاحب، ان ڏانهن التفات به ڪونه ڪندو هو. حاڪم جي نوڪرن مان جنهن کي پُهچندو هو، سو کڻندو هو.

مٺي فقير کان ڪنهن سوال ڪيو ته ڪي وڏا عارف ڇوڪرن ۽ عورتن تي عاشق ٿيندا ۽ انهن لاءِ پريشان رهندا آهن، ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ فرمايائين ته سڀ ڪا شيءِ الله تعاليٰ جي صفتن جو مظهر آهي، خاص طرح خوبصورت انسان حق تعاليٰ جي وجهه جو مظهر آهي. "ان الله جميل يحب الجمال" يعني ته: الله تعاليٰ سهڻو آهي ۽ سونهن کي پيارو رکي ٿو.

ٻيو قول آهي ته "اطلبو الخير من حسان الوجوه" يعني ته: نيڪي سهڻن ماڻهن وٽان گهرو. ٺٺهنڪري درويش، حُسن وارن وٽان پنهنجي حاجت جي طلب ڪندا آهن. وري سوال ڪيو ويو ته بي ريش ڇوڪرن تي ڇو وڏيڪ حيران پريشان ٿين ٿا. پر جڏهن ڏاڙهي اچين ٿي تڏهن ڪوبه انهن تي مجاز ڪونه ٿو پُڄائي. ڄڻائين ته بي ريش، جمال صفت جو مظهر آهي. سڀ ڪو ان ڏانهن لاڙو رکي سگهي ٿو، جيئن چند. ۽ جڏهن ڏاڙهي اچي ٿي ته صفت جلاليءَ جو مظهر ٿئي ٿو. جيئن سج کي ڪوبه ماڻهو ان ڏانهن ڏسڻ جي طاقت نٿو رکي سگهي. بلڪ اکين جو زيان آهي.[1] سندس مزار ڪوهه مڪليءَ ۾ بهاؤ الدين دلقپوش جي ويجهو سر آسات جي پرسان آهي.

(8) درويش آريسر سوڍو حضرت مخدوم معظم جي وڏن خليفن ۽ عارفن مان آهي. آريسر جي ڪرامتن مان هي به هڪ آهي جو ڪن ماڻهن اچي التماس (عرض) ڪيو ته اسان جنهن ديهه ۾ رهون ٿا، ان جو سمورو پاڻي کارو

---

[1] اهي درويش جا پنهنجا ٿورا آهن، مگر حضرت مخدوم معظم جن جي رهڻي مان معلوم ٿو ٿئي ته پاڻ ڪڏهن به ڏاڙهين تي نظر ڪانه ڪئي هئائون. اهڙيءَ طرح بعض علماءَ ڪرام به مردن جي محبت کي هڪ قسم جو شرڪ چون ٿا. ۽ حضرت ابن عمر بي ريش ڏانهن نظر کي وهه سان ڀريل تير سمجهي ٿو. شيخ سعديءَ جهڙو صوفي فيصلو ڪري ٿو ته عارف کي خاص خوبصورت ڇوڪرن تي نظر بازي جي ڪهڙي ضرورت آهي. هو ته هر جا سڀ ڪنهن شيءِ ۾ اها ذات ڏسي سگهي ٿو.

محقق همان بيند ازرايل
ڪه در خوبرويان چين و چگل

عارف ته مشاهدي ۾ اُهوئي هڪ ڏسي ٿو، انڪري حسينن جي چهري ۾ پاڻ کي ڦاسائڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي). (مؤلف)

ڪوڙو آهي. پاڻ هڪ پٿر پڙهي ڏنائون، جڏهن ان کي پاڻيءَ ۾ وڌو ويو، تڏهن سمورو پاڻي بہ مٺو ٿي پيو. ماڻهو آرام سان ان مان ڪاڻ پيڻ لڳا. سيد ڪان پوءِ جڏهن سندس قبر کوٽيندي ڇيائون تہ ڏيکو ۾ مٿينءَ ۾ قبر کي ڪشادو ڪيو وڃي، تڏهن فقير چيو تہ ضرورت نہ آهي ڇوتہ اسان قبر ۾ تہ ڪونہ رهنداسون، پر اسان جي جاءِ ٻي آهي. اها ڪرامت سندس موت ڪان پوءِ ظاهر ٿي

(9) شيخ محمود ولد صديق فخري بہ وڏو عارف ڪامل مخدوم معظم جي فيض پروردن مان هو. فرمايائين تہ ننڍو ٻار هوس ۽ منهنجي زبان ۾ هڪڙپائي ۽ اٽڪ هئي، جنهن ڪري منهنجي والده مون کي حضرت مخدوم معظم جن جي خدمت ۾ وني ويئي ۽ استدعا ڪيائين تہ اهو عقدو کُلي پوي ۽ هن ٻارڙي جي زبان صاف گويا ٿئي. ان وقت مخدوم صاحب ماني کائي رهيو هو. پاڻ ٿورو لقمي ذرڙو وات مان ڪڍي منهنجي وات ۾ وڌائون ۽ فرمايائون تہ زبان جو فصيح ۽ چترو، ڪلام الله جو حافظ، ولي ڪامل ۽ وقت جو مرشد ٿيندو. شيخ محمود فرمايو تہ ننڍيءَ ڄمار ۾ ڪيترا دفعا بيمار ٿيس. هڪ دفعي قطب ڏانهن پير ڪيون ستو پيو هوس. حضرت مخدوم صاحب مٿان اچي بيهي چيو تہ ڏکڻ ڏانهن پير ڪر تہ چڱو ڀلو ٿئين. ائين ڪرڻ سان بلڪل تندرست ٿي پيس. پوءِ پاڻ معرفت جي خلافت عطا فرمايائون.

درويش ربڏني اُڍيجي ڪان نقل آهي تہ شيخ محمود برابر 12 سال جبل ۽ برپٽ ۾ رهي رياضت ڪندو رهيو ۽ آبادي ۽ شهر ۾ ڪڏهن بہ انهيءَ وچ ۾ ڪونہ آيو. شيخ محمود فرمايو تہ هڪ بي ريش ڇوڪري تي عاشق هوس جو برابر ٻارهن سال اکين ۾ ننڊ ڪانہ آئي ۽ منهنجي انهيءَ حالت عشق تي پيو ڪو ماڻهو بہ واقف ڪونہ هو. پر خود انهيءَ ڇوڪري کي بہ خبر ڪانہ هئي. چيائين تہ هڪ رات درويش موسيٰ ڪُوڌ مون کي پنهنجي گودڙيءَ ۾ سمهاريو، جنهن جو هيءُ اثر ٿيو جو وري غفلت ۽ بي ڪاري منهنجي جان مان هميشہ لاءِ الوداع ڪري وئي.

(10) درويش زڪريا سمو مخدوم معظم جي ارادتمندن مان هو. "دليل الذاڪرين" ۾ نقل آهي تہ مخدوم معظم جي پهرينءَ تلقين سان برابر پندرهن ڏينهن هڪ پاسي تي پيو هو ۽ رات ڏينهن جو هوش و حواس رهيل ڪونہ هوس. پوءِ مخدوم صاحب فرمايو تہ ڪٿي اچوس. جڏهن آندائونس، تڏهن وري ساڳيءَ حالت ۾

موٽي آيو. حڪم ڪيائونس ته وڃي اهل الله ۽ فقيرن سان ملاقاتيون ڪر. جيئن ته هو انهيءَ ارادي سان هڪ مرد مولىٰ جي خدمت ۾ وڃي پهتو ۽ اتي رهي چلو ڪيائين. هن فقير چيس ته بهتر ته هاڻي منهنجو مريد ٿيءُ ته توکي چوٿين آسمان جو سير ڪرايان. زڪريا چيو ته مخدوم صاحب کان مون کي جيڪو فيض حاصل ٿيو آهي، ان جي سامهون چوٿين آسمان جو سَيُر ته هڪ راند آهي. پوءِ اتاهون بَرُ مُنهن ڪٽي ڪيائين ۽ هڪلي وڃي سمونڊ جي هڪ ٻيٽ ۾ رهيو. جتي هڪ اگهاڙو ماڻهو رهندو هو. جنهن وٽ رهي برابر ٽي چلا ڪيائين. انهن ٽن چلن واري عرصي ۾ فقط ٻهرين رات کان سواءِ پوءِ ٻيو ڪجهه به نه کاڌائين جو اهو به ڪنهن غيب مان مرد مولىٰ جي ڪير چانور آٽي سندن پيش ڪيو هو. ان کان پوءِ ڪوهستان جو رخ رکيائين، اتي ڪيترن عارفن ڪاملن سان ملاقاتيون ٿيس ۽ چلو ڪيائين. اتان هڪ غار ۾ اچي "لا اله الاالله" جي ذڪر ۾ مشغول ٿيو. پوءِ هڪ رات مخدوم معظم کي خواب ۾ ڏٺائين جو فرمايائونس ته جيڪڏهن تون اسان جي سنگت مان آهين ته آباديءَ ۾ اچي رَهُه ۽ نماز جماعت سان اچي پڙهه. ڇوته نماز کي جماعت سان پڙهڻ کان وڌيڪ ٻي ڪا عبادت ڪانه آهي. جنهن ڪري هو اچي ماڻهن ۾ رهڻ لڳو.

هڪ دفعي جو واقعو آهي ته بدعتي فقير ڀنگ جو ڪونڊو رکيو ويٺو هو. جو پاڻ به ويٺي پيتائين ۽ ٻين کي به ويٺي پيياريائين. انهيءَ بدعتي درويش زڪريا کي اشارو ڪيو ته اچ ۽ اچي پيءُ. درويش چيو ته انهيءَ ٻوٽيءَ جو نشو لهي وڃڻ وارو آهي، پر اسان تي جيڪو شريعت جي شراب جو نشو چڙهيل آهي، اهو لهڻ وارو ڪونه آهي. تنهنڪري ان هوندي ٻئي نشي کي ڇو اختيار ڪيو وڃي.

نقل آهي ته شاهه خير الدين بکري حضرت مخدوم صاحب جن کان ٻڌو هو ته پاڻ فرمايائون ته: اسان هن وقت تائين ڪنهن کي به پوريءَ طرح تلقين ڪانه ڪئي آهي، ڇوته ان جي برداشت جي ڪنهن ۾ طاقت ڪانه آهي. جنهن ڪري شاهه خير الدين صاحب ذڪر ڪندڙ فقيرن تي اعتراض ڪندو هو ته جڏهن حق تلقين اوهان کي ملي ئي ڪانه آهي، ته پوءِ هي اجايو ذڪر ڇو ڪريو ٿا. اها ڳالهه ٻُڌي درويش زڪريا، شاهه صاحب جي ملاقات لاءِ ويو. وڃي عرض ڪيائين ته برابر سائين اسان حق تلقين ڪانه پرائي آهي، پر مخدوم معظم جي فقط ديدار مان ايترو فيض حاصل ٿيو آهي، جو جيڪڏهن چار ڪافر منهنجي سامهون اچن ته فقط هڪ نظر سان انهن کي ولايت جي درجي تي

پهچائي سگهان ٿو. انهن ڪلمن ٻڌڻ ڪان پوءِ شاهه صاحب فقيرن تي اعتراض ڪرڻ ڪان زبان روڪي ڇڏي.

هڪ دفعي درويش زڪريا استنجي لاءِ پٿر ڪنيو ته سون ٿي پيو. چيائين ته اي پالڻهار! جيڪڏهن ساري دنيا سون ٿي پوي ته به زڪريو فقير توکان سواءِ ٻئي ڪنهن ڏانهن خيال ڪري نه ڏسندو.

درويش زڪريا جو فقير حسين تميم سان انتهائي ويجهو تعلق هوندو هو ۽ حُسين به ساري عمر سندس خدمت ۾ گذاري هئي ۽ حسين به ڪو گهٽ ماڻهو نه هو. بلڪ ڪشف ڪرامت جو مالڪ هو. جنهن بابت "دليل الذاڪرين" ۾ فرمائي ٿو: مناقب وي از حد تحرير بيرون اند" (هن جون وصفون لکڻ جي حد ڪان ٻاهر آهن) اهڙيءَ طرح درويش زڪريا بابت فرمائي ٿو ته: "مناقب وي حصر و احصا بيرون بي باشد بدين دوسه نقل اڪتفا ڪردم ڪه مشتي نمونه خروار ست" (هن جي وصفن جي حد ئي نه آهي، ان ڪري، ٻن ٽن روايتن تي اڪتفا ڪريان ٿو، جيڪو خرار مان هڪ مٺ جي برابر آهي.)

من مات عشقا فليمت هڪذا

لا خير في عشق بلا موت

ازان سواءِ حضرت مخدوم معظم جا ٻيا به ڪيترا خليفا آهن، جن جون ڪرامتون ۽ خرقِ عادات مشهور و معروف آهن. جيئن ته سيد اسماعيل بخاري، شيخ هاشم ولد حماد (سندس مقبرو نزديڪ بلڙيءَ جي آهي) مخدوم حامي اگهمي، قاضي مسعود نصرپوري [1]، درويش نوح ڪاريو، فقير اسماعيل بلوچ، ڪاتيار درويش، فقير خير الدين اوڊو، شاهه خير الدين بکري، فقير صوبو ڪيبر (سندس مقبرو ڪيبر، نوان هالا جي پرسان آهي)، درويش ٻڍو سهتو، درويش ميرڻ ڪاتيار، حاجي ڪڪرو، درويش مريد بلوچ ۽ قطب بري ۽ ٻيا. انهن سيني عارفن جو مفصل بيان هن مختصر رسالي جي تحمل مان ٻاهر آهي. اميد ته انهن سمورن جو ذڪر بابرڪت انشاء الله تعاليٰ پنهنجي ڪتاب "تذڪره مشاهير سنڌ" ۾

---

(1) "تحفة الڪرام" ۾ لکيل آهي ته: قاضي مسعود قريشي عثماني صاحب علم ظاهر و باطن اجل اولياء وقت ست واشرف مشائخ روزگار بوده علم با فقر جمع داشته.
ترجمو: (يعني قاضي مسعود ظاهر ۽ باطن جي علم جو صاحب آهي ۽ وقت جي اوليائن ۾ مقرر ٿيل آهي ۽ پنهنجي دور جي مشائخن ۾ شرف وارو رهيو آهي ۽ علم سان گڏ "فقر" رکي ٿو.)
(ڊاڪٽرگل حسن لغاري)

ڪنداسون جو زير تجويز ۾ تاليف آهي. مٿين فقيرن مان فقير صوفي بابت "دليل الذاڪرين" ۾ نقل آهي ته هڪ ڏينهن جهنگل ۾ ذڪر ويني ڪيائين ۽ سندس وات جي ڪف وڃي گاهه تي پيئي، جنهن کي هڪ ٻڪريءَ اچي کاڌو ته هڪدم دانهون ڪرڻ ۽ نچڻ ٽپڻ لڳي. آخر انهيءَ ٻڪريءَ کي ڪٺي کنائون، پوءِ جن به ماڻهوءَ انهيءَ ٻڪريءَ جو گوشت کاڌو ته الله جو نالو بي اختيار هن جي زبان تي اٿندي ويهندي، ننڊ ۾ جاڳندي، جاري ٿي پيو.

حضرت مخدوم معظم سان اهو واقعو اچي بيان ڪيائون. پاڻ فرمايائون ته جيڪو مخلص هوندو، ان تي اهو اثر باقي رهندو. باقي عام تان اهو اثر ٿوريءَ دير ڪان پوءِ لهي ويندو.

"دليل الذاڪرين" جو مؤلف لکي ٿو ته: "فقير راقم اين رساله يکي را از آن ديده بود راهو نام" يعني: انهن مان جن ٻڪريءَ جو گوشت کاڌو هو ۽ ذڪر جاري ٿيو هون، "راهو" نالي هڪ فقير کي پنهنجي اکين سان ڏٺو هو.

اهڙيءَ طرح انهن درويشن مان هاشم بن حماد هڪ وڏو عارف ڪامل ٿي گذريو آهي، سندس ناياب ملفوظ ۽ اقوال ڪتاب "دليل الذاڪرين" ۾ منقول آهن. جن مان ڪجهه هت نقل ڪجن ٿا:

(1) فرمايائين ته الله تعاليٰ جي ذات ۾ محويت ۽ گُهر ٿيڻ جو هن ريت مثال آهي جو جيئن درياءَ ۾ ڪٺي مٽيءَ جي چپٽي وجهجي ۽ هڪدم گم ٿي وڃي.

(2) فرمايائين ته حق جي طالب کي گهرجي ته پيٽ ڀري نه کائي ۽ ماڻهن سان عام رغبت نه رکي، ڇو ته مبتدي طالب لاءِ رلڻ ملڻ سلوڪ واريءَ واٽ لاءِ نقصانڪار آهي.

(3) مريد جڏهن مرشد جو انڪار ڪيو ته ڄڻ سندس گردن مان ارادت وارو رسو نڪري ڇڪو. جيئن ابو طالب کي حضرت رسالت پناهه ﷺ اسلام لاءِ سڏيو، پر قبول نه ڪيائين ته مقبول نه ٿيو.

(4) سندس چوڻ هو ته مرشد ڪامل، صياد وانگر آهي، جو تيستائين باز کي نه ڇڏيندو، جيستائين شڪار پوري وَجهه ۾ نه ايندو. اهڙيءَ طرح مرشد ڪامل به انهيءَ وقت مريد تي هدايت ۽ ارشاد جو بازُ ڇڏيندو، جڏهن منجهس پوري لياقت ۽ تياري ڏسندو.

(5) اهڙي طرح فرمايائين ته: درويش جي دعا به ٻج وانگر آهي. اثر اتي ڪندي، جتي صلاحيت هوندي. جيئن ٻج به صلاحيت واري زمين ۾ اثر ڪري ٿو، ورنه ٻئي هنڌ ضايع ٿيو وڃي.

(6) فرمايائين ته: يار وفادار هجڻ گهرجي ۽ اهو آهي الله تعاليٰ جو پهريان اسان کي نيست مان هست ڪيائين ۽ ان ڪان پوءِ پيءُ جي پُٺ مان ماءُ جي گرڀ (رحم) ۾ آندائين، اتان وري هن دنيا ۾ آندائين. مختلف قسم جي نعمتن سان پرورش ڪيائين. هن دنيا مان وري قبر ۾ اڪيلو ئي اڪيلو موڪليائين. پوءِ جيتوڻيڪ هن دنيا ۾ ڪيترا يار دوست هئا، مگر ڪوبه ساٿي ڪونه ٿيو. فقط الله تعاليٰ ئي ساڻ آهي. جيئن فرمايو اٿس: ”وَهو مَعَكُم اَينَ مَا كُنتم“ يعني: اوهان جتي به هجو ته الله تعاليٰ اوهان سان گڏ آهي.

(7) حضرت هاشم حماد ڪان ڪنهن امير پڇيو ته ڪي فقير اهڙا آهن، جو جيڪڏهن ڪين روڪ روپيا يا اناج ڏنو وڃي ٿو ته وٺن ٿا، پر جيڪڏهن ڪاڌو تيار ڪري ڏجي ٿو ته ان ڪان انڪار ڪن ٿا. شايد هنن کي درياءَ جي پاڻيءَ ۾ ڪو شبهه آهي؟ درويش جواب ڏنو ته اميرن جو طعام، درويشن جي دلين تي زخم ڪري ٿو. باقي اَنُ ۽ نقد عضون جو زخم آهي، دل جو زخم ڏاڍو اٽائو ڇُٽندو آهي. باقي عضون جي ڦٽن جو مجاهدي جي علاج سان ڇڏي وڃڻ ممڪن آهي.

(8) فرمايائين ته: جيڪو ماڻهو ٻين لاءِ سوال ڪندو ته هن کي پنهنجي پنڻ جي به عادت پئجي ويندي. ڇوته ”العادة لا يرد“. تنهنڪري پنهنجن ۽ پراين جي ڪمن کي حق تعاليٰ جي حوالي ڪري. اهڙي طرح فرمايائين ٿي ته جيڪو ماڻهو پاڻ لاءِ هڪ لقمي جي ٻين ۾ طمع ڪندو ته الله تعاليٰ سندس چاليهه لقمن جي سندس قسمت ۾ هوندا پوئتي هٽائي ڇڏيندو. ڇوته الله تعاليٰ تان پروسو لاهي ڇڏڻ ڪري هو ٻين ۾ طمع رکي ٿو. حديث ۾ آيو آهي ته ”انا عند ظن عبدي بي“ يعني: ٻانهو جهڙو مون ۾ گمان رکندو، مان اُوئين ڪندو آهيان.

(9) فرمايائين ته: الله تعاليٰ جي طلب لاءِ محبت ۽ عشق يا خوف خدا جو درڪار آهي، ڇوته محبت بنا خوف خدا جي طالب کي بدعت ۾ اڇلايو ڇڏي.

(10) فرمايائين ته ڪنهن ڪامل مرشد کي سندس مريد عرض ڪيو ته جيڪڏهن اوهان کي غيبي خزاني جو ڪوهه ملي وڃي ته ان مان آهستي آهستي وينا فقيرن تي خرچ ڪريو. مرشد جواب ڏنو ته الله تعاليٰ پناهه ۾ رکي جو ڪوهه

ڪي آهستي آهستي خرچ ڪريان، بلڪ هوند هڪ دفعي ئي ڏئي ڇڏيان ۽ فارغ ٿي ويهي رهان، ڇوته سخي اهو آهي جو جيڪي هجيس سو هڪدم ڏئي ڇڏي.

(11) فرمايائين تہ: ڪن مرشدن جي پنهنجي مريدن کي تربيت ڏيڻ ڪونج پکيءَ وانگر آهي، جو داڻن چڳڻ وقت پنهنجن آنن کي پٺئي ياد ڪندي ۽ ڳڻيندي آهي، پر انهيءَ ويلي جيڪو آنو وسري ويس، تہ اهو ڪِنو ٿي پوندو آهي. پوءِ پاڻ جيتوڻيڪ ڪيترو بہ آنن کان پري پنڌ تي آهي. اهڙي طرح ڪن مرشدن جو مثال ڪُميءَ جانور جهڙو آهي، جو پاڻ آهي پاڻيءَ ۾ ۽ آنا سُڪي تي هوندا اٿس. مگر ان حالت ۾ بہ هميشہ سندس نگاهہ آنن تي رهندي آهي، پر جيڪو آنو سندس نظر ۾ نہ آيو، سو ڪنو ٿي پوندو آهي. ڪي مرشد ڪُڪڙ وانگر آهن، جو سمورا آنا پنهنجن ڪنيڙائين هيٺان رکي ويهي ٿي ۽ اُجي بُکي رهي ٿي، مگر سندس دل ۾ گهڻين گهمڻ جو بہ سوداءُ آهي، تنهن ڪري سندس ڪي آنا ڪنا ٿيو پون.

(12) فرمايائين تہ: ظاهر ۽ باطن ۾ جو ڪجهہ بہ موجود يا معدوم آهي، انهيءَ سڀ کان مُنهن موڙڻ گهرجي تہ ”لا موجود غير الله“ جي حقيقت ثابت ٿئي. يعني تہ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ موجود ڪانہ آهي ۽ انهيءَ ئي وقت صوفين واري پوشاڪ پائڻ مناسب ٿيندي. هڪ علم واري حضرت هاشم کان پڇيو تہ هي خاص درويش وارو لباس هنن خاص (ڪڇن) تي بلڪل بي سود آهي. فرمايائين تہ هن دنيا ۾ اهل الله جي پوشاڪ پائڻ سان ظاهر جي ڪمن جي ٻچ بيگر کان بہ بچيل آهيون ۽ قيامت جي ڏينهن بہ ڇوٽڪاري جي اميد آهي جو حديث شريف ۾ آيو آهي تہ ”من تشبہ بقوم فهو منهم“ يعني تہ: جو ماڻهو ڪنهن قوم سان مشابهت ڪندو، سو انهن مان آهي. انهيءَ تي نقل فرمايائون تہ هڪ چور مينهون چورايو ويو ٿي تہ پوئتان مينهن جا مالڪ ايندا ڏٺائين. پوءِ ڇا ڪيائين جو هڪدم مينهن کي جهنگل ۾ تڙي پاڻ رستي تي لٽو وڇائي نماز ۾ بيهجي ويو. وٽس هڪ ڪٽورو بہ هو، جنهن ۾ چورايل مينهن جو کير پيل هو. مالڪن هڪ نيڪ ماڻهو سمجهي مينهن جو ڏس پڇيو. چيائين تہ اول هن ڪٽوري مان کير پيو، تہ پوءِ ڏس ڏيان. هو ويچارا معتقد ٿي پيا. پوءِ ڏس وري اهڙي طرف ڏنائين، جيڏانهن مينهن جو ڪو پتو ئي ڪونہ پوي. پاڻ مينهون ڪاهي راهي ٿيو. سندس سنگتيءَ پڇيو تہ اها ٺڳي ڪري هنن کان مينهون تہ

بچائي ورتئي، پر سياڻي قيامت ڏينهن ڪھڙو جواب ڏيندين. ڇيائين تہ الله تعاليٰ هن دنيا ۾ نيڪن جي اهل ڪرڻ سان خلاصي ڏني آهي. قيامت ۾ ستار العيوب آهي جو ٻانهن جا عيب ڍڪيندو. مَن مون کي بہ بخشي ڇڏي.

(13) فرمايائين تہ: طالب کي جُڳائي تہ گھمڻ وقت سڄي پير کڻڻ سان "بسم الله الرحمان الرحيم" شروع ڪري کٻي پير رکڻ تائين پوري ڪري. ڪڏهن فرمايائين ٿي تہ سڄي پير کڻڻ وقت "لا الہ الاالله" چوي ۽ کٻي رکڻ وقت "الاالله" چوي تہ جيئن، جيڪو قدم کڻي يا رکي تہ الله تعاليٰ جي يادگيري کان خالي نہ هجي.

(14) فرمايائين تہ: هڪ شخص سلطان بايزيد بسطاميءَ جي خدمت ۾ آيو تہ کيس ارادتمندن جي حلقي ۾ داخل ڪري. بايزيد فرمايس تہ جيڪڏهن توکي سچ پچ منهنجو مريد ٿيڻو آهي تہ فلاڻي رستي تي وڃ، اتان هڪ ماڻهو ڪاٺين جي ڀري کنيو ايندو، ان کي تمام زور سان وجي ڪنڌ ۾ مُڪ هڻ تہ پوءِ توکي مريد ڪريان. هي شخص اها ڳالهہ قبول ڪري هليو ۽ انهيءَ ماڻهوءَ کي خوب طرح وجي زد و ڪوب ڪيائين. رات جي وقت اهو ٻڍڙو مار کاڌل هن مارينڌڙ وٽ آيو ۽ اچي عذر ڪيائين تہ اوهان کي منهنجي مارڻ ۾ تڪليف پهتي هوندي، تنهنڪري معاف ڪجو. صبح جي وقت اهو مريد حضرت بايزيد جي خدمت ۾ آيو. فرمايائونس تہ جيڪڏهن توکي مريد ٿيڻو آهي تہ انهيءَ شخص وانگي بي نفس ٿيءُ، ڇوتہ اهو بہ منهنجي مريدن مان هڪڙو آهي.

(15) فرمايائين تہ: صحبتِ اهلِ دل جي طالبن ۾ ائين اثر ڪري ٿي، جيئن ڪپڙي جي جُونءِ اچي آهي پر وارن جي صحبت ڪري ڪاري ٿي پوي ٿي. "والارض من ڪاس الڪرام نصيب" سخين جي پيالي مان زمين کي بہ نصيب ملندو آهي.

(16) فرمايائين تہ: انسان، روح جو پاڇو آهي ۽ روح، الله تعاليٰ جي قدرت جو پاڇو آهي. دنيا جي هر هڪ انسان جي مقابلي ۾، عالم تمثال يا عرش تي بيٺي هڪ خوبصورت مثال موجود آهن. هي دنيا واري صورت جڏهن ڪو گناهہ يا تقصير ڪري ٿي، تڏهن عالم تمثال واري صورت گم ٿيو وڃي، ملائڪ حضرت رب العزت کان التماس ڪن ٿا تہ اها سهڻي صورت عبات ۾ مشغول هُئي. ڪيڏانهن وئي؟ رب العزت پنهنجي لطف سان جواب ڏئي ٿو تہ انهيءَ ٻانهي ۽ منهنجي وچ ۾ ڪو

هڪ ڳجهو راز آهي، جنهن جي ڪنهن کي بہ سُڌ ڪانہ آهي. پوءِ حضرت هاشم بن حماد فرمايو تہ اي ٻانها! الله تعاليٰ جي ستاري تہ اهڙي آهي جو ٻانهيءَ جي عيب کي ملائڪن کان بہ مخفي ڪري ٿو. پوءِ ائين ٿي سگهندو ڇا جو وڌيڪ ٻانهن جي پرده داري ڪري. ازان سواءِ انهيءَ بزرگ کان ٻيا احوال ۽ اقوال بہ نقل ٿيل آهن، مگر هت ايتري تي اڪتفا ڪئي وڃي ٿي.

حضرت مخدوم معظم جي خليفن مان عثمان متقي بہ آهي، يعني پرهيزگار. ان بابت نقل آهي تہ جوانيءَ جي زماني ۾ ڪنهن خوبصورت جي عشق واري دام ۾ وڃي سندس روح، مرغ ٿيو. انهيءَ ماجرا بيان ڪرڻ لاءِ هڪ صاحبدل اولياء وٽ آيو، جو پڻ حضرت مخدوم معظم جي ارادتمندن مان هو ۽ سارو دل جو راز کولي ٻڌايائين. مگر هن درويش ڪو توجهہ ڪونہ ڪيس. ٿوري وقت کان پوءِ انهيءَ عورت جو ٻئي هڪ جوان سان نڪاح ٿي ويو، جنهن ڪري متقي صاحب کي اچي بي آرامي لڳي. وري انهيءَ درويش جي خدمت ۾ ڀڄندو آيو، درويش چيس تہ انهيءَ عورت جو نڪاح ٿي چڪو، تنهنجي دل مان اها نڪري وئي. باقي توسان هيئن سور ضرور ٿيندو جو هن ملڪ جا جيترا بہ نازنين ۽ خوبصورت ماڻهو آهن، سي سمورا تنهنجي محبت ۽ عشق ۾ گرفتار ٿي پوندا. آخر ٿيو بہ ائين جو خدا جي قدرت سان جتي بہ سهڻا ماڻهو مرد يا زالون هونديون هيون ۽ متقي صاحب جي آمد جو ٻڌندا هئا تہ هڪدم اچي سندس خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا. مگر متقي صاحب ڪنهن ڏانهن اک کڻي بہ نہ ڏسندو هو. پنهنجي پروردگار جي عبادت ۾ مشغول هوندو هو. فرمائيندو هو تہ ڏارين زالن کان بچجو، بلڪ انهن لاءِ دل ۾ هَوَس بہ نہ ڪجو، ڇو تہ اهو معاملو آهي نفس سان جنگ ڪرڻ جو. انهيءَ ۾ ثابت قدم بيهڻ سڀ ڪنهن جو ڪم نہ آهي. تنهنڪري انهيءَ امتحان ۾ متان پاڻ کي وڌو اٿوَ. چون ٿا تہ عثمان فقير جو گذران هڪ مينهن تي هوندو هو ۽ ڏنار جا بار بار هٿ ڏُٺاريندي مينهن ڏهائيندو هو. ٿانوَ ۾ مينهن جو اوهہ بہ چڱي طرح ڏيکاريندا هئا. پوءِ انهيءَ کير کي ڪاڙهيندو هو ۽ وري ٺارڻ لاءِ رکائيندو هو تہ ائين ڪندي صبح ٿي ويندو هو. پوءِ دل ۾ چوندو هو تہ ڏينهن جو روزو رکڻ گهرجي ۽ وري شام روزو کولجي. پوءِ ٻئي شام جو بہ اهوئي معاملو لڳو پيو هوندو هو، تان جو روزي کي هفتو هفتو ان ريت گذري ويندو هو ۽ اهڙيءَ ريت سندس عمر پرهيزگاري ۾ گذرندي هئي.

نوٽ: پيرا (1) کان (16) تائين مخدوم غلام حيدر صديقي پاران واڌارو آهي. (ادارو)

# ازواج ۽ اولاد

حضرت مخدوم نوح جن چاليهن سالن تائين مجرد ۽ اڪيلائيءَ ۾ گذاريو ۽ سارو وقت عبادت الاهيءَ ۾ مشغول رهيا. ان ڪان پوءِ جڏهن ڪين اندروني ارشاد ٿيو، تڏهن شادي ڪيائون ۽ ڪن مورخن جي قول موجب ٽي شاديون ڪيون ائن. ڪن جو چوڻ آهي تہ چار مگر صحيح قول آهي تہ چار نڪاح ڪيا ائن ۽ انهيءَ اختلاف جو ڪارڻ هي آهي تہ ٽن حرمن محترمن مان ڪين اولاد ٿيو آهي ۽ چوٿين مان ڪوبہ ٻار ڪونہ ٿيو. تنهنڪري مخدوم صاحب جي تذڪره نويسن ڪي چوٿين شادي جي نہ هجڻ جو شبهو پيدا ٿيو آهي. پهرين شادي "دليل الذاڪرين" واري جي قول موجب تُرڪن جي قبيلي باجارن مان ٿي آهي ۽ "سفينة النوح" جي لکڻ موجب سنڌ جي حاڪم ڄام تماچي[1] جي همشيره نالي بي بي زليخا سان ٿي، جنهن مان مخدوم معظم ڪي چار پٽ ۽ چار نياڻيون پيدا ٿيون، جن جا نالا هن ريت آهن: (1) مخدوم محمد امين (صاحب خلافت و سجاده) (2) مخدوم حامد (3) مخدوم نور محمد (4) مخدوم احمد. انهيءَ حرم محترمه جي وفات ڪان پوءِ وري 956هہ ۾ ٻي شادي ڪيائون. "ڪئوس فخريہ" جي قول موجب اهو حرم قوم ڇهواڻ مان هو. جنهن مان 3 فرزند پيدا ٿيا: (1) مخدوم ابراهيم ملقب سلطان ابراهيم ادهم ثاني[2] (2) مخدوم ميران محمد (3) مخدوم جلال محمد. پوءِ انهيءَ بي بي صاحبہ جي حياتيءَ ۾ ئي ٽي شاديون ڪيائون، جنهن مان پنج پٽ پيدا ٿيا:

---

[1] ڄام تماچي جي نالي سان سنڌ جا ٻہ حاڪم ٿي گذريا آهن. خبر نہ آهي تہ مخدوم صاحب جو نالو ڪهڙي تماچيءَ سان ڳنڍيو ويو. ازان سواءِ ڄامن جي گهراڻي جي حڪومت سال 825هہ ڪان شروع ٿي سال 927هہ ۾ اچي ختم ٿي ۽ آخري حاڪم ڄام فيروز هو جنهن ڪان شاهہ بيگ ارغون حڪومت اچي کسي. انهيءَ گهراڻي جي حڪومت جي خاتمي وقت مخدوم صاحب جي عمر 16 سال مس هوندي. انهيءَ عمر ۾ پاڻ شادي ڪانہ ڪئي ائن، هوڏانهن تماچي پهريون يا ٻيو ٻئي مخدوم صاحب جي ولادت ڪان اڳ ٿي گذريا آهن. (مخدوم غلام حيدر صديقي)

[2] سلطان ابراهيم ادهم جي مزار بلڙي شاهہ ڪريم وٽ ڳوٺ خليفہ احمد سمون ۾ زيارت گاهہ آهي. (مخدوم غلام حيدر صديقي)

(1) مخدوم موسيٰ (2) مخدوم آدم (3) مخدوم هارون (4) مخدوم دائود
(5) مخدوم يوسف. انهيءَ ڪي مخدوم جلال الدين بہ سڏيندا هئا. مخدوم
صاحب جي نياڻين جون شاديون گهڻو ڪري پنهنجي عزيزن ۽ قريبن رشتيدارن
۾ ٿيون. فقط هڪ نياڻي جي شادي سو مٽيارين جي هڪ سيد عبدالله بن
يعقوب سان ڪئي ويئي هئي، جنهن بابت نقل آهي تہ حضرت مخدوم صاحب
فقط اهل بيت جي ادب ۽ نسبت جي ڪري پاڻ پنهنجي نياڻي جو بہ ڏاڍو ادب
رکندا هئا. مخدوم بلال نالي حضرت مخدوم صاحب جو هڪ پاءُ بہ هو، جنهن
جي فرزند الهداد نالي سان حضرت مخدوم صاحب جي هڪ نياڻي عفيفہ جي
شادي ٿيل هُئي. مخدوم صاحب جي فرزندن مان هر هڪ فرزند وڏو ڪامل
ولي ۽ صاحب معرفت ۽ ڪرامت جو ٿي گذريو آهي. جيئن تہ حضرت مخدوم
نوح فرمايو تہ محمد امين جي ولادت جي وقت پيغمبرن جا ارواح پاڪ ۽ آسمان
جا ملائڪ مون ڪي مبارڪ باد چوڻ آيا. ۽ مخدوم محمد امين جڏهن سجاده
نشين ٿيو تہ قدم بقدم حضرت مخدوم نوح هن دنيا ڪي فيض ۽ هدايت سان
مالا مال ڪندا رهيا. سندس ڪرامتون ايتريون گهڻيون آهن، جو جدا دفتر
گهرجي. حضرت مخدوم نوح جي رحلت کان پوءِ هي صاحب سجاده نشين ٿيو.
برابر 17 سال فيض ارشاد جي سجاده تي ويهي جمعي ڏينهن بن پهرن جي وقت
7 شعبان المعظم جي سال 1015هه ۾ وفات ڪري ويو. "شرف الابرار" سندس
وفات جو ماده تاريخ آهي.

ازان سواءِ سلطان ابراهيم جنهن ڪي ابراهيم ادهم ثاني چوندا هئا،
صاحب ڪماليت ۽ بزرگيءَ جو هو. هميشہ جماعت سان نماز ادا ڪندو هو ۽
زندگيءَ جو گهڻو حصو مسجد ۾ اعتڪاف ۾ گذاريائين. هڪ دفعي نفس
ڪشي لاءِ ويران ۽ جهنگل ۾ برابر چار چِلا ويٺو ۽ ڪجهہ نہ ڪائيندو ۽ نہ
پيئندو هو. فقط افطاري وقت پاڻيءَ سان آڱريون آليون ڪري زبان تي رکندو
هو. ان ريت روزو کوليندو هو. انهيءَ حالت ۾ ياد الاهي يا ذڪر خدا کان سواءِ
ٻي ڪابہ دنيائي گفتگو زبان تي ڪونہ آندائون. عالم ارواح ۽ جنن ۽ ٻين، هن
ڏانهن انهيءَ حالت ۾ رجوع ڪيو، مگر هن انهن ڏانهن اک کڻي بہ ڪونہ ڏٺو.
برپٽ واري پوئين چلي ۾ پرين تمثال ۽ حسن باڪمال عورتن جي هڪ جماعت

سندن خدمت ۾ آئي. پاڻ انهن کان پڇيائون تہ اوهين ڪير آهيو؟ چيائون تہ
اسان اُهي هندو عورتون آهيون، جو ستيون ٿي پنهنجن مڙسن جي پوٺتان جيئري
پاڻ جلائي ڇڏيوسون. هاڻي جڏهن مٿئين عالم ڪي اوهان جي ملاقات جي
موڪل ملي آهي، تڏهن اسان بہ ارادو ڪيو تہ اوهان جي خدمت ۾ اچي، لازم
سعادت کان بهره اندوز ٿيون.

سندن شادي درويش ميرڻ ڪاتيار جي نياڻي سان ٿي ۽ ڪيترو سارو
عيال هوندو هون. مگر گهر ۾ ڪائڻ لاءِ ڪجھ بہ نہ رکندو هو. ڪڏهن ڪڏهن
تہ عيد جي ڏينهن بہ ڪائڻ لاءِ ڪجھ ڪونہ هوندو هون. ساري حياتيءَ ۾ ڪڏهن
بہ دنيائي ڪم ڪونہ ڪيائون. سندن هڪ مريد ڪنهن ٻئي بزرگ ڪي وجي
عرض ڪيو تہ منهنجي لاءِ الله تعاليٰ جي بارگاھ مان دعا گهر تہ سندس معرفت
حاصل ٿئي. پوءِ جڏهن مخدوم صاحب جي خدمت ۾ موٽي آيو، تڏهن مخدوم
صاحب ڏسي فرمايس تہ شايد اسان توکي نتا وڻون جو ٻين وٽان حق جي ڳولا
ڪرڻ گهرين ٿو. جنهن تي هو شخص ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ معافي ورتائين.

مخدوم معظم جي فرزندن مان ميان جلال محمد جلاليت، جماليت ۽
ڪماليت جو صاحب هو. هڪ دفعي ڪي حاجتمند ماڻهو ڪيس نٽي جي حاڪم
شاد خان ڏانهن ميڙ ڪري وٺي ويا، مگر هن قبول نہ ڪيو، تنهن تي چيائون تہ
شاد خان سنڌ جي حڪومت جو لائق نہ آهي، تنهن ڪري ان ڪي خارج ڪري،
سندس جاءِ تي امير خان ڪي مقرر ڪيو وڃي. فقط ايتري چوڻ سان آثار
صداقت جا ظاهر ٿيا جو شاد خان معزول ڪيو ويو ۽ امير خان اچي نٽي تي
قبضو ڪيو.

مخدوم جلال محمد سان، سنڌ جي مشهور صوفي تارڪ الدنيا سيد
پاڪ لطيف شاھ جون بہ ملاقاتيون هيون ۽ شاھ صاحب نهايت اخلاص ۽ محبت
سان سندن خدمت ۾ ايندو هو.

”دليل الذاڪرين“ ۾ شاھ صاحب کان هڪ نقل آهي تہ شاھ صاحب
فرمايو تہ هڪ ڏينهن هڪ عمدو طعام پچارائي حضرت مخدوم جلال محمد
جي خدمت ۾ ڪڻي ويس. پاڻ ڪاڏي ڪي زبان سان چکي فرمايائون تہ جيڪڏهن
حضرت هاشم بن حماد (وڏو اهل الله ۽ عارف ڪامل مخدوم صاحب جي

خلفائن مان هو) هجي تہ ساڻس هي طعام گڏجي ڪائجي. شاهہ صاحب رح فرمائي ٿو تہ: فقط انهيءَ لفظ چوڻ شرط حضرت هاشم سندن پير ۾ ظاهر ٿي پيو. هوڏانهن الائي ڪيتري پنڌ تي ان وقت پري ويل هو. اسان ڏنو تہ جاءِ جي در مان بہ لنگهي ڪونہ آيو، ڇو تہ اسان دروازي تي ويٺا هئاسون.

نقل آهي تہ هڪ دفعي ڪو گداگر ظهر جي نماز ڪان پوءِ سندس خدمت ۾ آيو ۽ ڪجهہ وٺڻ لاءِ ڏاڍو تنگ ڪيائين. گهڻو سمجهايو ويس تہ ٿوري دير ترس تہ پوءِ تنهنجو ڪم ڪيو ويندو. مگر نہ مڙيو. تنهن تي مخدوم جلال محمد فرمايو تہ هن گداگر جي جيلهہ سان رپيا ۽ گنيون ٻڌل آهن. کوليوس. ڪٺي جو کولڻ تہ برابر جام رقم ظاهر ٿي پئي. پوءِ تہ فقير ڏاڍو پشيمان ۽ پريشان ٿيو ۽ منتون ڪري پنهنجا روپيا واپس ورتائين.

مخدوم معظم جي فرزندن مان، مخدوم حامد جي 39 سالن جي ڄمار ۾ شادي ڪرائڻي پئي. پوءِ مخدوم معظم ذڪر جي تلقين ڪئي ۽ اها تلقين اهڙي تہ سخت ڪارگر ٿي جو هڪ لمحو بہ ان ڪان سندن دل ۽ زبان نہ روڪجي سگهي. بلڪ بيهوشي ۽ سڪر طاري ٿيندو ويو. تان جو فڪر ڪندي بلڪل تُبَ جي حالت ۾ حضرت مخدوم صاحب جي سامهون وفات ڪيائون. انا لله وانا اليہ راجعون.

پاڻ فرمائيندا هئا تہ: اسان تلقين جو حق پنهنجي فرزند حامد ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن کي ڪونہ ڏنو. مگر هو برداشت ڪري نہ سگهيو ۽ وفات ڪري ويو. "دليل الذاڪرين" وارو صاحب لکي ٿو تہ: حاجي ملان قاسم سيوستاني جو ظاهر ۾ ڪنياڪو ڪم ڪندو هو ۽ ساري عمر سال جا چار مهينا الله جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيا هئائين، ائين جيئن تہ سپ ڪنهن سال حج تي ويندو هو ۽ هن کي انهيءَ آمد و رفت ۾ ڏاڍي قلب جي صفائي حاصل ٿي هئي. (۽ پاڻ حضرت مخدوم معظم جي فرزندن جو همعصر هوندو هو). هن بيان ڪيو تہ مون کي حضور ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي تہ مخدوم معظم جي اولاد سان لاڳاپا ۽ تعلقات قائم وجي ڪر ۽ انهن جي خدمت مان ٻنهين جهانن جو شرف حاصل ٿيندو. وڏيڪ لکي ٿو تہ: هر دوازده فرزند ارجمند مخدوم معظم متشرع و متورع بودند قولاً و فعلاً از ايشان اندڪہ ڪم و پيش ظاهر نشد ڪہ

مخالف شريعت غراءِ و ملت بيضا باشد اگر مناقب يکي ازين جماعت تمام عمر نوشته شودبر مزوند. يعني ته مخدوم معظم جا ٻارهن فرزند ئي پرهيزگار ۽ شريعت جا پابند هئا. ڳالهه ۾ يا فعل ۾ ڪوبه ڪم ٿورو يا گهڻو اهڙو ظاهر ئي ڪونه ٿيو. جو شريعت سڳوري ۽ مذهب جي برخلاف هجي. جيڪڏهن انهيءَ ٽولي (فرزندن) جون سموريون ڀلايون لکيون وڃن ته ساري عمر ۾ پوريون نه پون. تنهن ڪري اسان به هت انهن بزرگن جي ايتري[1] احوال تي تبرڪ طور اڪتفا ڪريون ٿا. اميد ته مفصل احوال "تذڪره مشاهير سنڌ" ۾ آندو ويندو. انشاءَ الله تعاليٰ.

## نو لکي گودڙي

حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جي هٿ تي ماڻهن، جن ۾ رُوحن مان نو لک بيعت ٿيا ۽ فيض پرايو، انڪري سندس نولکي گودڙيءَ جو لقب پيو.

## اولاد ۽ پونير؟

حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه کي حضرت مخدوم بلال رحمة الله عليه نالي ياءُ هو.

۽ اولاد ۾ ٻارنهن فرزند ۽ نياڻيون هيون. اهي ٻارنهن ئي فرزند نيڪ صالح، سلوڪ ۽ فيض وارا هئا. سندن نالا مبارڪ هي آهن:

1. حضرت مخدوم محمد امين. هي درگاهه جو خليفو ۽ گادي نشين ٿيو. سندس وفات 7 - شعبان 1015 هجري تي ٿي.
2. حضرت مخدوم ابراهيم (لقب سلطان ابراهيم ادهم) پنجون نمبر فرزند
3. حضرت مخدوم جلال محمد
4. حضرت مخدوم حامد (اول فرزند محمد نوح رحه جيڪو سندن حياتي ۾ گذريو)

---

[1] "تذڪره مشاهيرِ سنڌ" مرحوم مولانا دين محمد وفائيءَ جو سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري سنڌ طرفان شايع ٿي چڪو آهي. جنهن جو مقدمو ۽ حاشيا سيد حسام الدين راشدي لکيا آهن. اهو ڪتاب ٽن جلدن تي مشتمل آهي.

1- "تذڪره مشاهير سنڌ": جلد 1- ڇاپو پهريون سال 1974ع
2- ايضاً جلد 2- ايضاًسال 1985ع
3- ايضاًجلد 3- ايضاًسال 1986ع

5. حضرت مخدوم نور محمد (ٽيون نمبر فرزند)

6. حضرت مخدوم احمد (چوٿون نمبر فرزند)

7. حضرت مخدوم ميران محمد (ڇهون نمبر فرزند)

8. حضرت مخدوم موسيٰ

9. حضرت مخدوم آدم

10. حضرت مخدوم هارون

11. حضرت مخدوم دائود

12. حضرت مخدوم يوسف رحمة الله عليهم؛ هن بزرگ کي جنگ جلال الدين به چوندا آهن.

[دليل الذاکرين فارسي قلمي، ڪوُس فخريه فارسي قلمي، چونڊ ملفوظات ۽ تذڪره مخدومان هالا.]

---

# وفات حسرت آيات

حضرت غوث الحق مخدوم معظم نوح عليه الرحمة جي چوڏهن ورهين جي ڄمار ۾ رُشد ۽ فيض سان مالامال ٿي دنيا تي فيض ۽ ڪرم جا ڪڪر وسائڻ لڳا ۽ برابر 87 سال جي ڄمار تائين الله تعاليٰ جي توحيد ۽ اسلام جي خدمت ۽ بدعات جي برباد ڪرڻ ۾ گذاريائون. 87 سالن جي ڄمار ۾ جڏهن قدم رکيائون، بحڪم "ڪل نفس ذائقة الموت" پنهنجي پروردگار سان حقيقي طرح ملڻ جو اشتياق مالا يطاق ظاهر ڪرڻ لڳا ۽ پنهنجي فرزندن ۽ خلفائن کي اتباع شريعت ۽ طريقت جون وصيتون فرمائي، جمعي جي رات 27 - ذي القعده 998ھ ۾ وفات فرمايائون.[1] پاڻ وصيت فرمائي هئائون تہ منهنجي جنازي جي نماز عبده نالي هڪ فقير اچي پڙهائيندو ۽ هن جو اچڻ بلڪل اوچتو ٿيندو. پوءِ تہ صبح جي نماز وقت اهو شخص اچي ظاهر ٿيو، جنهن صبح جي نماز پڙهائڻ لاءِ تمام جلديءَ سان تاڪيدي حڪم ڪيو. جيتوڻيڪ جماعت مان هن کي ماڻهو ڪونہ سڃاڻندا هئا، پر جڏهن ان صاحب تاڪيد سان جنازي جي تجهيز تڪفين بابت ڪم شروع ڪيو، تڏهن فراست ۽ تخميني سان سڃاتو ويو تہ اهو فقير عبده نالي قوم ساند پوٺو آهي. صبح جي نماز ادا ڪري جنازي مبارڪ کي غسل ڏنائون. پوءِ حضرت مخدوم معظم جي وصيت موجب جنازو هڪ ڪليل ميدان ۾ ڪري رکيائون جو حاضر جماعت اڪين سان ڏٺو تہ جماعتن جون جماعتون ۽ ٽولين جون ٽوليون جنازي مبارڪ تي نماز ۽ دعا مغفرت گهرڻ لاءِ اچي رهيون هيون، ۽ وري اتي جو اتي دعا گهري غائب ٿي ويون ٿي ۽ انهن جماعتن اچڻ جو سلسلو زوال يا جمعي جي نماز جي وقت تائين ڳنڍيو پيو هو. انهن ايندڙن جو انداز شمار کان ٻاهر هو.

---

[1] ظاهر ۾ ڪابہ بدن جي بيماري يا ڪو عارضو لاحق ڪونہ هون. عشاءَ جي نماز کان پوءِ مسجد شريف جي دروازي جو ڪڙو وٺي سنڌي بيت پڙهيائون، جنهن جي معنيٰ: درد فراق جي هئي. پوءِ وري پنهنجي دولت خاني جي در وٽ بہ هڪ اهڙو بيت پڙهيائون ۽ صبح جو سندن وفات مشهور ٿي. "انا لله وانا اليه راجعون".
(مخدوم غلام حيدر صديقي)

هڪ روايت آهي تہ: وفات وقت هي بيت پڙهيائون:

نہ سي جوڳي جوءِ ۾، نہ سا سڪيءَ چاڻ،
ڪاپڙين ڪنواڻ، وڏيءَ ويل پلاڻيا.

هڪ ٻي روايت آهي تہ پاڻ وفات کان اڳ هيءَ بيت فرمايو هئائون:

ابابڪر![1] آءُ، سامين سفر سنياليو،
متان تي پُڇان، سارين سنياسين کي.

هڪ ٻي روايت مطابق: سيد ابوبڪر لڪياريءَ کي هي بيت مڪاشفي طور معلوم ٿيو ۽ ان جو جواب هن طرح ڏئي اچي حاضر ٿيو:

اچان تو اچان، ڪجهو ڪا ذري جي ٻہ جڻاءِ،
متان تي پُڇان، سڪان سنياسين کي.[2]

ڪتاب الشجري مان معلوم ٿئي ٿو تہ 71 جماعت هئي ۽ هر هڪ جماعت ۾ ڪڏهن ست صفون ڪڏهن 9 صفون، ڪڏهن 11 صفون هيون. اُهي جيترا جماعتي بہ آيا ويا، اهي سمورا انسانن جي صورت ۾ هئا، مگر هي ڪنهن کي بہ معلوم ڪونہ هو تہ هي ڪير آهن ۽ ڪيڏانهن وڃن ٿا. آخر جمعي نماز کان پوءِ وجود مبارڪ کي انهيءَ جاءِ تان ڪڻي محلي جي مسجد ۾ هيٺين طرف ڏانهن، جيڪو حجرو هو، اتي آندائون ۽ تمام گهڻي جماعت سان جنازي جي نماز جو فرض ڪفايا ادا ڪري بلڪل سهڻي انتظام ۽ نيڪ فرجام سان دفن جو ڪم سرانجام ڪيو ويو. انا لله وانا اليہ راجعون.

حضرت مخدوم صاحب جي وفات جي تاريخ ڪن فاضلن "يعيش في مقصد صديق 998هہ" مان لڌي آهي.

## قصيده مدحيہ و تاريخ وفات

| | |
|---|---|
| مطلع انوار عرفان و صفا | مخزن اسرار الطاف و عطا |
| مظهر فضل و ڪرم و لطف الله | منبع فيض و عنايات خدا |
| بر سر رويِ زمان و در زمان | معدن اذڪار و ارشاد هدي |
| از طرف ايزد تعاليٰ آمد | هادي و مرشد و دليل و رهنمائي |

[1] سيد ابوبڪر جي مزار لڪي ۾ آهي پاڻ آراضي جي ميان پوٽا سادات منجهان مان هئا. (ادارو)
[2] مذڪوره ٻئي روايتون ايڊيٽر مخدوم غلام حيدر صديقي پاران اضافو آهي. (ادارو)

مرشد بالارث استحقاق شده
قدوه علماء و زبده اتقیائ

قطب اقطاب دو کون و فیض حق
غوث جن و انس و ختم الاولیاء

قبله که ز آگهان و مقبلان
پیشوائي اتقیاء و اصفیاء

چون نبوت ختم بر پیغمبر است
آنکه شد شیخنا ختم الاولیاء

محو ذات پاک زالات صفات
ور ضمیر اندر ندارد ما سوي

قلزم وحدت محیط معرفت
بود توحید و عرفان و ولاء

آنکه نزدش این دو یک سان آمده
هم وجود وهم عدم و فقر و غنان

شیخ عالمگیر چون عرش عظیم
شد محیط عالم ارض و سما

مهر سپهر شیخیت آمد در جهان
شمس گردون ولایت پر ضیاء

سایهٔ لطف عنایت ایزدي
آمد بر فرق عالم گوئیان

سایهٔ مهرش جهان را تازه کرد
چون چمن پر فیض از لطف سواي

مرخلائق رانگر اندر دو کون
رحمت و لطف و کرم و نعمت خدائ

بر گداگر افگند سلطان کند
سایه دولت و جودش چون همائ

شه سوار مرکب میدان دین
راسخ آمد بر سر شرع و هدي

یک قدم نگذاشت از شرع متین
وارث کامل محمد مصطفي

اصدق اندر آل صدیق اکبر است
افضل و اکمل ز خلق و اولیاء

فخر فخر الدین محمد سروري
داعي خلق آمده چون انبیاء

شیخ عالیقدر ما مخدوم نوح
غوث حق شیخ المشائخ شیخنا

چون سفینهٔ نوح بامن درگهش
گشت عالم را از طوفان و بلا

آمدي گربر در او مرده جاني غافلي
ذاکري وزنده دل گشتي ز فیضش در زمان

بود آنگه نهصد وهم 911 یازده بوده فزون
سال تاریخ ولادت آن ولایت کیش دان

مدتي عمر گرامي آن گرامي مایه را
جمله هشتاد و هفت سال بود اندر جهان

سال فوت غوث حق پرسید شد چون از خود
از حسرت فغان برداشت آنکه گفت هان

ان نهصد و 998 هشتاد هزده وقت صبح
بیست 27 هفتم در شب جمعه ذي القعدان

● رب تعاليٰ جي انوارات ۽ عرفان جي صفائي سان آگاهه ۽ سندس لطف ۽ بخشش جي رازن کي ڄاڻندڙ.

● الله تعاليٰ جي فضل و ڪرم ۽ لطف جو مظهر، خداوند تعاليٰ جي فيض ۽ عنايتن جو چشمو.

ذڪر، ارشاد ۽ هدايت جو خزانو.
● جهان ۽ زماني ۾،
● خداوند تعاليٰ جي طرفان، هادي، مرشد، شاهد ۽ رهنما ٿي آيو.
● پاڻ بلند و بالا مرشد، مُدرس ۽ عالمن ۽ صاحبِ تقويٰ شخصيتن جا پسنديده ۽ بزرگ پيشوا بڻيا.
● پاڻ، ٻنهي جهانن ۾ فيض رَسان ۽ قطب القطاب جي لقب سان سرفراز ٿيا.
● پاڻ، عارفن ۽ صاحب دل شخصيتن جا مرڪز هئا ۽ نيڪ ۽ بزرگ شخصيتن جا اڳواڻ هئا.
● جيئن ته نبوت پيغمبر اڪرم ﷺ جن تي ختم ٿي، اهڙي ريت ولايت اسان جي شيخ تي ختم ٿي.
● پاڻ، ذات پاڪ، والاصفات (جي وحدت) ۾ مُستغرق هئا. سندن ضمير ۾ سواءِ ذات پاڪ جي ڪجھ به نه هو.
● سندن معرفت، وحدت جي سمنڊ ۾ مُحيط هئي، (۽) پاڻ، توحيد ۽ عرفان جي فرمانرواي جي تابع هو.
● سندن نزديڪ ٻئي برابر رهيا، (يعني) جهڙو وجود تهڙو عدم، ۽ جهڙي نقيري، تهڙي شاهوڪاري.
● پاڻ، عرش عظيم وانگر، عالمگير شيخ (اڳواڻ بزرگ) هئا، آسمان ۽ زمين جو جهان، سندن اڳيان مُحيط هو.
● جهان ۾، آسمان جي مِهر سان (رب تعاليٰ جي فضل ڪرم سان) پاڻ شيخ هئا ۽ سج جي گردش سان، هو ولايت جا نُور هئا.
●خداوند تعاليٰ جي لطف ۽ عنايت جي ڇانوَ سان، جهان ۾ سندن نالو هو.
● سندن مهر جي سايي، جهان کي تازه ڪيو، جيئن باغ ۾ فيض ۽ لطف جي خوشبوءِ هوندي آهي.
● بيشڪ، ٻنهي جهانن ۾ خدا تعاليٰ جي خلق تي سندن لطف، ڪرم ۽ نعمت ته ڏسو!
● جيئن گداگر (فقير) تي بادشاهه، هُما وانگر هن جي وجود تي دولت جو سايو ڪندو آهي، (تيئن حضرت مخدوم نوحؒ تي به الله تعاليٰ فيض جي ٻالوٽ ڪندو آهي.)
● دين جي ميدان جي شهسوار کي شريعت ۽ هدايت جي عمل جي پختگي ۽ ثابت قدمي ڪامياب بڻائي ٿي.

- پاڻ دين جي شرع تي هلندي هڪ قدم بہ پوئتي نہ هٽيا، ۽ پاڻ محمد مصطفيﷺ جن جي شرع جا ڪامل وارث آهن.
- آل صديقِ اڪبر جا سچا ۽ صادق سالم تر آهن، خلق ۾ افضل، اڪمل ۽ اولياءِ اڪرام ۾ افضل آهن.
- اسان جا شيخ عاليقدر مخدوم نوحؒ، جيڪا شيخ المشائخ ۽ غوث حق آهن.
- سندن درگاهہ، سفينئہ نوح وانگر امن جي جاءِ آهي، ۽ جهانَ لاءِ طوفان ۽ مصيبت کان پناهہ آهي.
- جيڪڏهن تون، سندن دروازي تي ڪٽي غافل (۽) مرده دل تي ايندين تہ بہ هن جي فيض سان ذڪر ڪندڙ ۽ زندهہ دل ٿي ويندين.
- سندن ولادت جي تاريخ نَـوَ سَوَ يارنهن يا ان کان مٿي هجي، (911) اهو سندن ولادت جو سال سمجهڻ گهرجي.
- سندن عمر گرامي قدر جي مدت، هن جهان ۾، جملي اناسي سال هئي.
- غوثِ حق جي وفات جو سال جڏهن خود پڇيم، تہ حسرت ۽ دانهن سان هنن چيو، تہ اهو نَـوَ سَـوَ اٺانوي، صبح جـو وقـت هـو، (998) جمع جي رات، ستاويهين ذي القعده هو.

مخدوم معظم رحہ کي پهريائين هالن پراڻن جي ڳوٺ ٽوڙيون (جت سندن خانقاه مبارڪ بہ هئي) ۾ موجود درگاهہ شريف ۾ دفن ڪيو ويو. تدفين واري جڳهہ تي مخدوم فخر الدين صغير رحہ (اول وار هالا)مخدوم شهاب الدين رحہ، مخدوم اسحاق رحہ ۽ مخدوم نعمت الله رحہ بزرگن جا مقبرا هئا. ان قبرستان کي ڪجهہ زماني گذرڻ بعد درياءُ پائڻ لڳو. پوءِ اتان سندن لاش مبارڪ کي منتقل ڪري سال1010هہ ۾ آٽي اسلام پور (هالا پراڻا جي پرسان ملا سانوٽي ڳوٺ وٽ) ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو. وري 1191هہ ۾ درياءُ جي پيهر پائڻ ڪري، جملي لاش مبارڪ اتان منتقل ڪري هالا نوان آندا ويا. انهيءَ شهر جي آباد ٿيڻ کان اڳ ۾مخدوم نوح رحہ جي فرزند ميان حامد رحہ جو انهي جاءِ تي مقبرو هو ۽ اتي هڪ باغيچو ۽ جاءِ بہ هئي جيڪا حضرت مخدوم نوح رحہ بن حافظ صاحبان هرهڪ حافظ عبدالسلام ۽ حافظ عبدالواحد رحہ علوي (جن جو اولاد مجاور صاحبان درگاهہ شريف آهن) کي بخشش طور ڏنا ۽ ات هاڻ درگاهہ شريف آهي.

هن وقت هالن نون ۾ اتر ۽ اولهہ جي پاسي مخدوم صاحب جي درگاهہ زيارتگاهہ خلائق آهي. بازار جي پڇاڙيءَ وٽ درگاهہ جو صدر دروازو آهي ۽ ان کان پوءِ هڪ وسيع صحن هليو وڃي ٿو، جو درگاهہ جي مسجد ۽ گنبذ وٽ وڃي ختم ٿئي ٿو. مقبره تي جيڪو عظيم الشان گنبذ تعمير ٿيل آهي، سو حضرت مخدوم صاحب جي پوٽي مخدوم پير محمد زمان سجاده نشين پنجم جو تعمير ڪرايل آهي. انهيءَ گنبذ تي ميان محمد هالائي مرحوم جي تصنيف ٿيل قطعہ تاريخ ڪاشيءَ تي ثبت ٿيل آهي:

وهو هذا

| | |
|---|---|
| حمد خداوند زينت تعمير يافت | روضۂ جنت نما قبہ سراسر فتوح |
| خاک درش باليقين کار مسيحا کند | مرده دلان را ازوهر نفس تازه روح |
| باني اين بارگاه پير محمد زمان | شافع امت ورا باد شفيع او فسوح |
| نخل مرادات او دار مُثمر مدام | تا بقيا مش قيام بخش کني يا بدوح |
| عقل بپائي قسم گفت کہ سالش زهي | مامنِ امنِ و امان قبۂ مخدوم نوح |

1205هہ

● خداوند تعاليٰ جي تعريف جُڳائي ٿي جو هيءُ قبو، جنت جي گلستان مثل، سونهن ۽ سينگار سان تعمير ٿي و.

● هن جي در جي مٽي بيشڪ مسيحا جو ڪم ڪري ٿي، (۽) مرده دلين کي، اها هردم تازه روح بخشي ٿي.

● هن درگاهہ جي بنياد رکندڙ، پير محمد زمان تي اُمت جي شفاعت ڪندڙ بزرگ جو سايو ۽ شفاعت هجي.

● هن جي مرادن جي وڻ جو ميوو قيامت تائين هميشہ ڪشادگيءَ سان قائم هجي.

● عقل، پنهنجي اندروني حال سان هن جو سال ڇيو تہ. امن و امان جي سهڻي جاءِ مخدوم نوحؒ جو قبو آهي.

انهيءَ گنبذ جي ڏکڻ واري پاسي ڏانهن وري ٻيو هڪ گنبذ مخدوم مير محمد صاحب تي اڏايل آهي، جو هو صاحب انهيءَ گاديءَ جو ڇهون سجاده نشين هو. اهو قبو سنڌ جي فاتح ۽ ٽالپرن جي راڄ جي بنياد وڌندڙ مير فتح علي خان جي خرچ سان تعمير ٿيو، جيئن تہ هيٺين قطعہ مان ظاهر آهي جو انهيءَ گنبذ جي پيشانيءَ تي ثبت آهي:

میر سلطان زمان فتح علي خان فرموده
برمـزار کبـري قبـۀ پـر نـور بنـا

هـاتفم بنـا از سـر آگـاهي گفـت
جاۓ مخدوم زمان میر محمد اینجا

1210ھ

● میر سلطان زمان فتح علي خان هن وڏي ۾ وڏي مزار، قبهٔ پُر نور جي بنياد تي فرمايو:

● هن جي پيڙهه جي پٽر (بنياد) تي غيبي آواز آگاهي ڏني، تہ مخدوم محمد زمان مير محمد جي هيءَ جاءِ آهي.

اُتر يا ساڄي پاسي ڏانهن هڪ مختصر مسجد آهي. جا مير ڪرم علي خان ٽالپر، مير فتح علي خان مذڪور جي ياءَ تعمير ڪرائي آهي. انهيءَ مسجد جي مهاڙي تي ڪاشيءَ ۾ پڪل هينيون قطعہ لڳل آهي:

میـر اعظـم امیـر کـرم علـي
سـاخت تعمیـر مسـجدِ درگـاه

چشـم امیـد روشـن اشـن بـادا
بمیـــامن علـــي ولـــي الله

هـاتفم گفـت سـال تعمیـرش
مسـجد الله مثـال بیـت الله

1222ھ

● مير اعظم امير ڪرم علي، درگاهہ (شريف) جي مسجد تعمير ڪئي (نهرائي).

● هن جي اُميد جي اک، علي ولي الله جي نگهداريءَ سان روشن هجي.

● هن جي تعمير جي سال متعلق غيبي آواز آيو تہ: هيءُ الله جي مسجد، بيت الله جي مثل آهي.

---

# قطعہ تاريخ تاليف

## " كتاب راحت الروح تذكره مخدوم نوح از خاكسار مؤلف دين محمد وفائي "

عجب آهہ هي دلكشا تذكرو
تيو آهہ راحت افزا تذكرو

طريقت حقيقت جو هادي بڻيو
عجب راهبر ره نما تذكرو

ٿئي دل منور ۽ روشن ضمير
مس عيب لئي كيميا تذكرو

پڙهي اهل ارض و سما تذكرو
چون ٿا تہ صد مرحبا تذكرو

صداقت صفائي جو ناياب گنج
بلاشڪ ٿيو با صفا تذكرو

"وفائي" پڇيو سال تاليف جو
ملائڪ چيو "بي بها تذكرو"

1345هہ / 1926ع

# حضرت مخدوم نوح عليه الرحمة جو شجره مبارڪ[1]

هي علمي شجرو حضرت مخدوم نوح عليه الرحمة جي بزرگن عربستان مان پاڻ سان گڏ آندو. آسانيءَ جي غرض سان عربيءَ مان فارسيءَ ۾، ۽ هاڻي سنڌي ٻوليءَ ۾ منتقل ڪجي ٿو. انهيءَ شجري مطابق خاتون جنت بيبي فاطمه رضي الله عنها جي بطن مان حضرت علي مرتضيٰ ڪرم الله وجهه کي ٽي پٽ ۽ ٻه نياڻيون هيون: 1. امام حسن رضي الله عنه 2. امام حسين رضي الله عنه 3. امام محسن رضي الله عنه 4. بيبي زينب رضي الله عنها 5. بيبي ام ڪلثوم رضي الله عنها. ٻي نمبر نياڻي زينب رضي الله عنها جي ڀائٽي يعني جعفر طيار رضي الله عنه جي پٽ عبدالله جي گهر واري هئي. بيبي ام ڪلثوم رضي الله عنها ڀيريائين حضرت عمر فاروق رضي الله عنه سان نڪاح ڪيو.[2] سندس وفات پر آفات ڪان پوءِ محمد بن عبدالرحمان بن ابوبڪر رضي الله عنه سان نڪاح ڪيائين، جنهن کي پڻ "عمر" چيو وڃي ٿو. جنهن مان ابوالقاسم پيدا ٿيو. جيڪو شريف ابوالقاسم جي لقب سان مشهور ٿيو. ان لحاظ کان ابوالقاسم ڏهٽو ٿيو حضرت علي ڪرم الله وجهه جو. جنهن جو ڏاڏو حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه آهي. ابوالقاسم جو پٽ شيخ مسعود، سندس پٽ شيخ وحيدالدين سندس پٽ شيخ شهاب الدين، سندس پٽ ابوالعاصم، سندس پٽ شيخ خيرالدين، سندس پٽ شيخ سراج الدين، سندس پٽ شيخ نصيرالدين، سندس پٽ شيخ عبدالله، سندس پٽ شيخ اسماعيل، سندس پٽ شيخ ابوبڪر، سندس پٽ شيخ فخرالدين، سندس پٽ شيخ عزالدين، سندس پٽ فخر الدين، سندس پٽ شيخ سرور، سندس پٽ شيخ شهاب الدين، سندس پٽ مخدوم اسحاق، سندس پٽ مخدوم نعمت الله ۽ سندس پٽ مخدوم نوح عليه الرحمة آهي.

جيئن تحقيق آهي ته رسول الله ﷺ جن جا ٽي فرزند ۽ چار نياڻيون هيون. (ٽي پٽ هي آهن: 1- قاسم 2- طيب 3- ابراهيم رضي الله عنهم) چار

---

[1] هيءُ شجرو "رسالہ فتحيه" (سنڌي ترجمو) تان ورتو ويو آهي. (ادارو)

[2] حضرت عمر رضي الله عنه جو نڪاح ام ڪلثوم بنت علي رضي الله عنه سان ٿيو هو. (تفسير ابن ڪثير ص 257 ج 3- الاحاديث المختارة ص 198 ج 1 حديث: 102- مجمع الزوائد ص 272 ج 4- سنن البيهقي الڪبريٰ ص 64 ج 7- مصنف عبدالرزاق ص 164 ج 6- معجم الاوسط ص 357 ص 6- المعجم الڪبير ص 44- ج 3- جلية الاولياءَ ص 34 ج 2- سير اعلام النبلاءَ للذهبي ص 85 ج 16- ڪنزالعمال ص 98 ج 7- حاڪم ص 142 ج 3- پڻ ڏسو اردو ڪتاب "صحابہ ڪرام اور اهلبيت رضہ ڪي رشتيداريان" (مصنف مولانا عبدالرحيم پنّو) جنهن ۾ شيعن جي معتبر 72 ڪتابن جي حوالن ۽ عڪسن سان ثابت ڪيو ويو آهي ته حضرت عمر رضي الله عنه جو نڪاح ام ڪلثوم بنت علي رضي الله عنه سان ٿيو.

نياڻيون هي آهن: (1- فاطمه رضي الله عنها، جيڪا حضرت علي ڪرم الله وجهه جي نڪاح ۾ آئي.2- رقيه رضي الله عنها ۽ 3- ام ڪلثوم رضي الله عنها اهي ٻئي هڪ ٻئي جي پنيان حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه جي نڪاح ۾ آيون. 4- زينب رضي الله عنها، جيڪا رسول الله ﷺ جن جي خاله جي پٽ (ماسات) ابوالعاص رضي الله عنه جي نڪاح ۾ آئي.[1]

جڏهن خاتون جنت فاطمه رضي الله عنها کي جنت جي عورتن جي سرداريءَ جي بشارت ملي ته سادات خاندان جو سلسلو حضرت علي رضي الله عنه جن جي انهيءَ اولاد ۾ شروع ٿيو، جيڪا خاتونِ جنت سيده فاطمه رضي الله عنها مان هئي جيتوڻيڪ حضرت فاطمه رضي الله عنها کان پوءِ حضرت علي رضي الله عنه ڪيتريون شاديون ڪيون ۽ انهن مان گهڻي اولاد پيدا ٿي. ٻين گهر وارين جي اولاد کي ”علوي“ چيو وڃي ٿو.

حضرت مخدوم نوح قدس الله سره جو فرمان آهي، ته مان هر روز حضرت پيغمبر ﷺ جن جي زيارت کان مشرف ٿيندو آهيان. هڪ ڏينهن منهنجي دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته صديق اڪبر رضي الله عنه کان پنهنجي نسب جي باري ۾ تحقيقات پڇان. اها ڳالهه مون حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه جي خدمت اقدس ۾ عرض ڪئي، ته سڳورا سائين! مان توهان جي آل اولاد مان آهيان يا نه؟ فرمايائون ته ”هائو! تون اسان جي پٽ عبدالرحمٰن جي اولاد مان آهين.“ پوءِ وري ساڳيءَ طرح اها ڳالهه رسول الله ﷺ جن کان پڇا ڪيم (ته ڇا مان توهان جي آل اولاد مان آهيان؟) فرمايائون ته اي مخدوم نوح! تون پڻ منهنجي اولاد مان آهين. ڇاڪاڻ ته بيبي ام ڪلثوم منهنجي ڌيءُ فاطمه رضي الله عنها جي نياڻي آهي، جيڪا امير عمر رضي الله عنه جي وفات کان پوءِ محمد بن عبدالرحمٰن بن ابي بڪر رضي الله عنها جن جي نڪاح ۾ آئي ۽ تون اُن جي نسل مان آهين. حضرت مخدوم نوح رح اها حڪايت ٻڌي الله تعاليٰ جو شڪر بجا آندو ۽ فرمايائون ته منهنجو شجرو رسول الله ﷺ جن جي ڏهٽيءَ بيبي ام ڪلثوم مان آهي. تنهن ڪري حضرت مخدوم صاحب جن اڪثر فرمائيندا هئا ته جيڪڏهن مان پاڻ کي ”سيد“ سڏرايان ته بيشڪ مان سيد زادو آهيان. ان تي مون الله تعاليٰ جو شڪر بجا آندو ته اسان جي بزرگن جيڪو شجره آندو اهو صحيح آهي. هڪ ٻيري پاڻ فرمايائون ته نند جي وقت ۾ ڪي عجيب ڳالهيون نظر اينديون آهن جو ڪنهن سان گفتگو ڪري گهڻو ئي احوال معلوم ڪري وٺندا آهيون. ياد رهي ته جيڪي اولياء الله حضرات گذاري

---

[1] الرحيق المختوم عربي ص 473.

چڪا آهن، اهي روحاني اعتبار سان حال حاضر هوندا آهن ۽ جيڪي اولياء حضرات زنده آهن اهي جسماني اعتبار سان بہ حاضر ٿيندا آهن. حضور ﷺ جن جي مجلس ۾ اولياء الله جون ست صفون هڪ ٻئي جي پويان هونديون آهن. هر ولي پنهنجي پنهنجي درجي مطابق پنهنجي پنهنجي صف ۾ هوندو آهي. جنهن کي حضور ﷺ جن جو وڌيڪ قرب حاصل هوندو آهي اهو ويجهي مان ويجهي يعني پهرئين صف ۾ پيغمبر پاڪ ﷺ جن وٽ حاضر هوندو آهي ۽ انهي مناسبت سان جنهن کي گهٽ درجو حاصل هوندو آهي، اهو ٻي يا ٽين يا چوٿين صف ۾ هوندو آهي. ڪي اولياء الله اهڙا آهن جيڪي هر روز حضور سائين ﷺ جن وٽ حاضر ٿيندا اهن، ڪي اولياء الله خميس جي رات حاضري ڀريندا آهن. ڪي اولياء الله هر مهيني ۾ هڪ ڀيرو ۽ ڪن کي ٻن ٽن مهينن کان پوءِ حاضري نصيب ٿيندي آهي ۽ جيڪي اولياء الله هر روز دربار اقدس ۾ حاضري ڀريندا آهن، اهي سندن سڀ کان وڌيڪ ويجها هوندا آهن.

---

## حضرت مخدوم نوح سرورؒ جي احوال آثار متعلق بنيادي ماخذ ۽ اُنهن مان ورتل مواد جي تصنيفن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

1. "قرآن مجيد"- فارسي ترجمو: حضرت مخدوم سرور رح مقدمو، حاشيو ۽ تصحيح، مرحوم علامه غلام مصطفيٰ قاسمي سنڌي ادبي بورڊ 1401هه /1980ع.
2. "سفينة النوح": (فارسي قلمي) پير مرحوم غلام حيدر صديقي (ذاتي ڪتبخانه مخدوم صاحب، هالا نوان.)
3. ايضاً (سنڌي) حصه اول (ايضاً). رحيمداد خان مولائي شيدائي (آگسٽ 1852ع).
4. ايضاً———— حصه دوم 1374هه /1954 (ايضاً) رحيم داد خان مولائي شيدائي
5. "سڪينه الروح": في تذڪرة المخدوم نوح سرورؒ (قلمي سنڌي) (ايضاً).
6. "اسرار الاولياء": (فارسي قلمي) ميان پير محمد قريشي (ايضاً).
7. "رسالہ فتحيه" (قلمي فارسي): مخدوم فتح محمد (حضرت مخدوم نوح رح جن جو پوٽو)

هيءَ تصنيف 1019هه جي آهي. ٽن جلدن تي مشتمل آهي. ج 1 - 833 صفحا

ج 2 - 892 صفحا

ج 3 - 720 صفحا[1]

8. "انيس الفقراء": (فارسي قلمي): مخدوم غلام رسول صديقي (ذاتي ڪتبخانه مخدوم صاحب هالا نوان)
9. "دليل الذاڪرين": (فارسي قلمي) حاجي فقير قوم پنهور (ذاتي ڪتبخانه مخدوم صاحب هالا نوان)

---

[1] مخدوم صاحب جن جي ذاتي ڪتبخاني ۾ آهي، پر موجوده فارسي قلمي نسخو جنهن جو محترم قاضي شوڪت علي هالا پراڻا سنڌيءَ ۾ ترجمو، مولانا سعيد احمد پنهنوَ ڪان ڪرايو آهي، اهوئي فقط هڪ نسخو آهي، جنهن جو سنڌيءَ ۾ اٽڪل 500 صفحن ڪان به وڌيڪ سنڌي ترجمو آهي. (ڊاڪٽر گل حسن لغاري)

10. "ڪئوس فخريہ": (دليل الذاڪرين جو ٻيو جلد- فارسي قلمي) ذاتي ڪتبخانہ مخدوم صاحب هالا نوان)

11. "سراج العارفين": (فارسي قلمي) مخدوم غلام رسول صديقي (ذاتي ڪتبخانہ مخدوم صاحب هالا نوان)

12. "تحفةالڪرام": (فارسي) مير علي شير"قانع" ٺٽوي سيد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ 1971ع (ڏسو، نوح، هالا ڪنڊي، مخدوم صفحا 157، 292، 293، 317)

13. "حديقةالاولياء": "سيد عبدالقادر بن سيد هاشم (ٺٽوي؟) نصرپوري (فارسي) بتصحيح سيد حسام الدين راشدي (ڏسو صفحي 131 کان 139 تائين)

14. "مخدوم نوح سرور جا سهيوڳي": محبوب علي چنا- سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ.

15. "پيغامِ نوح": مولائي شيدائي- طالب المولىٰ اڪيڊمي هالا نوان، سيپٽمبر 1999ع.

14. "چوند ملفوظات": غوث الحق حضرت مخدوم نوح رحہ - قاضي محمد شوڪت علي، (ڪتاب جي تقسيم في سبيل الله) ادارهٔ ڪتبخانہ قاضي غلام محمد قريشي (مرحوم) هالا پراڻا 1420هہ/1999ع.

15. "تاريخ درگاه حضرت مخدوم نوح رحہ": قاضي غلام محمد قريشي رحہ هالا پراڻا. اداره ڪتبخانہ قاضي غلام محمد قريشي هالا پراڻا.

16. "رسالہ تحفة الاولياء و فرع الاصول" - مصنف آخوند محمد صالح مجاور 1297هہ. "قلمي قديم" (ذاتي ڪتبخانہ قاضي محمد شوڪت علي هالا پراڻا)

# راحت الرّوح

قرآن ڪريم جي حڪمن تي عمل ڪرڻ ۽ حضور عليه الصلواة والسلام جن جي سُنت جي پيروي تي پابند رهڻ، اصل تصوف جو بنياد آهي ۽ حضرت مخدوم نوح سرور رح جي فيض جو سرچشمو بہ اهوئي آهي. هن ڪتاب ”راحت الرّوح“ جي پڙهڻ ۽ پروڙڻ سان، حضرت مخدوم نوح سرور رح جن جي تعليم و تربيت ۽ سندن عرفان مان اصلاح وٺندڙن کي ڪافي ڪجهه حاصل ٿي سگهي ٿو. موجوده دور جي دنياوي جاه و جلال ۽ ظاهري ڏيکاءُ، نفساني خواهشن ۽ دنياوي مال ۽ مڏين جي شوق کي اوليت ڏيڻ، اهو ثابت ڪيو آهي تہ باطني ۽ روحاني راحت مفقود ٿي ويئي آهي ۽ انسان طرحين طرحين جي عذابن ۽ مشڪلاتن ۾ مبتلا آهي. روشن خيالي ۽ جديديت، محض هن دنيا جي بي بقا ۽ فنا پذير سامان جي هٿ ڪرڻ ۽ ان ۾ پاڻ کي غرق ڪرڻ جو نالو نہ آهي، بلڪ انسان کي پنهنجي اندر جي ڪثافت ۽ ميراڻ کي، الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ حضور عليه الصلواة والسلام جي سنت جي پيرويءَ سان ان کي منور ۽ روشن ڪري سگهجي ٿو، ڇو تہ غفلت ۽ بي پرواهي ۾ رهڻ سبب، ايندڙ هميشہ واري زندگي جي تباهہ و برباد ٿيڻ جو انديشو يقيني آهي. حضرت مخدوم نوح سرور رح جو اهوئي پيغام آهي، جيڪو ”راحت الرّوح“ ۾ شامل آهي. حافظ شيرازي پڻ چئي ٿو تہ حضور عليه الصلواة والسلام جن جهڙي ذات پاڪ جڏهن حامي آهي، تہ پوءِ هن اُمت کي مايوس ٿيڻ نہ گهرجي ۽ سندن پيروي کي قائم رکي، قرآن ڪريم کي پنهنجو وسيلو بنائڻ گهرجي.

-ڊاڪٽر گل حسن لغاري